| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | گانڌي روپ هزار |
| موضوع | : | جيون ڪهاڻي |
| ليکڪ | : | انو بندو پاڌياءِ |
| خاڪا | : | آر.ڪي لڇمڻ |
| مترجم | : | ظفر جوڻيجو |
| ڇاپيندڙ | : | جي آر ڀٽڪل، پاپولر پرڪشان، 35-سي، تارديو روڊ، بمبئي |
| | | (انگريزي ڇاپو 1964ع) |
| | | فينيڪس بُڪس، حيدرآباد (سنڌي ڇاپو 2014ع) |
| لي آئوٽ | : | فينڪس بُڪس ٽيم |
| ڳاڻيٽو | : | هڪ هزار |
| قيمت | : | 200/- روپيا |



| | | |
|---|---|---|
| Title | : | **Bahuroopi Gandhi** |
| Theme | : | Biography |
| Authored by | : | Anu Bandopadhyaya |
| Illustrations by | : | R.K Laxman |
| Translated by | : | Zaffar Junejo |
| Published by | : | G.R Bhatkal, Popular Prakashan, 35/C, Tardeo Road, Bombay (English Edition 1964) |
| | | Phoenix Books, Hyderabad (Sindhi Edition 2014) |
| Layout | : | Phoenix Books Team |
| Copies | : | 1000 |
| Price | : | Rs. 200/- |

# فهرست

| | |
|---|---|
| • پہ اکر | V |
| • تعارف (انگريزي - ڇاپو پهريون) | VI |
| • پيش لفظ (انگريزي - ڇاپو پهريون) | VIII |
| • مهاڳ (سنڌي - ڇاپو موجوده) | IX |
| • پيش لفظ (سنڌي - ڇاپو موجوده) | XII |
| آوَرَچ | 01 |
| بئريسٽر | 5 |
| درزي | 15 |
| ڌوٻي | 18 |
| حجم | 21 |
| پينگي | 26 |
| موچي | 36 |
| نوڪر | 44 |
| بورچي | 51 |
| ڊاڪٽر | 57 |
| نرس | 63 |
| اُستاد | 68 |
| اُٽتڪار | 76 |
| هٿ واٽيو | 86 |

| | |
|---|---|
| هاري | 95 |
| پينو فقير | 105 |
| ڦورو | 110 |
| جيلَ - پکيئڙو | 117 |
| جنرل | 126 |
| ليکڪ | 134 |
| صحافي | 142 |
| پرنٽر ۽ پبلشر | 150 |
| نت نوان فئشن متعارف ڪرائيندڙ | 154 |
| جوڳي | 160 |
| روحاني پيشوا | 166 |
| گانڌيءَ جي زندگيءَ جا اهم واقعا | 173 |
| ڏسڻي | 175 |

# ٻه اکر

سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي ٻاراڻا ڪتاب شايع ٿي رهيا آهن. پر پوءِ به هڪ اهڙي ڪتابي سلسلي جي گھڻي گھرج هئي، جيڪو ٻارڙن جي ذهنن جي منظم ۽ باترتيب آبياري ڪري سگھي.

فينيڪس بوڪس ٽيم وٽ گھڻي عرصي کان هڪ اهڙي ڪتابي سلسلي شروع ڪرڻ جي رٿا هئي، جنهن هيٺ ٻارڙن جي نه رڳو تعليم ۽ ترتيب ڪري سگھجي، پر کين مستقبل جي للڪارن لاءِ تيار به ڪجي.

چاڻايل ٻاراڻي ڪتابي رٿا کي هڪ مقصد هيٺ ٽن ڏاڪن ۾ ورهايو ويو آهي. پهرئين ڏاڪي ۾ چوٿين کان پنجون درجو ٻئين ڏاڪي ۾ ڇهين کان اٺون درجو ۽ ٽئين ڏاڪي ۾ نائين کان ڏهون درجو شامل آهن. هن ٽئين ڏاڪي ۾ مهاتما گانڌي جي جيون ڪهاڻيءَ جو ترجمو پيش ڪري آهيون. هي ڪتاب هندستان جي اڪثر ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي.

مترجم ڪتاب ۾ فوٽ نوٽ انهيءَ خيال کان ڏنا آهن ته جيئن اڄ جو نوجوان گڏيل هندستان جي اهم شخصن ۽ واقعن کان به واقف ٿي سگھي.

هي ڪتاب پهريون ڀيرو 1964ع ۾ شايع ٿيو هو ۽ هن وقت تائين هن ڪتاب جا ڪيترائي ترجما ۽ ڇاپا دنيا جي مختلف ٻولين ۾ اچي چڪا آهن. مون کي اميد آهي ته هي ڪتاب پڙهندڙن لاءِ اُتساهه جو سبب بڻجندو.

هن ڪتاب کي توهان تائين پهچائڻ ۾ مهراڻ ملاح ۽ احمد سولنگي مکيه ڪردار ادا ڪيو. مان انهن ٻنهي ساٿين جي تهه دل سان شڪر گذار آهيان.

مان توهان کي ٻيهر ياد ڏياريان ته مٿي ذڪر ڪيل رٿا تحت ٽنهي ڏاڪن هيٺ نوَ موضوع متعارف ڪيا ويندا جيئن: فطرت، فطري لقاءَ، سنڌ شناسي، آکاڻيون، ماحوليات، صحت ۽ صفائي، رياضي، فلسفو اڳواڻ ۽ شاعري وغيره. هن رٿا هيٺ ٻاراڻي ادب جا شاهڪار ڪتاب ترجمو ڪري ٻارن لاءِ شايع ڪيا ويندا ته جيئن هو شعوري طرح دنيا جي ٻارن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي سگھن.


روزينا جوڻيجو

فينڪس بُڪس ـ حيدرآباد

# تعارف

هيءُ ڪتاب مون وٽ 1949ع کان تيار پيو هو. مون 1948ع ۾ ڊي جي تنڊولڪر جو مسودو پڙهيو هو هيءُ انهن ڏينهن جي ڳالهه جڏهن مون بنگال واري ڪستوربائي تربيتي ڪئمپ مان فارغ ٿيندي ئي هڪ ڳوٺ ۾ عورتن جي سڌاري ۽ ڀلائي جو ڪم شروع ڪيو. مون اُتي ڏٺو ته ڳوٺاڻا خاص ڪري، ڇوڪريون گانڌي بابت گهڻو باخبر ڪونه هيون. جيتوڻيڪ، انهن مان ڪيتريون گانڌيءَ جيانتيءَ جون پيروڪار هيون. هو اٽٽ هلائينديون هيون ۽ کاڌيءَ جو ڪپڙو به اُڻنديون هيون. پر پوءِ به انهن وٽ گانڌي جو پيرائتو ۽ پورو تعارف ڪونه هو. ٿي سگهي ٿو مان غلط هجان، پر مون ائين محسوس ڪيو هو.

مان اڄ به جيترن ماڻهن، خاص ڪري تعليم يافته ماڻهن سان ملان ٿي ته مون کي لڳي ته هو گانڌيءَ بابت نه ٿا ڄاڻن. سڀ هٿ جي پورهئي کان پري ڀڄندڙ آهن. مان پاڻ به پورهئي کي ايترو مان ۽ مرتبو ڪونه ڏئي سگهي آهيان. پر پوءِ به مون کي پورهيت جي محنت جو قدر آهي. ان ڪري مان ڏهاڙي ڪوشش ڪندي آهيان ته ڪنهن پورهيت کي سندس ڪم ۾ هٿ ونڊايان ته گهٽ ۾ گهٽ اهو احساس ته ٿيم مان به سندن ٻانهن ٻيلي ٿيان پئي ۽ بدلي ۾ هو به مون کي ڪم پيا اچن.

مون هن ڪتاب ۾ گانڌيجيءَ کي هڪ رضاڪار پورهيت طور پيش ڪيو آهي. ڇو ته سندس پورهئي سان رُغبت پيار سبب هئي. هن ڪتاب ۾ ڪجهه واقعا شعوري طرح وڄايا اٿم. پر ڪتاب جو مقصد گانڌيجيءَ کي هڪ اُتار بنائڻ نه، پر نوجوانن کي سمجهائڻ آهي ته گانڌي قوم جو ابوُ ۽ آزادي جو اڳتڪار ضرور هيو. پر پوءِ به هڪ انسان طور تنقيد ۽ تبصري کان بالاتر ڪونهي.

هن ڪتاب لکڻ جو خيال منهنجو پنهنجو آهي. مون هي نوجوانن لاءِ لکيو

آهي. هن ڪتاب جو گهڻو مواد ڊي جي ٽنڊولڪر جي ڪتابڙي تان ورتل آهي. جنهن لاءِ مان سندس دل جي گهراين سان شڪر گذار آهيان. ان ڪانسواءِ مان اين جي جوڳ ۽ پي. آر. سين جي بہ ٿورائتي آهيان جن مسودي جي سوڌ سنوار ڪئي. ان کان سواءِ مسٽر ايم چلا پتي رائوءَ جي بہ ٿورائتي آهيان جنهن منهنجو ڌيان نيشنل هيرالڊ ۾ ڇپيل گانڌيجيءَ جي خاڪن ڏانهن ڇڪايو.

اڄ جو نوجوان، جيڪڏهن گانڌيءَ جي هزارن روپين مان ڪجهه بہ اپنائي تہ سچ پچ مان پنهنجو پورهيو سڦل ڀائينديس ۽ ڏاڍي خوش ٿينديس.

انو بندو پاڌيائي

# پيش لفظ

پرائيم منسٽر هائوس

نيو دهلي

هي ڪتاب آهي تہ ٻارن لاءِ پر مون کي پڪ آهي تہ هن جي اپياس مان وڏا پڻ لطف ماڻيندا ۽ پرائيندا. ڪنهن بہ شڪ کان سواءِ گانڌي اسان جي دورجو هڪ وڏو ماڻهو هو. پر جن بہ کيس ڏٺو نہ آهي، جيئن خاص ڪري اڄ جي ٻارن ۽ نوجوانن، اُنهن لاءِ هو هڪ ديو مالائي ڪردار آهي، جنهن وڏا وڏا ڪم بہ ڏاڍي سولائيءَ سان سرانجام ڏنا.

اُن ڪري ئي هڪ اهڙي ڪتاب جي گهٽتي گُهرج هئي، جيڪو گانڌيءَ جي عام ڪم ڪارين کي عام منظر تي آڻي، ۽ اها گُهرج هن ڪتاب پوري ڪئي آهي.

سچ پچ اچرج ٿو ٿئي، اعتبار ئي نہ ٿو اچي تہ هن ڪيترن ئي ڪمن ۾ هٿ وڌو ۽ وڏي جوابداريءَ سان اِنهن سيني کي توڙ تائين پهچاياائين. اِهي سڀ ڪم هن دليئون پاڻ آرپڻ واري جذبي سان ڪيا. اهڙا ڪم جن کي عام طرح ننڍڙا ڪم چيو ويندو آهي، گانڌيجيءَ لاءِ اهي نهايت اهم ۽ ڌيانَ جوڳا هئا.

مون کي خوشي آهي تہ هيءُ ڪتاب ان خيال کان لکيو ويو آهي تہ عوام کي ٻُڌائجي تہ گانڌي سياست کان سواءِ ڍهاڙي کهڙين سرگرمين ۾ رُڌل رهندو هو. شايد هيءُ ڪتاب اسان کي گانڌيجيءَ بابت سوچڻ لاءِ هڪ نئون رخ ڏئي.

جواهر لال نهرو

نيو دهلي

10 ـ مارچ، 1964ع

# مهاڳ

هيءَ ڪتاب، آنوبندو پڌيہ پنجاهہ ورهيہ اڳ لکيو هو. آنوءَ کي اسين سڀ پيار مان ”انودي- آنو پيپڻ“ سڏيندا هئاسين. هن ڪتاب جا پيش لفظ جواهر لعل نهرو لکيا آهن ۽ هن ۾ ڏنل گانڌيجيءَ جا چتر ۽ خاڪا ڀارت جي سڀ کان نامياري ڪارٽونِسٽ آر ڪي لڇمڻ ٺاهيا آهن. انوديءَ، پنهنجي سڄي زندگي بنگالي ڳوٺن ۾ عورتن جي سهائتا لاءِ ڪم ڪيو. ڪيس ہ پيرا نهرو سرڪار ملازمت جي آڇ ڪئي هئي. پر هن هر ڀيري انڪار ڪيو.

هوءَ عمر ڀر پنهنجي ڪم ۾ رُڌل رهي. اُها منهنجي خوشنصيبي آهي جو ڪيترائي ورهيہ هن سان منهنجي لکپڙهہ هلندي رهي، ۽ ساهہ ۾ سانڍيڻ جهڙي هن ڪتاب کي ڀارت جي مختلف ٻولين ۾ ترجمي ڪرڻ ۾ ساڻس ٻانهن ٻيلي پڻ رهيس. سچ پچ تہ مون لاءِ اها دِلي خوشيءَ جي ڳالهہ آهي تہ ظفر ڀائيءَ هِن ڪتاب کي سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي.

تمام گهڻن ماڻهن وٽ گانڌيءَ جو تصور ڪُنل پيئل ۽ روايتي آهي، جيڪو هر هندستاني سرڪار پيش پئي ڪيو آهي. هر سرڪار وٽ گانڌيءَ جو تعارف هن طرح رهيو آهي: ”هو ڪامياب سياستدان، اَمَنَ جو اهڃاڻ ۽ آزادي جو علمبردار هو وغيره وغيره.“ پر هن عظيم انسان جا تہ ڪئين روپ آهن، جيڪي عوام کان اوجهل رهيا آهن. هن پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪيترن ئي ڪمن ۾ دلچسپي ورتي ۽ هن جي محنت ۽ لڳاءَ انهن سمورن ڪمن کي معتبر بنائي ڇڏيو. هن پنهنجي زال لاءِ ساڙهي اُٽي ۽ چولو سبيو. پاڻ حجم بڻيو موچي ٿيو ڌوبي بڻيو ۽ هٿن ۾ ٻهارو ۽ ڪلهي تي گند جي ٽوڪري کڻي ڪاڪوس صاف ڪيائين.

گانڌيءَ انهتر سالن جي ڄمار ۾ هڪ ڀيري ڪانپ ڪيڍي آشرم جي رهواسين کي سيکارڻ لڳو تہ نمڪين مانيءَ جون ٽڪڙيون ڪيئن پچائبيون آهن. هو اڪثر سڄي رات جاڳي بيمار ٻارن جي سيوا ڪندو هو.

ٻارن جي ٺهل ٺڪور ڪندي، ڪنهن نہ ڪنهن ڪم، جيئن ڪٽڪ ڇنڊڻ يا اٽو ڇاڻڻ وغيره ۾ بہ رڌل رهندو هو.

اڄ ڪي ٿورا ماڻهو خاص ڪري نوجوان گانڌيءَ جي انهن گڻن کان واقف آهن. هونءَ بہ اسان جو دؤر ٺلهن لفظن، سڪٽين گڏجاڻين، سيمينارن ۽ ورڪشاپن مان آڙجي پيو آهي. اهڙن ورڪشاپن ۾ سيڪاريو ويجي ٿو تہ آفيس ڪيئن هَلائجي، ڳوٺاڻن سان رابطا ڪيئن رکجن، وقت ڪيئن ڪٽب آڻجي وغيره.

گانڌي شايد انهن سيني موضوعن تي استادن جو بہ استاد هو. هن نہ رڳو قومي آزاديءَ لاءِ جاکوڙيو پر فرد جي شخصي آزاديءَ لاءِ بہ ڪوششون ڪيائين. هو چوندو هو: ”جيستائين ڪابہ قوم پنهنجن سمورن معاملن ۾ پاڻيري نہ آهي، تيستائين اها ڪنهن بہ طرح آزاد نہ آهي.“ سندس اها ڳالهہ جيتري قومن لاءِ ٺهڪندڙ آهي، اوتري ئي فردن لاءِ بہ سچي آهي. هن وقت ذهني پورهيي ۽ هٿ جي پورهيي لاءِ ٻنا معيار آهن. تعليم تہ جڻ ماڻهن لاءِ هڪ پروانو بڻجي پئي آهي تہ اهي هٿ جو پورهيو نہ ڪن. جيتوڻيڪ، گانڌيءَ هٿ جي پورهئي وارا سڀ ڪم وڏي فخر سان ڪيا.

اڄ جي دنيا صارفيت جي ڏيڻ ۾ ڦاسي چڪي آهي، يعني: ”خرچ ڪريو ڪائو پيو خوش رهو ۽ پوءِ وساري ڇڏيو.“

صارفيت جو جنون اسان جي ڌرتيءَ جا سڀ قدرتي وسيلا هڙپ ڪري رهيو آهي. نتيجي ۾، دنيا گدلي بہ ٿي رهي آهي. گدلاڻ پسند ۽ خرچائو عناصر پنهنجي پاڻ کي ’ترقيءَ ۽ تعمير‘ جي اوٽ ۾ لڪايو ويٺا آهن. هو مختلف هيلا بهانا هلائي ماڻهوءَ کي اهو باور ٿا ڪرائين تہ کائڻ ۽ کپائڻ ۾ ئي سچي ۽ حقيقي خوشي آهي. اِهي اُهي ئي ماڻهو آهن جن پهرين درياهہ ۽ نديون گدلا ڪيا ۽ پوءِ اسان کي وري ساڳيو پاڻي منرل واٽر جي نالي ۾ وڪيائون. انهن ئي اسان کي سج جي من پائيندڙ تاءَ ۽ دل لپائيندڙ چنڊ جي چانڊاڻ کان پري ڪيو ۽ اِنهن ئي دل وندرائيندڙ ماڳن، سامونڊي ڪنارن ۽

باغن باغيچن تي گهمڻ ڦرڻ لاءِ تڪيٽون ۽ اگهه پار مقرر ڪيا.

اهي ڏاڍا پاڻ پڏائو ۽ پاڻ هُرتڙا آهن. انهن وٽ هر مسئلي جو حل پئسي ۽ اعليٰ ٽيڪنالاجيءَ جي صورت ۾ موجود آهي.

هاٿي تہ هو گرمي پد ۾ واڌ جهڙي سنجيده مسئلي ۾ بہ تنگ اڙايون ويٺا آهن. جيتوڻيڪ، اهو سائنسدانن ۽ سياستدانن کي حل ڪرڻ کپي، نہ ڪي واپاري پس منظر رکندڙ ادارن يا سماجي دُڪاندارن کي اِنهيءَ ڳنڀير معاملي ۾ هٿ وجهڻ گهرجي.

اسان سڀني کي اِها ڳالهہ ياد رکڻ گهرجي تہ هر ماڻهو پنهنجين معروضي حالتن پٽاندر وڏو ڪردار ادا ڪري سگهي ٿو. انهيءَ مد ۾ گانڌيجيءَ جو پيغام ڏاڍو ڪرو ۽ چٽو آهي: ”سادي زندگي گذاريو تہ جيئڻ ٻيا بہ اوهان جي جيون مان اُتساهہ وٺي سگهن.“

آروند گپتا، پونہ

2014ع

# گانڌيءَ جي سبق آموز زندگي

انو بندو پاڏيائي طرفان مهاتما گانڌيءَ جي فڪر ۽ عمل جي روشنيءَ ۾ نوجوانن جي سکيا لاءِ تيار ڪيل هي ڪتاب، جنهن جو مهاڳ نامور سياستدان ۽ دانشور جواهر لال نهرو لکيو هجي، ان تي مون پاران ڪجهه لکڻ ڪو خاص اهميت وارو ڪونهي، پر پوءِ به يوسف جي خريدارن ۾ شامل ٿي رهيو آهيان.

هي سمورو مواد سمجهڻ وارن لاءِ ننڍين ننڍين واقعن جي روشنيءَ ۾ بنهه سادي ۽ سولي ٻوليءَ ۾ پيش ٿيل آهي، جنهن کي صرف پرجهڻ ۽ پروڙڻ جي ضرورت آهي. گانڌيءَ بابت ذڪر ڪيل هڪ هڪ واقعو سندس عظيم انسان هئڻ جا اهڃاڻ ته ظاهر ڪري ئي ٿو پر سوچ ويچار ۽ ان جي روشنيءَ ۾ عمل، (جنهن کي ٻين لفظن ۾ خود تنقيدي چئجي)اندر جي آتما واري آواز جي حقيقت کي سمجهڻ جي سگهه پيدا ڪري ٿو. اهو صرف پنهنجي ڪارگذاريءَ تي نظر رکڻ، پنهنجي ڪيل ڪم بابت مجموعي سماج جي ڀلائيءَ خاطر سوچڻ ۽ ويچار ڪرڻ واري سگهه ڏارڻ سان ئي حاصل ٿي سگهي ٿي. هن ڪتاب ۾ پيش ڪيل هڪ هڪ واقعو ان حوالي سان ذهن کي جنجهوڙي ٿو. سوچ ويچار سبب ذهني جنجهوڙ وارو اهو عمل هئڻ ته هر انسان ۾ گهرجي، پر سياسي ۽ سماجي ورڪرن ۾ ته ان جو هئڻ نهايت ضروري آهي. ڪنهن به اهڙي ورڪر ۾ جيڪڏهن سادگي، سچائي ۽ خود تنقيد وارو رجحان ڪونهي، ته اهو ميڊيائي ليڊر ته ٿي سگهي ٿو پر حقيقي معنيٰ ۾ روحاني (اندر کي متاثر ڪندڙ) ليڊر ٿي نه ٿو سگهي. گانڌيءَ جي زندگيءَ جا ان حوالي سان ڪيئي ڪارگر مثال موجود آهن. جيئن سندس ٻئريسٽر هئڻ واري ذڪر ۾ اچي ٿو ته، اتي انگريزن جون ڊريسون ۽ فيشن ڏسي پاڻ به اهڙا ڪپڙا پائڻ لڳو هو پر ڪجهه مهينن کان پوءِ کيس احساس ٿيو ته پاڻ ڪيترو نه بيوقوف آهي، جو پنهنجين اجاين عادتن ۽ مهانگي شوق

سبب پنهنجي پيءُ جي دولت اُڏائي رهيو آهي. ان ڳالهه کيس احساس ڏياريو ته هو انگلينڊ ۾ انگريزن جا طور طريقا سکڻ نه پر تعليم پرائڻ آيو آهي. اهو ئي اندر جو آواز هو جنهن گانڌيءَ جي زندگيءَ کي تبديل ڪري ڇڏيو.

غور ويچار ڪندو رهڻ ۽ خود تنقيد وارو عمل ئي آهي، جيڪو انسان کي پنهنجي، پرائي، بُري ۽ ڀلي بابت ڄاڻ ڏئي ٿو ۽ سنئين واٽ وٺڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي ٿو. گانڌيءَ جي زندگيءَ ۾ اهڙا ڪيئي سبق آموز مثال ملن ٿا. جن مان هڪڙو مثال سندس بئريسٽري تان موٽڻ ۽ پهرين کيس هلائڻ ۾ ناڪام ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي ناڪامي قبول ڪندي، وڪالت ڇڏي، ماڻهن جي ڪمن ڪارين ۾ هٿ ونڊائڻ واري عمل مان ملي ٿو. اهڙيءَ طرح مهاتما جا هيٺيان به جملا ڪيڏا نه وسيع معنيٰ رکندڙ ۽ رهبري ڪندڙ آهن. نصيحت ڪندي لکي ٿو: "اسين هنر مند هٿن کي ڪمتر، ڪلارڪيءَ واري ڪم کي اعليٰ ۽ اڪابري سمجهون ٿا ۽ ائين ڪندي اسين ذهني غلاميءَ کي دعوت ڏيون ٿا."

گانڌيءَ جي هن ڪتاب ۾ پيش ٿيل واقعن جي روشنيءَ ۾ اها ڳالهه پختي يقين سان چئي سگهجي ٿي ته هو پيدائشي ڏاهو هو. نه رڳو اهو پر کيس قدرت اها به صلاحيت بخشي هئي ته هو پنهنجي غلط عمل بابت بنهه تڪڙو فيصلو ڪري، ان جو حل ڳولي وٺندو هو.

جڏهن ته اڪثر ماڻهو غلط ۽ صحيح جي سلسلي ۾ جائز اظهار ڪرڻ جي باوجود به عملي طرح ڪجهه به نه ڪري سگهندا آهن، جنهن لاءِ اهي ڪي نه ڪي مجبوريون ذڪر هيٺ آڻيندا آهن. پر حقيقت ۾ ان جو بنيادي ڪارڻ ڪي سماجي ۽ ٻيا خانداني معاملا نه، پر سندن پنهنجي اندر واري آواز سان ايمانداري نه ڏيکارڻ هوندو آهي.

ڪا به صلاح يا نصيحت ٻئي کي ڏيڻ تمام سولو ڪم هوندو آهي، پر ان تي پاڻ عمل ڪرڻ بنهه ڏکيو عمل آهي. مهاتما گانڌي اهڙين ڳالهين کان مُبرا هو. پرائي گندگي صفا ڪرڻ کان وٺي احتجاجن جي اڳواٽي ڪرڻ تائين

مهاتما جيڪا بہ ڳالهہ ڪئي، ان جي شروعات پنهنجو پاڻ کان ڪيائين. اهڙو ئي حال صاف گوئي ۽ ثابت قدمي واري حوالي سان سنڌ جي سائين جي.ايم. سيد جو هوندو هو.

سائين جي.ايم. سيد 1973ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ جڏهن تاريخ ساز تقرير ڪئي هئي، تڏهن سندس ڪيترن ئي پوئلڳن جون وايون بتال ٿي ويون هيون. شاگرد برادريءَ تہ ان کي موراڳي واتڙپ واري انداز ۾ ورتو يعني ان مان ڪجهہ بہ نہ پرايو. ان تقرير بابت چاچي حفيظ قريشي هڪ پيرو سائين جي.ايم. سيد کي چيو "اوهان اها تقرير ڪيڏي نہ ڏکي ڪئي آهي." سائينءَ وراڻيو هو تہ "مان غور ويچار ڪري، لکي، ڇپائي، پوءِ اها ڳالهہ ڪئي آهي."

اهڙي ئي حوالي سان جيرامداس دولترام مهاتما گانڌيءَ لاءِ لکيو آهي تہ "مهاتما گانڌيءَ جي لکڻي ويچارن سان ڳتيل هوندي آهي. اکر اکر تکي توري لکندو آهي. هڪ گفتگو بہ ضرورت ڏاران هو نہ لکندو ان ڪري اسان کي بہ گهرجي تہ سندس هڪ هڪ سٽ سوچي پڙهون ۽ ان تي غور ڪري پورو پورو مطلب سمجهون."

سچ پچ تہ مهاتما گانڌيءَ جا گفتا هجن يا سيد جون صلاحون، اصل ڳالهہ تہ پڙهڻ، پرجهڻ ۽ غور ڪرڻ جي آهي. عمل جو تہ ان کان پوءِ نمبر اچي ٿو باقي جيڪڏهن "پڙهيو ٿا پڙهن، ڪڙهن ڪين قلوب مان" واري ڪار هوندي تہ پوءِ هر ڪو پنهنجي منشا موجب تاويلون ڪندو رهندو. اهڙو حال مهاتما گانڌيءَ جي فڪر سان ٿيو آهي ۽ سيد جي فڪر سان بہ ساڳي صورتحال ڪئي پيئي وڃي.

مهاتما گانڌيءَ جي عملي زندگيءَ واري حوالي سان ننڍن ننڍن بظاهر معمولي واقعن جي روشنيءَ ۾ تيار ڪيل هي ڪتاب سچ پچ تہ ويچار ڪرڻ وارن لاءِ وڏي وٿ آهي. جيڪڏهن اڄ بہ ڪو سياسي توڙي سماجي ورڪر ان کي سمجهي ۽ انهن تي عمل ڪري تہ، عوام جون دليون کٽي سگهي ٿو ۽ اهوئي عمل آهي، جيڪو مقصد ماڻڻ واري راهہ ۾ مددگار ٿي سگهي ٿو.

قديم سنڌ جي تاريخي شهر ڪاٺياواڙ ۾ ديوان ڪرمچند جي گهر جنم وٺندڙ موهنداس جي فڪر ۽ عمل بابت تيار ڪيل هي ڪتاب جواهر لال نهرو جي بقول ، "آهي تہ ٻارن لاءِ پر مون کي پڪ آهي تہ هن جي اپياس مان وڏا پڻ لطف ماڻيندا ۽ پرائيندا."

هي نرالي نوعيت وارو مواد اهڙو تہ سبق آموز آهي، جيڪو هر دؤر ۽ هر عمر جي ماڻهوءَ لاءِ نهايت ئي ڪارگر ۽ ڪارآمد هئڻ ڪري ڪيترين ئي ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي. آءٌ جس ٿو ڏيان ياءُ ظفر کي، جنهن گانڌيءَ جهڙي عظيم انسان جو هي نرالو روپ سنڌ وارن اڳيان نروار ڪيو آهي. پياري ظفر جوڻيجي پاران ڪيل هي محنت شل سنڌ واسين جي رهنمائي ڪرڻ واري عمل ۾ هڪ ڪارگر قدم ثابت ٿي سگهي.

آزاد قاضي
سنڌي شعبو
سنڌ يونيورسٽي، ڄامشورو

# اَوَرچُ



هڪ گهڻ ڪاريي وڪيل پنهنجن اصيلن کي سمجهايو: ”پاڻ کي ڪورٽن جي جهڳڙن ۾ تباهه ٿيو ٿا ڪريو. پنهنجو وقت ۽ پئسو هڪ ٻئي تي ڪيس ڪندي ٿيو ٿا وڃايو. پنهنجا جهيڙا جهڳڙا پاڻ ۾ ويهي ڇو نه ٿا نبيريو.“ اهو وڪيل پنهنجو فارغ وقت سجايو ڪرڻ لاءِ هندومت، اسلام، عيسائيت، زردشت ۽ ٻڌمت مذهبن جا ڪتاب پڙهندو هو. انهيءَ کان سواءِ هيءَ جڳ مشهور ڏاهن ۽ اڪابر شخصن جي لکيل ڪتابن جو اڀياس به ڪندو هو. اهڙن ڪتابن جي ڳوڙهي اڀياس ڪيس اتساهيو ته ”ڏهاڙي هر شخص کي هٿ جو پورهيو ڪرڻ گهرجي، هونءَ به رُڳو ذهني ڪم ڪرڻ سڀ ڪجهه ته نه آهي. ڪو به شخص پڙهيل هجي يا اڻ پڙهيل، ڊاڪٽر هجي يا وڪيل، ڀنگي هجي يا عام ڪمي ڪاسبي، سيني کي پورهيي جو معاضو هڪ جيترو ملڻ گهرجي.“

هن پنهنجي رهڻي ڪهڻي ۽ اٿڻي ويهڻيءَ ۾ هوريان هوريان ڦيرو آندو. هن ڪيپائڻ ڪان سواءِ، هر ننڍو وڏو ڪم پنهنجن هٿن سان ڪرڻ شروع ڪيو پلي پوءِ اهو ڪهڙو به هجي ـ ٿانون ڌوئڻ ڪان وٺي ڪاڪوس صاف ڪرڻ تائين. هن پنهنجن گهر ڀاتين ۽ دوستن سان گڏجي هڪ آشرم ۾ پنگتي جيون گهارڻ شروع ڪيو. هن جي ڪن يورپي دوستن به آشرم ۾ رهڻ جي خواهش ڏيکاري ۽ آشرم ۾ سخت محنت ۽ مشقت ڪندڙ هارين جهڙي زندگي گذاري، جتي هو پوکيءَ سان گڏ باغباني به ڪندا هئا. آشرم ۾ سندن ٽهل ٽڪور لاءِ ڪوبه نوڪر چاڪر ڪونه هو.

آشرم ۾ هندو، مسلمان، عيسائي ۽ پارسي، مزدور ، وڪيل، گورا ۽ ڪارا سڀ ميٺ ۽ محبت سان، هڪ وڏي آڪهه وانگي رهندا هئا. هڪ وڏي هال جهڙي رڌڻي ۾ گڏجي ماني کائيندا هئا. اِنهن جو ڪاڏو به سندن پوشاڪ جيان سادو هوندو هو. هر آشرم واسيءَ کي في مهينو گُذاري لاءِ چاليهه رپيا ملندا هئا. گانڌي پنهنجون جوابداريون پابنديءَ سان نڀائيندو هو ۽ ڏهاڙي رُڳو ڇهه ڪلاڪ آرام ڪندو هو.

جڏهن آشرم ۾ هڪ لانڍي پٺي ٺاهياٺون ته گانڌي ئي پهريون شخص هو جيڪو مِلِ مزدورن جهڙي هڪ نيري ڊانگري پائي مٿي چڙهيو هو. جنهن ۾ ڪيترائي ننڍا وڏا کيسا هئا. هن ڪِن کيسن ۾ ڪوڪا وڌا ته ڪِن ۾ نَٽَ ۽ بُلٽ، هڪ کيسي مان متر ڪو ظاهر هو ته ٻئي کيسي ۾ انبوري ۽ پانو پٺي لَڙڪيا. جڏهن ته چيلهه واري پٽي ۾ سوجو ٻڌل هئس. هو ڪيترائي ڏينهن، ڇتي اُس ۾ ڪاڙهي ۾ لانڍي ٺاهيندو رهيو.

گانڌي هڪ ڏينهن ماني کائڻ کان پوءِ، ڪتابن جو ڪٻَٽُ ٺاهڻ ويٺو ۽ بنا ساهيءَ جي لڳاتار ست ڪلاڪ ڪم ڪندو رهيو ۽ نيٺ ڇت تائين ڍگهو ڪٻٽ ٺاهي ساهه پٽيائين. آشرم جي مُک رستي کي پڪي ڪرڻ جي گهرج ته هئي پر اُن واسطي پٿر ۽ بجري وغيره گهرائڻ لاءِ وٽس پئسا نه هئا. گانڌيءَ پنهنجو معمول بنائي ڇڏيو هو ته ڏهاڙي پسار تان موٽندي ٽِڙيل

پڪڙيل پٿر گڏ ڪندو هو. آشرم جي رهواسين جڏهن هن کي ائين پٿر گڏ ڪندي ڏٺو ته پاڻ به پٿر ميڙڻ شروع ڪيائون ۽ ٿوري وقت ۾ هنن ايترا ته پٿر گڏ ڪيا جو آشرم جي رستي کي نه رُڳو پڪو ڪيائون. پر رستي جي ٻنهي پاسين پٿرن سان چوڪڙيون ۽ باريون ٺاهي گُل ۽ ٻوٽا به پوکيائون. جڏهن ٻارن وڏن کي ايئن ڪندي ڏٺو ته اهي به ساڻن شامل ٿي ويا، ۽ پوءِ ته اهي آشرم جي هر ڪم. جهڙوڪ: باغباني، رڌ پچاءَ، ٻهاري ڏيڻ، واڍڪي، موچڪي ۽ ڪمپازيٽريءَ واري ڪم به ۾ هَٿُ ونڊائڻ لڳا.

گانڌيءَ جو پڪو ويساهه هو: "اسين اڻٽڪا اُنڪري آهيون، جو اسين رازن، موچين، واڍن، لوهرن ۽ حجمن کي پاڻ کان گهٽ سمجهون ٿا. اسان جي هوڏَ ۽ پاڻ پڏائڻ واري هَلَتِ ڪمين ڪاسِبين جي زندگين مان ماڻهپو کسي ورتو آهي. اسين هنرمند هٿن کي ڪمتر، ڪلارڪيءَ واري ڪمَ کي اعليٰ ۽ اڪابري سمجهون ٿا ۽ ايئن ڪندي، اسين ذهني غلاميءَ کي دعوت ڏيون ٿا."

هيءَ وڪيل ماڻهو پرِهه ڦُٽيءَ جو اُٿي جنڊ تي ڪڻڪ پيهندو هو ۽ پوءِ تيار ٿي، پنج ميل پنڌ ڪري، آفيس پهچندو هو. هيءَ پنهنجي ڏاڙهي پاڻ ٺاهيندو هو پنهنجا ڪپڙا پاڻ ڌوئيندو ۽ استري ڪندو هو. سڄي رات جاڳي، پليگ بيماريءَ ۾ ورتل ڪاٽين جي مزدورن جي خدمت چاڪري ۽ ٽَهل ٽَڪور ڪندو هو. هيءَ ڪوڙهين جي ڦٽن ۽ غلاظتن کي ڌوئي صاف سٿرو ڪندو هو. هن پنهنجن ۽ پَراون جا ڪاڪوس صاف ڪرڻ ۾ ڪڏهن به شرم ۽ عيب محسوس نه ڪيو. هُو سُستي، ڊَپ ۽ نفرت جهڙين شين کان بيخبر هو.

هيءَ جرنلن ۽ مئگزينن لاءِ مضمون لکندو هو ۽ پاڻ ئي انهن کي ٽائيپ ڪري، پريس ۾ ڇاپيندو هو ۽ ضروري هوندو هو ته هٿ تي هلندڙ پريس ۾ به هٿ ونڊائيندو هو. هيءَ ڪتابن جا جُلد به ڏاڍا سُهڻا ٻڌندو هو. هن جا تخليقي هَٿَ، جيڪي خوبصورت ايڊيٽوريل ۽ خط لکندا هئا، سي اٽٽ به هلائندا هئا ته ڪپهه به ڪتيندا هئا، نِتِ نوان سواد ڀريا طعام به رڌيندا هئا، سيبو ٽوپو ۽ سُئيءَ جو ڪم به ڪندا هئا. ان کان سواءِ وٽن جي ڇانگ، واڙيءَ

کي گڏ، هَرُ هلائڻ، پاڻي پرڻ، ٻُنڌَ ۾ ڪاٺ ڏارڻ، وَهِٽَ ڳاڏين ۾ ڳرو سامان سَٿڻُ ۾ لاهڻ جو ڪم به ڪندا هئا.

پاڻ جڏهن جيل ۾ هو ته لڳاتار نَوَنِ ڪلاڪن تائين هڪ ننڍيءَ ڪُرپيءَ سان ٽوٽ زمين جي گڏ ڪيندو هو يا جيل جي ليڙون ليڙون ٿيل ڪمبلن کي ٽاڪيندو هو. جڏهن پورهيو ڪندي ٿڪجي پوندو هو ته ڏٽيءَ کي ٻاڏائيندو هو : "اي مالڪ! مون کي سگهه ڏي ته پنهنجي حصي جو ڪم وقت تي پورو ڪري سگهان!" هن کي سونپيل ۾ چونڊيل ڪم جي اڌوري رهجڻ يا نه ٿيڻ جو اُلڪو ڏَڪائي وجهندو هو.

هو جڏهن جوان هو ته هڪ پيري، پر واري شهر مان سودو سامان وٺڻ لاءِ هن کي 40 ميل پنڌ ڪرڻو پيو. ٻئي پيري ڪنهن ضروري ڪم سانگي هن کي هڪ ڏينهن ۾ 55 ميل پنڌ ڪرڻو پيو هو. ڏکڻ آفريڪا ۾ جنگ هلندي جڏهن پاڻ رضاڪار بڻيو ته کيس اسٽريچر تي مريض کڻڻ ۾ ڍوئڻ لاءِ هڪ ئي چڪَ ۾ 30 کان 40 ميلَ پنڌ ڪرڻو پوندو هو. پاڻ انهتر سالن جي ڄمار ۾ به هفتي جا هَرّئي ڏينهن 18 ڪلاڪ ڪم ڪندو هو. ڪڏهن ته 21 ڪلاڪ به محنت ڪندو هو. گانڌي زندگيءَ جي پوئين حصي ۾، وڏي ڄمار سبب اٿڻ هلائڻ کان سواءِ ڪو جسماني پورهيو ته نه ڪيو پر پوءِ به ڳوناٽي ڊاڳ ۾ لَٽَ واري ماڪ پِنَلَ دڳ تي پيرين اُگهاڙو ٽن ميلن کان پنجن ميلن تائين پنڌ ڪندو هو. گانڌيءَ جي آوَرچائي، پاڻ آرپڻ واري جذبي، لڳاتار محنت ڪرڻ جي سگهه ۽پورهئي سان لڳاءَ کي ڏسي ڏکڻ آفريڪا جي ساٿين هن کي 'ڪرما وير ' جو خطاب ڏنو هو.

ڪرما وير، موهن داس ڪرمچند گانڌيءَ جو جنم 2 آڪٽوبر 1869ع تي ٿيو.

# بئريسٽر

گانڌيءَ ارڙهن ورهين جي ڄمار ۾ مئٽرڪ پاس ڪئي ۽ پوءِ سُٽتِ ٿي قانون جي وڏيڪ تعليم پرائڻ لاءِ لنڊن ويو ۽ انرٽيمپل ۾ داخلا ورتائين. گانڌيءَ ڏٺو ته انرٽيمپل ۾ امتحان پاس ڪرڻ ته بنهه سولو آهي. ڇو ته ڪيترائي شاگرد رُڳو استادن پاران مليل ۽ لکرايل ڳالهين کي پڙهي امتحان پاس ڪري رهيا هئا.

اهڙو سولو ڪورس، جيڪو رُڳو نوٽس پڙهي پاس ڪري سگهجي، گانڌيءَ کي نه وڻيو. هن کي اِهو سڄو هڪ ٺِڪسات، هڪ دوکو لڳو. هن پنهنجي هڙئون پئسا خرچ ڪري سيني مضمونن جا اصلي ڪتاب ورتا ۽ پڙهڻ شروع ڪيائين. هن کي ڪامن لا جا ٿلها جُلد پڙهڻ ۾ نَوَ مهينا لڳا. هن لاطيني ٻولي سکي ۽ رومن لا جا ڪتاب، رومن ٻوليءَ ۾ پڙهيائين. ان وقت بئرسٽرن کي 'ڊنر بئرسٽرز' چيو ويندو هو ڇو ته ٽن سالن جي ڪورس ۾ ٻارنهن ٽرم هوندا هئا ۽ ان سڄي عرصي ۾ شاگردن کي گهٽ ۾ گهٽ ٻاهتر ڊنر پارٽين ۾ شريڪ ٿيڻو پوندو هو ۽ دعوتون ڪاٽيون پونديون هيون. انهن مهانگين ڊنر پارٽين جو خرچ شاگردن کي ئي ڀرڻو پوندو هو.

گانڌيءَ کي اهڙي سماجي اُٿهه ويهه ۽ ڊنر پروگرام نه وڻيا. هيءُ سوچڻ لڳو ته ڀلا ماني کائڻ، وائين ۽ شراب واپرائڻ سان ٻه ڪو سٺو وڪيل ٿي سگهي ٿو ڇا! بهرحال، قاعدي پٽاندڙ هن کي به ڊنر پارٽين ۾ شريڪ ته ٿيڻو پوندو هو. پر گانڌي سبزي خور ۽ هر نشي کان پري، هڪ صوفي منش هو. تنهنڪري هر شاگرد هن کي ڊنر ۾ پنهنجو ڀيڇي چونڊڻ جي ڪوشش ڪندو هو ته جيئن هن جي حصي جا ٻوڙ پلاءَ ۽ ٻوتيون کائي ۽ شراب به واپرائي.

اهي ڊنر پروگرام ۾ اهڙو اپياس گانڌيءَ جي ڪنهن ڪم جا نہ ٿيا ۽ نہ ئي سندس لڄاڙي طبيعت کُلي سگهي. هيءَ سوچڻ لڳو تہ ڪنهن بہ نقطي بابت بحث ڪندي ۾ دليل ڏيندي ڪو ڪتابي عِلم ڪيئن ڪارائتو ٿي سگهي ٿو؟ هن کي هڪ انگريز وڪيل صلاح ڏني: "سچ جو ساٿ ڏيندي ۾ ايمانداريءَ واري واٽ وٺندي بہ وڪالت جي پيشي مان گهر هلائي سگهجي ٿو." هن ڪيس ٻڌايو: "ڪنهن بہ ڪيس جون حقيقتون انهيءَ ڪيس جو ٽي پاڱي چار حصو هونديون آهن. جيڪڏهن تون حقيقتن تي نظر رکين تہ قانون پنهنجو پاڻ تنهنجو ساٿ ڏيندو." انهيءَ انگريز وڪيل، گانڌيءَ کي وڌيڪ چيو: "تاريخ ۾ جنرل ناليج جو اپياس ڪر تہ جيئن تو وٽ معاملن جو پسمنظر وڌيڪ چٽو ٿئي." گانڌيءَ هن جي صلاح مڃي ۽ ائين ئي ڪيائين.

گانڌي جڏهن انگلينڊ ۾ هو تہ ٿوري وقت لاءِ هن 'انگريز بابو' ٿيڻ جي ڪوشش پڻ ڪئي. انگريزن وارو لهجو سکيو. انگريزي ٻولي شدمد سان ڳالهائڻ جي سکيا ورتائين. ڊانس ڪرڻ ۾ وائلن وڄائڻ بہ سکيو. ان زماني جي فئشن پٽاندر مهانگي درزيءَ کان ڪپڙا سبائڻ ۾ مهانگيون ٽايون ۽ اعليٰ قسم جا ٽوپلا پائڻ لڳو. انگريز ڄوانڙين ڏانهن دوستيءَ جو هٿ بہ وڌايائين. پر ڪجهہ مهينن کان پوءِ، هن کي محسوس ٿيو تہ ائين ڪندي هو آسائش ۽ عياشيءَ ڏانهن ڌڪبو ٿو وڃي. هن کي احساس ٿيو تہ پاڻ ڪيترو نہ بيوقوف آهي، جو پنهنجين اجائين عادتن ۾ مهانگي شوق سبب پنهنجي پيءُ جي دولت اُڏائي رهيو آهي. هن کي پڇتاءُ ٿيو تہ هو انگلينڊ ۾ انگريزن جا طور طريقا سکڻ نہ، پر تعليم پرائڻ آيو آهي. هن فيصلو ڪيو تہ هاڻي هو سادگيءَ سان رهندو. هن هڪ سادو ۽ سستو ڪمرو ورتو ۽ ماني پچائڻ لاءِ هڪ اسٽوو بہ خريد ڪيائين. صبح جي نيرن ۽ رات جي ماني پاڻ پچائڻ لڳو ۽ مانجهاندو ڪنهن سستي هوٽل تي ڪندو هو. ٽرام ۾ بسن بدران پنڌ کي ترجيح ڏئي ڀاڙي جا پئسا بہ بچائڻ لڳو. پاڻ ڏهاڙي ائن کان ڏهہ ميل پنڌ ڪري پنهنجا ڪم ڪار پورا ڪندو هو.

گانڌي[1] 32 مهينا، انگلينڊ ۾ رهيو ۽ وقت اندر بئريسٽريءَ جي تعليم پوري ڪيائين. هن جو نالو بئريسٽر طور داخل ڪيو ويو. نتيجي نڪرڻ جي ٻن ڏينهن کان پوءِ، هيءَ هڪ پاڻيءَ جي جهاز ذريعي ڀارت ڏانهن واپس وريو.

گانڌي ڀارت پهچندي ممبئيءَ ۾ هڪ گهر مسواڙ تي ورتو ۽ هڪ بورچي پڻ رکيائين. پاڻ ڏهاڙي، هاءِ ڪورٽ اُن خيال کان ويندو هو تہ ڏسي تہ ڪيس ڪيئن ٿا هلايا وڃن. ان کان سواءِ ڪلاڪن جا ڪلاڪ بار جي لائبرريءَ ۾ مطالعو پڻ ڪندو هو. ان وقت هن جي مطالعي هيٺ گهڻو ڪري انڊين لا جا ڪتاب رهندا هئا.

گانڌيءَ کي پهريون مليل ڪيس سولو هو. جنهن جي فِي 30 رپيا طئہ ٿي. هن جي ڄمار ان وقت 22 ورهيہ هئي ۽ اهو ڪيس هن جو پهريون عملي تجربو هو. جڏهن ڪيس هلائڻ لاءِ ڪورٽ ۾ آيو تہ هن جي ٽنگن مان ساهہ ڇڏائجي ويو، نڙي خشڪ ٿي ويس، نرڙ تان پگهر نہ ٿي بيٺس. نيٺ، پشيمانيءَ وچان ڪيس اڌ ۾ ڇڏي، ڪورٽ مان ٻاهر هليو ويو. پوءِ سڄي ڄمار انهيءَ ڪورٽ ۾ هن ڪڏهن بہ ڪوبہ ڪيس نہ کنيو ۽ نہ ٿي هلاياائين.

ممبئيءَ ۾ رهندي هن جا خرچ وڌڻ لڳا، پر آمدني ٻڙيءَ برابر هُئس. هن کي جيڪڏهن ڪو ڪم چڱي نموني آيو پئي تہ اهو يادداشت ناما لکڻ هو، پر اهو ڪم ڪنهن بئريسٽر جي شان وٽان نہ هو ۽ نہ ئي انهيءَ ڪم ۾ ڪي چڱا پئسا ملندا هئا، جو ڪنهن جو گهر ٻار هلي سگهي. ڇهن مهينن جي ڪوشش ۽ تجربن کان پوءِ، جڏهن هن ـ هن جي وڪالت نہ هلي سگهندي تہ هو واپس راجڪوٽ ويو ۽ وڃي ، پاءُ ۽ گهر ڀاتين جي خانداني ڪرت ۾ هٿ ونڊايائين. هن جي ڀاءُ کي ۽ ـنجي لنڊن مان تعليم پرائي موٽندڙ بئريسٽر ڀاءُ ۾ وڏيون اميدون هيون، پر ڏاڍو مايوس ٿيو. گانڌيءَ کي بہ پنهنجي ناڪاميءَ تي ندامت هئي.

---

[1]. 10 جون 1891ع تي ڪيس بئريسٽريءَ جي سند ملي ۽ 12 جون تي انڊيا ڏانهن اُسيو.

گانڌيءَ راجڪوٽ ۾ وري پنهنجي قسمت آزمائي، پر ڪيس هڪ ٻيو مسئلو اڳيان آيو. سو اِهو ته جيڪو به وڪيل يا منشي ڪنهن ٻئي وڪيل کي ڪو ڪيس هٿ ڪري ڏيندو هو، ته ان وڪيل يا منشيءَ کي ڪميشن جي نالي ۾ ڪجهه پئسا ڏيڻا پوندا هئا. گانڌيءَ اهڙي ڪميشن ڏيڻ کان انڪار ڪيو. هن اڳيان اهو ڪم غيراخلاقي هو. نيٺ، گانڌيءَ کي پنهنجي ڀاءُ سمجهايو ۽ هو راضي ٿي ويو. ان وقت هن جي مهيني جي ڪمائي لڳ ڀڳ ٽي سَوَ ربيا هئي. پر هيءُ انهيءَ ڪم ۾ خوش نه هو. ڇو ته هن جي چٽني پاسين نڳيءَ ۾ ڪوڙ جو واهپو عام هو.

گانڌيءَ جا ڀاڳ ڀلا جو هن کي ڏکڻ آفريڪا جي هڪ آسودي[2] مسلمان واپاريءَ پاران هڪ ڪيس جي سلسلي ۾ آڇ آئي، جنهن هيٺ هن کي سامونڊي جهاز ۾ فرسٽ ڪلاس اچڻ وڃڻ جي ٽڪيٽ ۽ هڪ هزار پنج سَوَ پنجهتر ربيا فيءَ طور ملڻا ٿيا. هن آڇ قبول ڪئي ۽ ڏورانهين ڏيهه روانو ٿيو. هن کي ڏکڻ آفريڪا جي ڏکين حالتن جو ڪوبه اندازو نه هو. جڏهن جهاز زنزيبار تي لنگر ڪيرايو ته هن جهاز تان لهي، شهر جي ڪورٽن جو جائزو ورتو ته ڪيس ڪيئن ٿا هلائين ۽ اُڪلائين. هن کي احساس ٿيو ته ڪاروبار ۽ حساب ڪتاب بابت پيچيل سوال ۽ جواب هن جي مٿان گذري ٿي ويا. جنهن ڪيس جي پيروي ڪرڻ لاءِ پاڻ ڏکڻ آفريڪا وڃي رهيو هو اهو ڪيس به ڪاروبار جي حساب ڪتاب ۽ کاتن بابت هو.

گانڌيءَ حساب ڪتاب ۽ ڪامرس تي ڪتاب ورتو ۽ انهيءَ جو چڱيءَ ريت اڀياس ڪيائين. ڏکڻ آفريڪا جي ڌرتيءَ تي لهندي ئي هن کي احساس ٿيو ته گورن جو رويو هندستانين سان ڪيڏو نه خراب ۽ ذلت ڀريو آهي. هن کي ڪنهن به گوري وڪيل نه قبول ڪيو ۽ نه ئي هن جو ڪنهن آدر ڀاءُ ڪيو. گورا هن کي ”ڪولي بئريسٽر“ سڏڻ لڳا. ڏرٻن پهچڻ کان پوءِ، ٽئين ڏينهن

---

[2]. دادا عبدالله (م)

هيءَ ڪورٽ ويو. جيئن ئي ڪورٽ ۾ حاضر ٿيو ته جج هن کي پٽڪي لاهڻ جو حڪم ڏنو. هن جج جو حڪم نه مڃيو ۽ ڪورٽ مان ٻاهر نڪري آيو.

اهڙين ئي ذلت ڀرين ۽ آڻ سونهندڙ حالتن ۾ هن پنهنجا گڻ ۽ لياقتون ڏيکاريون.

گانڌيءَ پنهنجي اصيل دادا عبدالله کان ڪيس جا تفصيل ورتا ۽ انهن جو چڱيءَ ريت جائزو ورتو. هن ڏٺو ته ٻئي ڌريون، ڪورٽن جا چڪر ڪاٽينديون ۽ وڪيلن کي فيون ڏينديون نه رڳو پنهنجو وقت برباد ڪنديون، پر ميڙي چونڊي به داءَ تي لڳائي، ڪنگال ٿي وينديون. گانڌيءَ کي پنهنجي اصيل جي مال تي مشهور ٿيڻ جو شوق نه هو ۽ نه ئي ڪو مال ميڙڻو هو. هن جو خيال هو ته هڪ سچي قانوني مشير طور هن جو ڪم ٻنهين ڌرين جو پاڻ ۾ سرچاءُ ڪرائڻ آهي. جڏهن گانڌيءَ پنهنجي من جي ڳالهه اصيل، دادا عبدالله سان ڪئي ته هو ڏاڍو گهبرائجي ويو ۽ دل مان هٽڻ لڳو. گانڌيءَ هن کي خاطري ڪرائي: "تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ ڪيس بابت جيڪي حقيقتون ۽ نقطا آهن، انهن جي خبر ڪنهن ٻئي بشر ته ڇا پر ملائڪن کي به نه پوندي." ڪيس وڌيڪ پڪ ڏياريائين ته "آءُ ٻيءَ ڌر کي رڳو اها صلاح ڏيندس ته اُها ثالث تي راضي ٿئي." خير، گانڌيءَ جي ٽياڪڙيءَ کان پوءِ به ڪيس هڪ سال تائين هلندو رهيو.

ڏکڻ آفريڪا ۾ گانڌيءَ کي مشاهدي ۽ مطالعي جو موقعو مليو ۽ هن ڏٺو ته بهترين اٽارني ۽ وڪيل ڏکيا ڪيس ڪيئن ٿا هلائين ۽ اُڪلائين. هن دادا عبدالله جي ڪيس ۾ شاهديون پيش ڪيون ۽ نيٺ ڪيس ختم ٿيو. ٻنهين ڌرين فيصلو قبول ڪيو پر گانڌي پنهنجي وڪالت جي ڌنڌي جي حوالي سان ٻي دليو تي پيو ڇو ته ڪوبه وڪيل ڪي به قانوني نقطا اٿاري، ڪيس کي اينگهائي سگهيو پئي، جنهن سبب ٻنهين ڌرين کي مالي نقصان ٿيندو ٿي رهيو.

گانڌيءَ اجا ڊربن ۾ وڪالت شروع ئي مس ڪئي هئي تہ هڪ ڏينهن هڪڙو مزدور سندس آفيس ۾ روئندو داخل ٿيو رت پئي ڳڙيس، ڪپڙا ليڙون هئس ۽ ٻہ ڏند تازا ڀڳل هئس. مزدور ڪيس ٻڌايو تہ هن کي پنهنجي گوري مالڪ ڏاڍي مار ڪئي آهي. گانڌيءَ هن کي آٿت ڏني ۽ ٿڌو ڪيو. هڪ گوري ڊاڪٽر کان هن جي ملم پٽي ڪرايائين ۽ ڏڪڻ بابت سرٽيفڪيٽ ورتائين. گانڌيءَ پورهيت جو ڪيس وڙهيو ۽ کٽيائين. ان کان پوءِ ان مزدور لاءِ نئون مهربان مالڪ ڳوليائين. انهيءَ واقعي کان پوءِ گانڌي هندستاني پورهيتن ۾ ڏاڍو مقبول ٿيو. هنن کي گانڌيءَ جي روپ ۾ چڻ تہ هڪ محافظ ۽ رهبر ملي پيو هُجي. هندستاني، هن کي پورهيتن جو واهرو ۽ ۽ هڏ ڏوکي سمجهڻ لڳا.

هڪ سال جي تجربي هن کي گهڻو پُراعتماد بنايو. ڪجهہ دليلن ۽ گفتگوءَ کان پوءِ، گوري سرڪار ساڳي ڪولي بئريسٽر کي ناتال سپريم ڪورٽ ۾ ڪيس وڙهڻ جي اجازت ڏني. گورا اٽارني هن کي ڪيس نہ ڏيندا هئا. پر هيءُ پنهنجي لاءِ پاڻ بہ مصيبتون پيدا ڪندو هو. هن جي هر وقت اها ڪوشش هوندي هئي تہ اهو ثابت ڪري تہ وڪالت هڪ ڪوڙي ڪِرتِ ناهي. هن ڪڏهن بہ سچي ڳالهہ لِڪائڻ جي نہ ڪوشش ڪئي ۽ نہ ئي شاهدن کي حاضريءَ کان اڳ تياري ڪرائي. هِن کي ڪيس کَٽڻ ۽ هارائڻ جي پرواهہ نہ هوندي هئي. هيءُ ڪڏهن بہ پنهنجي طئہ ٿيل فيءَ کان گهٽ يا وڌ رقم نہ وٺندو هو ۽ جيڪڏهن فيءَ مان ڪي پئسا رهجي بہ ويندا هئا تہ هيءُ پنهنجن اصيلن ڏانهن ڪڏهن بہ نياپا ۽ يادداشت ناما نہ موڪليندو هو ۽ نہ ئي ذاتي رُسامي ۽ ناراضگيءَ سبب ڪنهن تي ڪو ڪيس ڪندو هو. ڏکڻ آفريڪا ۾، مٿس چار حملا ٿيا، پر هن انهيءَ معاملي کي ڪورٽ ۾ نہ آندو. هن پنهنجي 20 ورهين جي وڪالت ۾ سوين ڪيس، ٻنهين ڌرين سان ڳالهہ ٻولهہ ڪري ڪورٽ کان ٻاهر ئي نبيريا.

هڪ ڀيري ڪيس هلائيندي هن کي لڳو تہ هن جو اصيل بي ايماني پيو ڪري. هن ماجسٽريٽ کي ڪيس خارج ڪرڻ جي درخواست ڏني ۽ پنهنجي اصيل کي غلط بياني ڪرڻ تي ڏاڍي ڇنڊ پٽيائين.

هڪ ڀيري گانڌيءَ چيو: ”منهنجن اصيلن تہ سدائين مون کي ٻئي درجي جو وڪيل سمجهيو. اهي منهنجين صلاحيتن کان ڪڏهن بہ متاثر نہ ٿيا، پر جڏهن ڏٺائون آءٌ ڪنهن بہ حالت ۾ سچ جو ساٿ نٿو ڇڏيان تہ پوءِ اُهي منهنجي پاسي تي بيٺا.“

هن جا اصيل هن جا دوست ۽ ساٿي بڻجي پيا. هن ايمانداريءَ ۽ سچ جو ڏاڪو چمايو. هڪ ڀيري هن پنهنجي هڪ پراڻي اصيل کي جيل وڃڻ کان بچائي ورتو. انهيءَ اصيل ڇا ڪيو هو جو ڪجھہ سامانُ ڪسٽم ڊيوٽي ڏيڻ بدران اٽڪل سان بندرگاھہ تان ٽڙڪائي ڪڍي ويو هو. پر جڏهن پٽڪو ڏوڙ ٿيندي نظر آيس تہ گانڌيءَ سان حال اوريائين. گانڌيءَ هن کي صلاح ڏني تہ ”ڏوھہ قبول ڪر ۽ ڏَنڊُ ڀري ڏي.“ هوڏانهن گانڌيءَ اٽارني جنرل ۽ ڪسٽم آفيسر سان ملاقات ڪئي ۽ ڪيس سڄي ماجرا ٻڌائي ۽ ٻنهي آفيسرن گانڌيءَ جي ڳالھہ مڃي ۽ ڪورٽ ۾ ڏوهاريءَ کان هڪ سوال بہ نہ پڇيائون ۽ ڏوهاريءَ تي رڳو ڏنڊ وڌائون. انهيءَ پراڻي اصيل، احسامنديءَ ۽ شڪرگذاريءَ طور سڄي ڳالھہ پيرائتي لکي فريم ڪرائي پنهنجي آفيس ۾ پٽِ تي ٽنگي ڇڏي تہ ڪيئن هن ڪسٽم نہ ڀريو ڪيئن هن کي سزا اچڻ واري هئي ۽ پوءِ گانڌيءَ سان ڳالھہ ڪيائين. هُن ڪيئن ڪيس سچ ڳالهائڻ ۽ ڏوھہ قبولڻ لاءِ چيو ۽ نيٺ هن جي عزت بچي ويئي. وغيره. وغيره.

هڪ ڀيري هن ڏٺو تہ هن جي اصيل جي حساب ڪتاب ۾ انگن جي غلط داخلا ٿيل آهي. هن اها ڳالھہ پنهنجي مخالف کي سمجهائي، ۽ پنهنجي اصيل کي ڏاڍا دڙڪا ڏنائين. پهرين تہ جج گانڌيءَ جي دليلن ۽ پيرويءَ تي گهڻو چڙيل هو پر پوءِ گانڌيءَ جي ايمانداري ڏسي، فيصلو هن جي حق ۾

ڏيندي، ٻي ڏُر جي وڪيل کي چيائين تہ ”جيڪڏهن گانڌي اِهو نقطو نہ اُٿاري ها تہ تون ڇا ڪرين ها؟“

ڪورٽن جا جج ۽ بار جا سڀ وڪيل هن جي عزت ڪندا هئا. هن جا هندستان ۽ ڏکڻ آفريڪا ۾ ڪيترائي گورا ۽ مقامي اصيل هئا. هندستان ۽ آفريڪا ۾ هن ڏٺو تہ جيڪڏهن ڪورٽن ۾ هڪ سئو ڪيس اچن ٿا، جن ۾ يورپي ۽ هندستاني ڏُر آهن تہ نوانوي سيڪڙو هندستانين کي انصاف پلئہ نٿو پوي، شايد اهڙين حالتن سبب مجبور ٿي هن چيو هو: ”سنگين سزا جيڪا ڪارن ۽ هندستانين کي ڏني وڃي ٿي، اهڙي ڪنهن انگريز کي ملي آهي؟ ڏسو تہ ڪارن خلاف رِڻ ٻارينڊڙ ۽ نسورو ظلم ڪندڙ انگريز آفيسرن کي ڪيئن نہ نالي ماتر سزا ڏني وڃي ٿي!“

گانڌي جا وڪالت ڪرڻ ۽ وڪالت جي پيشي لاءِ ڪي سُٺا ويچار نہ هئا، پر پوءِ بہ هن کي وڪالت مان سٺي ڪمائي ٿي رهي هئي. هندستان ۾ تہ هن وڪالت ٿوري وقت لاءِ ڪئي، پر ڏکڻ آفريڪا ۾ هو 20 ورهيہ ڪندو رهيو. هن شروع شروع ۾، هڪ سُٺي علائقي ۾ گهر ورتو ۽ انهيءَ کي هڪ اُپرندڙ بئريسٽر جي شان ۽ معيار پٽاندر سينگاريو. آچر ۽ موڪل وارن ڏينهن تي گهر ۾ دعوتون ڪندو هو. ان کان سواءِ پنهنجن دوستن ۽ ماتحتن کي گهرائي راتيون بہ رهائيندو هو. هن جي آفيس، هن جي گهر کان ڇهہ ميل پري هئي. پاڻ شروع وارن ڏهاڙن ۾ سائيڪل تي آفيس ويندو هو پر پوءِ پنڌ وڃڻ لڳو. ان .وقت، آفريڪا ۾ ڪنهن بہ هندستانيءَ کي ٽرام ڪار جي اڳينءَ سيٽ تي وهڻ جي اجازت نہ هئي. ايئن بہ آهي تہ جيڪڏهن گانڌي ڪوشش ڪري ها تہ پنهنجي لاءِ خاص اجازت وٺي سگهيو ٿي، پر هن ائين نہ ڪيو. آهستي آهستي هن جي اُٿ ويهہ غريب ۽ مزدور طبقي سان ٿيڻ لڳي ۽ پوءِ نٽ ٺانگر ڇڏي ڏنائين. جڏهن پاڻ 40 ورهين جو ٿيو تہ اُن وقت هن جي ماهوار آمدني چار هزار هئي. تڏهن هن وڪالت ڇڏي ڏني ۽ عوامي ڀلائيءَ جا ڪم ڪرڻ لڳو.

گانڌي ڪيترائي سال پوءِ، وڪيلن ۽ بئريسٽرن کي ڳريون فيون وٺڻ تي ننديو هو ۽ چيو هئائين تہ وڪيلن غريبن لاءِ انصاف ڏاڍو مهانگو ڪري ڇڏيو آهي.“ هن وڌيڪ چيو تہ ”ڪورٽون شاهہ خرچيءَ هيٺ هلايون وڃن ٿيون. جيڪڏهن اها روش جاري رهي تہ غريبن کي ڪڏهن بہ سستو ۽ تڪڙي تي انصاف ڪونہ ملندو.“ گانڌيءَ ٻڌايو تہ: ”هڪ سٺي وڪيل جي آمدني پنجاهہ هزارن کان شروع ٿي، لکن ۾ ختم ٿئي ٿي.“ هڪ ڀيري گانڌيءَ چيو تہ: ”جيڪڏهن وڪيل سچ جو ساٿ ڏين تہ قانوني مشاورت ۽ وڪالت نفعي بخش ڪاروبار رهي نہ سگهندو ۽ نہ عام ماڻهو وڪيلن ۽ ڪورٽن جي وَرِ چڙهيل رهندا. وڪالت جو ڌنڌو بداخلاقي ۽ ڏوهہ سيکاري ٿو. پنهين ڌُرين جا وڪيل، پنهنجن شاهدن کي پڙهائي، طوطو بنائي، ڪوڙ هڻائين ٿا. اهڙيءَ طرح اُهي پنهنجي روح جو ڏيوالو ڪڍي، ٿورڙا ٽَڪا ڪمائين ٿا.“

گانڌيءَ محسوس ڪيو هو تہ انصاف کي سستو سوَلو ۽ صاف ۽ شفاف بنائڻ لاءِ انقلابي تبديلين جي گهرج آهي. هيءَ غريبن جا ڪيس نالي ماتر رقم عيوض کڻندو هو پر ڪو عوامي ڀلائيءَ ۽ سهائتا جو ڪيس هوندو هو تہ ان لاءِ ٽڪو بہ نہ وٺندو هو. جڏهن ڏکڻ آفريڪا ۾ غريبن کي ڪولي ڪالونيءَ مان ميونسپل اختياريءَ لڏائي رهي هُئي تہ ان مهل هِن غريبن جو ساٿ ڏنو. هِن هر رهواسيءَ جو ڪيس گهڻي محنت سان تيار ڪيو ۽ في ڪيس جو معاوضو رڳو ڏيڍ سئو رپيا ورتو. هن ستر ڪيسن مان رڳو هڪ ڪيس هارايو. پيچاڙيءَ ۾ جملي فيءَ جو اڌ هن هڪ خيراتي اداري کي ڏنو.

گانڌيءَ ڏکڻ آفريڪا ۾ انساني حقن جي بحاليءَ لاءِ حڪومت خلاف مزاحمت ڪئي. هن تي ڏکڻ آفريڪا ۽ هندستاني ڪورٽن ۾ ڪيس هلايا ويا ۽ ڪيترائي ڀيرا جيل پڻ ويو. ڏکڻ آفريڪا جي انهن ساڳين ڪورٽن ۾ هن کي هٿڪڙيون هڻي ڪٽهڙي ۾ ويهاريو ويو جتي هن ڏهن سالن تائين هڪ ڪامياب بئريسٽر طور ڪيس هلايا هئا. جڏهن ڪيس ڀيريون ڀيرو هندستان ۾ سزا آئي تہ هن جو نالو بئريسٽرن واري فهرست مان خارج ڪيو ويو.

گانڌيءَ جڏهن عدم سهڪار جي تحريڪ شروع ڪئي ۽ ڪورٽن جي بائڪاٽ جو سڏ ڏنو تہ هن قانون ٽوڙيندڙ وڪيل جي سَڏَ کي ڪيترن ئي وڪيلن وَرنايو ۽ پنهنجون وڪالتون ڇڏي اچي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ شامل ٿيا.

گانڌيءَ کي هر هڪ بار ڪائونسل عزت ۽ مان ڏنو ۽ هن جي شان ۾ تقريرون ڪيون ۽ مانَ - پٽَر پيش ڪيا. گانڌيءَ پڇاڙيءَ ۾ سيني جا ٽورا مجيندي چيو: "آءٌ پنهنجي اندر جي جج جي فيصلي پٽاندر قانون، جنهن جي اوهان پيروي ڪريو ٿا، سو وساري ڇڪو آهيان." پوءِ هيءَ ڳُل چمار قانون جي وضاحت ۽ وڪالت ڪرڻ بدران قانون ٽوڙيندڙ ئي رهيو.

# درزي



ڏکڻ آفريڪا ۾ گانڌيءَ کي ٻه ڀيرا سخت پورهيي سان سزا ڏني ويئي هئي. ڪجهه هفتن تائين ته کيس روزانو نوَ ڪلاڪ جيل ۾ ڪتبِ ايندڙ پڙدن ۽ قاتل ڪمبلن کي توپي ڳنڍڻو پوندو هو. ان کان سواءِ، هيءُ ٿلهي ڪپڙي کي ڪتري قيدين جي قميصن لاءِ کيسا به ٺاهيندو هو. عجيب ڳالهه هيءَ آهي ته هيءُ پنهنجو ڪم وقت تي پورو ڪري، انتظاميا کان وڏيڪ ڪپڙي جي گهر ڪندو هو ته جيئن وڏيڪ ڪيسن لاءِ ڪپڙي جا ٽُڪرَ ڪتري سگهي.

هڪ ڀيري، هندستاني جيل ۾ هن ڪيترائي ڏينهن سانده سلائي مشين تي ڪم ڪيو ڇو ته هن مشين هلائڻ ۾ پڙ ٽيڻ پئي چاهيو. کيس ڳريون ۽ وڏيون مشينون نه وڻنديون هيون، ڇاڪاڻ ته اهي پورهين جي جاءِ

والاري رهيون هيون ۽ انهن جي مالڪي سرمائيدارن وٽ هئي. هن جو خيال هو ته 'مشينن کي انسان جي ضروري محنت جو بدل نه هجڻ گهرجي.' پر مک مسئلو هيءُ هو ته لکين ماڻهن جي واندڪائيءَ کي ڪيئن تعميري ڪم ۾ ڪتب آڻجي؟ هن کي سبڻ واري مشين سان خاص لڳاءُ هو ڇو ته هن جي خيال ۾ 'ڪُجهه ڪم وارين ايجادن مان سلائي مشين به هڪ آهي.' گانڌيءَ جڏهن سلائي مشين تي پنهنجي زال کي ڪپڙن سبڻ واري محنت پيري ڪرت ڪندي ڏٺو ته پيار وچان هُن لاءِ مشين هلائڻ سکيائين. ته جيئن هو اُن جو مددگار ٿي سگهي. سندس خيال ۾ 'سلائي مشين پيار ۾ پورهيي جي ميجتا جو اهڃاڻ آهي.' گانڌيءَ هڪ پيري، پنهنجي هڪ آشرم جي ساٿياڻيءَ کي لکيو هو "وڳي سبڻ جي ڳڻتي نه ڪجانءِ، ڪجهه ڪلاڪن ۾ وڳو سبي سگهجي ٿو ۽ اسين سلائي مشين پاڙي مان اُڌاري وٺي سگهون ٿا" هن کي پنهنجي هٿ ۽ ڏانوَ تي وڏو اعتماد هو. هيءُ پنهنجي زال لاءِ چولو ڪاٽي ۽ سبي سگهندو هو. هن آشرم ۾ رهواسين کي تر جا مشهور موچي ۽ درزي موچڪي ۽ درزڪي ڪم بابت سمجهاڻيون ۽ سکيا ڏيندا هئا. هيءُ ڪپهه ڪتي، آڏاڻي تي تاڻي، پنهنجو ڪڙتو پاڻ ٺاهيندو هو.

گانڌيءَ هارين جي نير پوکڻ واري جدوجهد مهل قومي پوشاڪ پهرڻ جو فيصلو ڪيو. ته هڪ برطانوي صحافيءَ ٽوڪ ڪندي چيو: "تنهنجي اِها پوشاڪ عارضي آهي." گانڌيءَ کيس جواب ڏيندي چيو: "مون سوديشي ٿيڻ جو وچن ڪيو آهي. اڄ کان وٺي منهنجا ڪپڙا هٿ سان اُٽيل ۽ هٿ سان سبيل هوندا، پوءِ اِهو ڪم آءٌ پاڻ ڪريان يا وري منهنجو ڪو ساٿي ڪري."

گانڌيءَ پوءِ ڪڙتو پائڻ ته نه ڇڏيو پر ڌوتي به پائڻ شروع ڪيائين. جڏهن هيءُ ڪپڙا سبڻ ۾ رُڌل هوندو هو ته اُن وقت به پنهنجي سيڪريٽريءَ کي زباني خط لکرائيندو رهندو هو. جڏهن آغا خان محل ۾ نظربند هو ته هن جيل سپريڊنٽ کي سندس جنم ڏينهن تي کاڌيءَ جا اُٽيل رومال سُوکڙيءَ

طور ڏنا هئا. رومال تي سپرٽينڊنٽ جي نالي جا شروعاتي اکر لکيل هئا، جڏهن هن رومال اٽيو هو ان وقت سندس ڄمار 74 ورهيه هئي.

هن پنهنجي نگرانيءَ ۾ هڪ ساٿياڻيءَ کان، پنهنجي پسند واري شال تي ڪاڏيءَ جي ڏاڳي جون ڇٽيون هٽايون هيون ۽ پوءِ هوڙاها ساڳي شال پائي گول ميز ڪانفرنس ۾ برطانيا جي وزير اعظم سان گڏ ويٺوهو. هن ڪڏهن به ڏيکاءُ نه ڪيو ۽ نه ئي پراڻن ڪپڙن پهرڻ تي پڇتاءُ ڪيائين. هڪ ڀيري ڪنهن گڏجاڻيءَ ۾ هن ڏٺو ته هڪ ورڪر ڦاٽل ڪپڙا پايو ويٺو آهي. هن جلديءَ ۾ هڪ نوٽ لکي ورڪر کي ڏنو جنهن ۾ لکيائين: "ڦاٽل ڪپڙا پائڻ سُستيءَ جي نشاني آهي، ان تي شرم اچڻ گهرجي. پر ڇتيءَ لڳل ڪپڙا پائڻ عزتُ يا ڏانوَ جو اُهڃاڻ آهي. تنهنجيءَ چادر ۾ ٽيل ٽُنگ مون کي سُٺو نه لڳو. اها صورتحال ٻڌائي ٿي ته تون ڇڙو آهين يا جي سگهرو آهين ته تنهنجي ۽ زال وچ ۾ سرچاءُ ناهي يا هيءَ تنهنجي پنهنجي سستي آهي."

# ڌوٻي



ٻئريسٽر گانڌيءَ کي ڌهاڙي صاف ستري ۽ اُجري يورپي وڳي ۾ ڪورٽ وڃڻو پوندو هو جنهنڪري ڪيس وڪيلن واري خاص ٺاهِ روزانو ڌوئڻي پوندي هئي. انهيءَ کان سواءِ، هيءُ پنهنجي شرٽ پڻ هر ٻئي ڏينهن ڌوئاريندو هو. ڪپڙن ڌئارڻ تي هن جو چڱو خرچ ايندو هو. ڌوٻي بہ گهڻي ڀاڱي ڪيس ڪپڙا دير سان ڏيندو هو. جيتوڻيڪ، هن کي ٻارنهن کن شرٽون ۽ ڪجهہ ٽائيون هيون، پر پوءِ بہ ڌوٻي هن کي وقت تي ڪپڙا پهچائي نہ سگهندو هو. گانڌي پنهنجا خرچ گهٽائڻ پئي گهريا. هڪ ڏينهن بازار مان وچي ڪپڙن ڌوئڻ جو سڄو سامان ۽ ڌوٻڪي ڌنڌي بابت هڪ ڪتاب بہ وٺي آيو. جنهن کي چڱيءَ ريت پڙهيائين ۽ پوءِ ان ۾ ڏسيل صلاح تي عمل ڪندي ڪپڙا ڌوئڻ لڳو. ويچاري ڪستوربائي[3] کي بہ بخشيائين، ان کي بہ

[3]. گانڌيءَ جي ڌرمپتني، سندن شادي 1881ع ۾ ٿي هُئي.

سڌي ڪتاب ۾ ڏسيل طريقن پٽاندر ڪپڙا ڌوئڻ سيکارڻ لڳو. هن نئين شروع ڪيل شوق سبب سندس ڏهاڙيءَ جو ڪم وڌڻ لڳو. پر هيءُ آڻ مڃڻ وارو نہ هو.

هن ڌوٻيءَ تي ڀاڙڻ بدران پاڻ وهيڻو ۽ پاٽيروٽيڻ پئي چاهيو. هڪ ڏينهن پنهنجي وڪيلن واري ٽاءِ کي ڪجهہ وڌيڪ ڪَلَفُ ڪري ويو ۽ سڙڻ جي ڊپ کان ڪالر کي استري ڪرڻ مهل گرم بدرانِ ٿڌيءَ استري سان استري ڪيائين. پر ٽاءِ کي ايترو تہ ڪلف هنيو هئائين جواِها ڀيٽي نہ پئي ٿِي. هيءُ بہ مڙڻ وارو نہ هو اُن اُيي ڪالر سان ڪورٽ هليو ويو. سندس دوست هن جو ڪالر ڏسي ڏاڍاِ کليا. دوستن جي کل ۾ پوڳ تي ارهو ٿيڻ بجاءِ زنده دليءَ سان ورندي ڏنائين: ”يار! ڪپڙن کي ڪلف ڏيڻ جو هيءُ منهنجو پهريون تجربو هو. انڪري مڙئي ڪلف ڪجهہ سوايو اچي ويو آهي. اِن ۾ کلڻ جي ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ پر خير، گهٽ ۾ گهٽ توهان کليا تہ سهي.“

هڪ سنگتيءَ گانڌيءَ کان پڇيو تہ ”هتي ڌوٻين جي کوٽ آهي ڇا؟“ گانڌيءَ وراڻيس ”نہ. ڌوٻي تہ کوڙ آهن پر خرچ گهڻو ٿو ٿئي. ڪالر ڌئارڻ تي جيترو خرچ اچي ٿو اوترو ان جي خريدڻ تي بہ نٿو اچي. ان کان سواءِ، ڌوٻيءَ تي ڀاڙڻو بہ پوي ٿو انڪري آءٌ پنهنجا ڪپڙا پاڻ ڌوئڻ ئي بهتر سمجهان ٿو.“ واقعي هن ايئن ڪري ڏيکاريو. هيءُ باقي عمر هڪ ماهر ڌوٻي ٿي رهيو.

هڪ ڀيري گوکلي[4] گانڌيءَ وٽ مهمان ٿي آيو. گانڌي کيس پنهنجو گرو مڃيندو هو. گوکلي کي ڪنهن شاهي دعوت ۾ شرڪت ڪرڻي هئي. هن جي مفلر کي سٽ يا ڪنهن ٻي شيءِ جا نشان لڳل هئا، وقت ايترو ٿورو هو جو مفلر ڌوٻيءَ کان ڌوئاري نہ پيو سگهجي. گانڌيءَ وقت جي نزاڪت کي ڏسندي گوکلي کي چيو ”آءٌ توهان جو مفلر ڌوئي، استري ڪري ڏيان.“

---

[4]. گوپال ڪرشن گوکلي (1866-1915) مهاراشٽر جو ناليوارو سماج سڌارڪ ۽ هندستان جو هڪ اهم اڳواڻ هو.

گوڪلي، ڪيس چيو "آءُ تنهجي وڪيل واري صلاحيت تي تہ ويساھہ ڪري سگهان ٿو پر هڪ ڌوٻيءَ طور مون کي تو بابت سوچڻو پوندو." گوڪلي هن کي وڏيڪ چيو "متان مفلر ڦاڙي يا ساڙيٰ وجهين." گانڌيءَ اعتماد سان وراڻيو "نہ، ائين نہ ٿيندو." هن گوڪلي کي اهڙو تہ سٺو مفلر ڌوئي، استري ڪري ڏنو جو ڪيس چوڻو پيو تہ: "هاڻي تنهنجي ڌوٻيءَ وارين صلاحيتن بابت مون کي دنيا ڪان سَند وٺڻ جي گهرج ناهي. تون واقعي بہ پلوڙ ڌوٻي آهين."

ڏکڻ آفريڪا واري آشرم ۾ پاڻيءَ جي کوٽ هوندي هئي. عورتن کي ڪپڙا ڌوئڻ لاءِ چڱي پنڌ تان پاڻي آڻڻو پوندو هو. انهيءَ ڪم ۾ گانڌي هنن جي مدد ڪندو هو. شروع وارن ڏينهن ۾، هن جي آڏاڻن تي ڪنهن قدر ڳريون ساڙهيون اُٽيون ويندڙيون هيون. پر (آشرم جي) عورتن ڪڏهن بہ انهن جي پاڻڻ تي اعتراض نہ واريو. پر جڏهن ڌوئيندڙيون هيون تہ گهڻو ڳرڳنديون هيون. گانڌي هنن سان هٿ همراهي ڪرائيندو هو ۽ سندن ساڙهيون ڌوئندو هو. هن ڪڏهن بين جا ڪپڙا ڌوئندي عار محسوس نہ ڪيو. هڪ ڏينهن هيءُ هڪ شاهوڪار وٽ مهمان ٿي ويو. جڏهن وهنجڻ لاءِ غسل خاني ۾ ويو تہ ڏٺائين تہ زمين تي هڪ ڌوتي پئي آهي. هن پنهنجي ڌوتيءَ سان گڏ انهيءَ کي بہ ڌوئي اُس ۾ وڌو. (هن کي ڪپڙا، خاص ڪري اڇا ڪپڙا اُس ۾ سڪائڻ سان خاص دلچسپي هوندي هئي. هيءُ چوندو هو "اڇي ڪپڙي کي اُس ۾ سڪائڻ سان انهيءَ ۾ وڌيڪ نکار ۽ اوجر اچي ٿي ۽ جيوڙا بہ مرن ٿا) هيءُ جڏهن ڌوتيون اُس ۾ سڪائڻ لاءِ وجهي موٽيو تہ هن جي ميزبان کيس چيو "باپو، هيءُ ڇاپيا ڪريو؟" گانڌيءَ ورندي ڏنس، "ڇو ڇا ٿيو؟ هڪ چڱي موچاري ڌوتي ميري لڳي، پٽ تي پئي هئي، ان کي ڌوتو اٿم ۽ هاڻي سڪايان پيو. هون‌ءَ بہ پلا شين کي اڇو اجرو ڪرڻ ۾ ڪهڙو عار!" گانڌيءَ لاءِ تہ مڙئي خير هو. پر سندس ميزبان ڏاڍو لڄي ٿيو.

# حجم



ڏکڻ آفريڪا پهچڻ کان هڪ هفتو پوءِ، گانڌيءَ کي پنهنجيءَ وڪالت جي ڪم ڪار جي سلسلي ۾ شهر ويڃڻو پيو. هن هڪ ٽيڪسي ڀاڙي تي ٻڌي ۽ ڪم ڪار لاهي ڊرائيور کي چيائين، ”ڪنهن هوٽل تي هلي چڙ.“ ٽيڪسيءَ واري گاڏي شهر جي هڪ سُٺي هوٽل اڳيان اچي بيهاري. هيءُ سامان لاهي اندر ويو ۽ هوٽل جي سينگاريل دخل اڳيان سامان رکي، گوري مئنيجر کي ڪمري لاءِ چيائين. جنهن هن جو ننهن کان چوٽيءَ تائين جائزو ورتو ۽ پوءِ لاپرواهيءَ وچان چيائين، ”افسوس، اسان وٽ ڪو بہ ڪمرو خالي ناهي.“ هن کي رات پنهنجي هڪ دوست جي دُڪان ۾ گذارڻي پئي. جڏهن پنهنجي دوست کي هوٽل وارو قصو ٻڌايائين تہ سندس دوست وراڻيس: ”تو اهو ڪيئن سوچيو تہ توکي هوٽل ۾ ڪمرو ملندو؟“ گانڌيءَ

چيو. ”ڇو ان ۾ ڪهڙي ڳالهه آهي؟“ جنهن تي دوست چيس ته ”خير، آهستي آهستي سڀ خبر پئجي ويندئي.“ واقعي هن کي چڱيءَ ريت معلوم ٿيو ته ڏکڻ آفريڪا ۾ ڪيئن هر هنڌ هندستانين جي بي عزتي پئي ٿي. گانڌيءَ کي خود به ڇماٽون لڳيون، ٺونشا لڳا، لتون ۽ مُڪون لڳيون ۽ ريل گاڏيءَ مان ڌِڪا ڏئي لاٿو ويو. ڇاڪاڻ ته هيءَ گورو نه، پر هندستاني هو. پر پوءِ به هيءَ اهو سمجهي نه سگهيو ته گورا هندستانين جي ايتري تذليل ڇو ٿا ڪن! ڇو ته هِن اڳيان سوال هيءَ هو ته: ”ڇا سڀ انسان خدا جا ٻار نه آهن ۽ ڇا عيسا مذهب پيار ۽ ڀاجهه جو درس نٿو ڏئي؟“

هڪ ڏينهن گانڌي، سِيرتَ ٺهرائڻ لاءِ هڪ سئلون تي ويو. گوري حجم هن کان پڇيو: ”ڪهڙو ڪم آهي؟“ هن چيس ته ”وار ٺهرائڻا آهن.“ حجم ورندي ڏنس، ”آءُ تنهنجا وار نه ٿو ٺاهي سگهان. جيڪڏهن مون ڪنهن ڪاري ۽ ناسي چمڙيءَ واري جا وار پنهنجي سئلون تي ٺاهيا ته پوءِ گورا گراهڪ مون وٽ نه ايندا.“ گانڌيءَ کي گوري حجم جي اهڙي ڇوڙ تي رنج رسيو ۽ انهيءَ بي رُخيءَ ۽ بيعزتيءَ کيس ڏاڍو رنجايو. هيءَ بازار ويو ۽ وار ٺاهڻ جا اوزار وٺي آيو ۽ پنهنجا وار پاڻ ٺاهڻ شروع ڪيائين. هيءَ پنهنجي ڏاڙهي ته اڳ ۾ ئي پاڻ لاهيندو هو پر وار ٺاهڻ ٻي ڳالهه هئي. هونءَ به اهو ڪم ڪنهن به طرح هڪ وڪيل جو ته نه هو. پر پوءِ ڪنهن به طرح وار ٺاهي، ٻئي ڏينهن ڪورٽ ويو. جڏهن هن جي ساٿين هن جي گهٽ وڌ ڪٽيل وارن کي ڏٺو ته سندن کِلَ بيٺي نه ٿئي. نيٺ، هڪ ساٿيءَ پنهنجي کِلَ روڪي، هن کان پڇيو: ”گانڌي، ڏي خبر تنهنجا وار ڪُتا ٽُڪي ويا آهن ڇا؟ گانڌيءَ ڏاڍي سنجيدگيءَ سان ورندي ڏني، ”نه. اصل ۾ گوري حجم، هڪ ڪاري ماڻهوءَ جي وارن کي هٿ لائڻ کان انڪار ڪيو. انڪري، مون پنهنجا وار پاڻ ٺاهڻ جو فيصلو ڪيو آهي، پوءِ ڪٽي ڪيترا به خراب ڇو نه ڪٽيان.“

گانڌيءَ جو پنهنجي حجامت پاڻ ڪرڻ جو اهو پهريون تجربو هو. ان وقت سندس عمر 28 ورهيه هئي. ان کان پوءِ، هيءَ گهڻي ڀاڱي پنهنجي

حجامت پاڻ ڪندو هو. هن جي آشرم ۾ ڪڏهن به ڪوبه حجم نه آيو. آشرم ۾ رهندڙ واري وٺيءَ سان هڪٻئي جي سيرب ٺاهيندا هئا. گانڌيءَ جي ڪوشش هوندي هئي ته آشرم ۾ رهندڙ ماڻهو صاف سٿرا هجن. هونءَ به آشرم ۾ ڪوبه فئشن نه هو. اتي رهندڙ ڪوبه ماڻهو عُمدن وڳن پائڻ يا لذيذ کاڌن کائڻ جي طلب نه ڪندو هو. هر آچر تي صبح جو گانڌي وهنجڻ کان اڳ، آشرم جي ڇوڪرن جا وار ڪياڙيءَ تائين ڪٽي ڇڏيندو هو جنهن تي ڇوڪرا ڏاڍو خفا ٿيندا هئا. هڪ ڀيري هن ٻن عورتن جا چوٽا به ڪٽيا هئا.

ڏکڻ آفريڪا جي جيلن ۾ قيدين کي قٽي رکڻ ۽ ڏيڻ جي اجازت نه هئي. جن به ڏوهارين کي ٻن يا ٻن کان وڌيڪ مهينن جي سزا مليل هوندي هئي، انهن جي ٺوڙهه ڪئي ويندي هئي ۽ مُڇون ڪُوڙيون ويندي يون هيون. پر جڏهن گانڌي ۽ سندس ساٿي قيد ٿيا ته جيل انتظاميا کين ٺوڙهه ڪرائڻ ۽ مڇن ڪوڙائڻ کان آجو قرار ڏنو. پر گانڌيءَ چيو ته "هو جيل جي هر تجربي مان گذرڻ چاهي ٿو." جڏهن گانڌيءَ جيلر کي لکت ۾ اهڙي گذارش ڪئي ته پوءِ کيس هڪ پاڪي ۽ به قئنچون ڏنيون ويون. اهڙيءَ طرح، پنهنجي سيرب کان پوءِ هو عام قيدين جي سيرب به ڪندو هو. هيءُ ۽ سندس به ساٿي ڏهاڙي ٻن ڪلاڪن تائين حجامڪو ڪم ڪندا هئا.

جڏهن هيءُ آغا خان محل ۾ قيد هو جتي هن سان آشرم جا ساٿي به گڏ هئا ته هڪ ڏينهن، هڪ نوجوان عورت هن کي چيو: "باپو مون کي ٻڦو گهڻو تنگ ٿو ڪري، دل ٿي چوي ته وار ڪوڙائي، مٿي تي ڪجهه هڻان." بنا دير جي گانڌيءَ جواب ڏنس ته "ها! دير ڇاجي، اِهو ڪم هينئر ئي ڪر ۽ قئنچي گهراءِ." قئنچي اچڻ ۾ دير ئي نه لڳي ۽ ان عورت جا ڪلهن تي پوندڙ وارَ گهڙيءَ ۾ ڪتجي هِيٺ ڪِرڻ لڳا. گانڌي جڏهن هيءُ حجامڪو ڪم ڪري رهيو هو اُن وقت سندن ڄمار 75 ورهيه هئي.

سوديشي تحريڪ وقت گانڌيءَ ولائتي سيفٽين بدران ديسي پاڪي استعمال ڪرڻ شروع ڪئي هئي. آهستي آهستي هيءُ پاڪيءَ

جو چڱو استعمال سکي ويو جو آئيني، صابڻ ۽ برش کان سواءِ بہ ڏاڙهي لاهي ويندو هو.

گانڌي حجامڪي ڪم کي ڏاڍو ساراهيندو هو ۽ سُٺن ڪاريگرن کي داد پڻ ڏيندو هو.

هڪ ڀيري گانڌي مُني لال[5] بابت لکيو تہ: "هُن مُنهنجي دِل سان سيرب ڪئي آهي. هن جي پاڪي ديسي آهي ۽ هيءَ صابڻ کان سواءِ ڏاڙهي لاهي ٿو. هاڻي تہ ڪيترن ئي ساٿين سيرب لاءِ هن جي واٽ ورتي آهي ۽ واقعي پرکيو اٿن تہ پاڪيءَ سان سيرب ڪرڻ آسان آهي."

گانڌي باخبر هو تہ ڳوٺاڻا حَجَمَ جراحيءَ ۾ ڪيڏا نہ ماهر آهن، جو هو وڏي مهارت سان قَتَ قُرڙيءَ کي ٺُڪو ڏين ٿا ۽ جسم جي ڪنهن بہ حصي ۾ ڪو ڪنڊو يا ڪا ڇيتِ پئجي وڃي تہ ٻاهر ڪڍن ٿا. پر ساڳئي وقت گهڻو اَرهو بہ هو ڇو تہ هو انهيءَ ڪم لاءِ نہ پنهنجن اوزارن کي صاف رکن ٿا ۽ نہ ئي قت قرڙيءَ جو گند اُگهڻ لاءِ صاف ڪپڙو ڪتب آڻين ٿا.

هڪ ڀيري، هڪ ڇنگيءَ هن کي چيو "آءٌ وارڌا[6] وڃڻ چاهيان ٿو." جڏهن هن کان سبب پُڇيو ويو تہ جواب ڏنائين، "سيرب لاءِ." گانڌيءَ پڇيس، "هتي اِهو ڪم نہ ٿو ٿي سگهي ڇا؟" ڇنگيءَ وراڻيو "هن ڳوٺ جا حجم منهنجي سيرب ناهن ڪاهيندا ۽ ڳوٺ ۾ ڪو هريجن حجم آهي ئي ڪو نہ هاڻي آءٌ انهيءَ حجم کان سيرب ڪيئن ٿو ڪهرائي سگهان. جيڪو اڳ ۾ ئي انڪار ڪريو ويٺو آهي."اِن واقعي کان پوءِ، گانڌيءَ اُن ڳوٺ جي حجم کان سيرب ڪهرائڻ بند ڪئي. گانڌي، جڏهن هڪ ڳوٺ کان ٻئي ڳوٺ سفر

---

[5]. گانڌيءَ جو ٻيو نمبر پٽ، جنهن ڏارسا لوڻ واري ڪارخاني واري واقعي ۾ اتساهيندڙ ۽ ساراهہ جوڳو حصو ورتو هو.

[6]. 1850ع جي ڏهاڪي ۾ انگريز سرڪار وارڌا کي مرڪزي صوبي ۾ شامل ڪيو هو. پر وارڌا گانڌيءَ جي آشرم ۽ 1934ع ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس جي اجلاس منعقد ٿيڻ سبب مشهوري ماڻي.

ڪندو هو ۽ پنهنجي سيرب لاءِ وقت نہ مِلندو هُئس تہ پوءِ ڪنهن بہ مقامي حجم ڪان سيرب ٺهرائيندو هو.

سوديشي تحريڪ وقت، گانڌيءَ چيو: "آءٌ پنهنجي سيرب ڪنهن اهڙي حجم ڪان ٺهرائڻ چاهيان ٿو جنهن کي کاڌيءَ جا ڪپڙا پاتل هُجن." اهڙي حجم جي ڳولا ۾ ورڪر هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙيا. هن ورڪرن کي تاڪيد ڪيو: "اسان کي پنهنجيءَ تحريڪ ۾ ڊوبين ۽ حجمن کي شامل ڪرڻ گهرجي، ڇو تہ حجم ڪچهرين جا ڪوڏيا آهن. اهي اسان جي پيغام ڦهلائڻ ۾ چڱو ڪردار ادا ڪندا."

هڪ ڀيري اُڙيسا ۾، گانڌي ڪنهن حجم جو انتظار ڪري رهيو هو تہ هڪ عورت سيرب جي سامان سميت اچي پهتي. پر ڪيس زيور جهڙوڪ: نٿ، والا، هارءِ ڪنگڻ وغيره پاتل هئا. گانڌيءَ هن کان پڇيو "تون منهنجي سيرب ٺاهيندينءَ." هن مرڪندي ڪنڌ سان هائو ڪار ڪئي ۽ پاڪي ٺپڻَ لڳي. گانڌيءَ وري هن کان پُڇيو "ايترا ڳرا زيور ڇو پاتا اٿئي؟ اهي توکي خوبصورت تہ نٿا بنائين، اهي تہ ڏاڍا گندا آهن." مائيءَ جي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا ۽ ورندي ڏنائين: "اوهان کي خبر آهي تہ اچوڪي خاص ڏينهن لاءِ، آءٌ هي زيور ڪنهن کان اُڌارا وٺي پائي آئي آهيان. سوچيم تہ اوهان جهڙي وڏيءَ هستيءَ اڳيان ٻُسي ڪيئن اچان. هن عورت گانڌيءَ جي نوڙهہ ڪئي ۽ ڏاڙهي لاٿائين. گانڌيءَ ڪيس معاوضو ڏنو جيڪو حجام عورت سندس قدمن ۾ رکيو ۽ نوڙت سان اجازت ورتائين.

# پنگي



گانڌيءَ جي راجڪوٽ واري اباڻي گهر ۾ اُڪا نالي هڪ ٻالو رکيل هو جيڪو گهر جي صفائي ڪندو ۽ گند ڪچرو ڍوئيندو هو. ننڍي هوندي هو جيڪڏهن اُڪا کي ڇُهي وجهندو هو تہ ماڻس پُتلي ٻائي پاڪ پوتر ٿيڻ واسطي کيس سنان ڪرڻ لاءِ چوندي هئي. گانڌي، هونءَ تہ هڪ فرمانبردار ۽ سياڄهو ٻار هو پر کيس پنهنجي ماءُ جي اِها ڳالهہ نہ وڻندي هئي. هو اُن وقت، جيتوڻيڪ ٻارهن ورهين جو هو پر ڳهٽو ڪري پنهنجي ماءُ سان بحث پيو ڪندو هو تہ ”اُڪا، جيڪو اسان جو گند ڪچرو صاف ڪري ٿو ان کي هٿ لائڻ سان پلا آءُ پليت ڪيئن ٿو ٿيان؟ آءُ اوهان جي حڪم جي نافرماني نٿو ڪريان، پر رامائڻ ۾ چيل آهي تہ راما، گُهاڪا کي ڀاڪر پاتو هو هاڻي ٻڌايو تہ، رامائڻ اسان کي ڪيئن ٿو غلط ٻڌائي سگهي!؟“

گانڌي ڀنگيءَ وارو ڪم هڪ ڪِرتِ طور ڏکڻ آفريڪا ۾ سکيو. هن جا ويجها دوست ڪيس پيار مان مهاڀنگي جي نالي سان سڏيندا هئا. ڏکڻ آفريڪا ۾ ٽي سال رهڻ کان پوءِ، هيءَ جڏهن پنهنجي زال ۽ ٻارن کي وٺڻ هندستان آيو ته اُن وقت، ممبئي پريزيڊنسيءَ ۾ وبا پکڙجي چُڪي هئي. انهيءَ ڳالهه جو وڏو امڪان هو ته اِها وبا راجڪوٽ تائين به پهچي سگهي ٿي. صورتحال جو اندازو لڳائيندي، گانڌيءَ هڪدم سرڪار کي پنهنجون خدمتون آڇيون. هن راجڪوٽ شهر جي هر گهر جو ڪاڪوس پاڻ وڃي جاچيو ۽ گهر جي مالڪن کي تاڪيد ڪندي چيائين ته ”گهر جو ڪاڪوس بلڪل صاف رکو.“ هن جڏهن غريب ۽ ماني مڃيءَ وارن گهرن ۾ گندگيءَ جا ڍير ڏٺا، جيڪي سُڪي سڙي ۽ ڪلرائجي ويا هئا ته هن کي احساس ٿيو ته صورتحال ڪيڏي نه ڳنڀير آهي. هوڏانهن ڪن هوند وارن گهرن اندر ڪڏون ڪوٺي ڪاڪوس نه هيا هئا، جن مان برداشت نه ٿيڻ جوڳي بدبوءِ ايندي هئي. هن کي اندازو ٿيو ته راجڪوٽ جا شهري ٻي حسيءَ جي حد تائين پنهنجن معاملن کان ڪن لاٽار ڪري رهيا هئا.

راجڪوٽ شهر جي رهواسين مان، جيڪڏهن ڪن گانڌيءَ جي مشورن پٽاندر پنهنجا ڪاڪوس صاف ڪيا ۽ گند ڪچري کي ٽانيڪو ڪيو ته اهي رُڳو پورهيت، ۽ ڪم ذاتيا هئا. گانڌيءَ شهرين کي وري وري چيو ته ”ڪاڪوسن ۾ به ناليون نه هيون. هڪ پيشاب لاءِ ۽ ٻي پائخاني لاءِ، چو ته ايئن ڪرڻ سان ڪاڪوس جي صفائي ڪرڻ ۽ پائخانو ڍوئي ٻاهر اُڇلائڻ ۾ وڏيڪ آساني ٿئي ٿي.“

گانڌيءَ جي خاندان جو راجڪوٽ ۾ وڏو شان مان ۽ ناماچار هو. سندس ڏاڏو راجڪوٽ ۽ پروارين رياستن جو ديوان رهي چڪو هو. انڪري هن جي ڪٽنب کي راجڪوٽ ۽ شهر کان ٻاهر، پري پري تائين سيڪو سڃاڻندو هو. قدرت جو لقاءَ ته ڏسو ته سٺر سالن کان پوءِ، هڪ پرائيم منسٽر جو ٻٽريسٽر پوٽو شهر جا ڪاڪوس ۽ گٽر چڪاسي رهيو هو. گانڌي انهيءَ ڏکي گهڙيءَ ۾ هڪ قدم به پوئتي نه هٽيو. پاڻ مغرب جي ڪيترين ئي ڳالهين

تي تنقيد ڪندو هو پر هميشہ چوندو هو تہ ”مون گندي پاڻيءَ جي نيڪال ۽ شهري صفائيءَ جو انتظام مغرب کان سکيو آهي.“ هن اهڙو نظام هندستان ۾ بہ چاهيو ٿي.

گانڌي جڏهن ٻيو ڀيرو ڏکڻ آفريڪا مان هندستان آيو تہ هن ڪلڪتي ۾ ٿيندڙ ڪانگريس جي اجلاس ۾ شرڪت ڪئي. اجلاس ۾ هن ڏکڻ آفريڪا جي هندستانين سان ٿيندڙ ظلمن ۽ زيادتين جو تفصيلي ذڪر ڪيو. گانڌيءَ ڏٺو تہ ڪانگريس پاران قائم ڪيل ڪئمپ ۾ گندگيءَ جي نيڪال ۽ صفائيءَ جو انتظام بنهہ خراب هو. ڪجھہ وفد تہ ان ئي ورانڊي کي ڪاڪوس طور ڪتب آڻي رهيا هئا، جن جي ڪمرن ۾ اهي ترسيل هئا، ۽ حيرت جي ڳالهہ اها تہ اهڙيءَ حالت تي ڪنهن کي بہ اعتراض نہ هو. گانڌيءَ جڏهن انهيءَ ڪراهت ڀري صورتحال جي نشاندهي ڪئي ۽ ڪانگريس جي رضاڪارن کان ان بابت پڇاڻو ڪيو تہ انهن ٺَهہ پَهہ وراڻيو تہ ”اهو اسان جو نہ، پر ڀنگين جو ڪم آهي.“ سندن اِهو جواب ٻڌي گانڌيءَ ڪنهن رضاڪار کي ٻهاري آڻڻ لاءِ چيو ۽ سندن سامهون گند ٻهارڻ ۽ ڪاڪوس صاف ڪرڻ لڳو. ان ڪم کان واندو ٿي پوءِ مغربي طرز جا ڪپڙا پائي اجلاس جي سيشن ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو. ڪيترائي سال پوءِ، جڏهن گانڌي ڪانگريس جي اڪين جو تارو بڻيو تہ پوءِ ڪانگريس جي ڪئمپن ۾ ”رضاڪار ڀنگي جٿا“ قائم ٿيڻ لڳا. تاريخ ۾ اهو پهريون ڀيرو هو جو برهمڻ وڏي تعداد ۾ شودرن وارو ڪم ڪرڻ لڳا هئا.

هري پورا ۾ ڪانگريس جو اجلاس ٿيڻ مهل گندي پاڻيءَ جي نيڪال ۽ ڪاڪوسن جي صفائيءَ ۽ انتظام لاءِ ٻن هزار رضاڪارن ۽ اُستادن کي خاص سکيا ڏيئي تيار ڪيو ويو هو. گانڌيءَ لاءِ اِهو تصور ئي ڀوائتو هو تہ اسان مان ڪِن جي سجاڳپ ڀنگين ۽ ٻالن طور هجي ۽ سڀ جي چمار انهن جو ڪم ٻين جي گندگي صاف ڪرڻ هجي ۽ پوءِ اِهو پورهيو سندن سُڃاڻپ بڻجي وڃي. هن چاهيو ٿي تہ هندستان ۾ اڇوتن ۽ برهمڻ جي بنياد تي ورهايل سماج جو مڪمل خاتمو اچي.

ڏکڻ آفريڪا ۾ گورا، هندستانين جي گدلاڻپ ۽ گندگيءَ سبب ڪانئن نفرت ڪندا هئا. گانڌيءَ هندستان جي ڪالونين ۽ رهائشي علائقن جو دورو ڪيو ۽ کين پنهنجا گهر، گهٽيون ۽ پاڙا صاف سٿرا رکڻ لاءِ چيائين. هيءَ هاڻي صفائيءَ بابت عوامي گڏجاڻين ۾ ڳالهائڻ لڳو ۽ اخبارن ۾ پڻ مضمون لکيائين. گانڌيءَ جو ڊربن وارو گهر مغربي طرز جو ٺهيل هو. پر ان ۾ وهنجڻ جي جاءِ ۽ ڪاڪوسن ۾ نيڪال جو ڪوبہ بندوبست نہ هو. پر پائخاني لاءِ ڪي ڪمبوڊ يا ايٽن ڪٽي چٽجي تہ پاتوڙن نموني اونهيون گينڊيون ٺهيل هونديون هيون، جن ۾ گڏ ٿيل پائخانو ٻاهر اڇلائڻو پوندو هو ۽ وري گينڊين کي صاف ڪري، ڪاڪوس ۾ رکڻو پوندو هو. گانڌي ڪڏهن ڪڏهن پاڻ سان گڏ رهندڙ پنهنجي ڪلارڪ جي گينڊي بہ صاف ڪندو هو ۽ ڪستوربائي کي بہ ائين ڪرڻ لاءِ زور ڀريندو هو. هن پنهنجن ننڍڙن پٽن کي پڻ ايئن ڪرڻ سيکاريو. هڪ ڀيري، ڪستوربائي، وٽن رهندڙ هڪ گهٽ ذات واري هندوءَ جي گينڊي صاف ڪندي ڏاڍي ڪُرڪي هئي. سندس اهڙي رويي تي گانڌيءَ کيس ڏاڍا دڙڪا ڏنا ۽ چيائينس تہ "جيڪڏهن تو وٽ ذات پات جو متڀيد آهي تہ ڀلي هيءَ گهر ڇڏي وڃ."

هڪ ڀيري گانڌيءَ جي ويجهن ساٿين هن سان اُٺ ويهہ ڏينهن ڳالهہ ٻولهہ بند ڪري ڇڏي، ڇو تہ هن سابرمتي[7] آشرم ۾ هڪ اڇوت جوڙي کي رهڻ ڏنو هو.

هڪ ڀيري، ڏکڻ آفريڪا جي جيل ۾، گانڌيءَ جيل جا گٽر ۽ هوديون صاف ڪرڻ جو ڪم پنهنجي ذمي ڪنيو. ٻئي ڀيري، جڏهن ساڳي جيل ۾ قيد ٿيو تہ جيل انتظاميا هن کي ڀنگيءَ جو ڪم ڏنو هو.

گانڌي آفريڪا ۾ ويهہ سال رهڻ ڪان پوءِ، 46 هن ورهين جي ڄمار ۾

---

[7]. هيءَ آشرم 17 جون 1917ع تي قائم ٿيو. آشرم سامبرمتي نديءَ ڪناري، واقع آهي. هتان ئي گانڌيءَ 12 مارچ 1930ع تي'برٽش سالٽ لا'خلاف پنهنجو تاريخي مارچ 78 ساٿين سان گڏ شروع ڪيو هو.

پنهنجن ساٿين سميت هندستان واپس آيو. انهيءَ ئي سال هيءَ جڳ مشهور ڪُنڀ ميلي تي پڻ ويو هو جتي هن پنهنجن ساٿين سان گڏجي ميلي ۾ پنگين وارو ڪم ڪيو. ساڳي سال هو 'سرونٽس آف انڊيا سوسائٽي'[8] جي پوني واري آفيس ۾ پڻ ويو. صبح جو سوسائٽيءَ جي ڪجهه ماڻهن ڏٺو ته هو ڪاڪوس صاف ڪري رهيو هو. هنن کي اِها ڳالهه نه وڻي، پر گانڌيءَ جو خيال هو ته هن قسم جو ڪم ئي ماڻهوءَ کي آزاديءَ جي اهل بنائي ٿو.

ڏکڻ آفريڪا ۾ رهندي گانڌيءَ، هڪ ڪان وڏيڪ پيرا هندستان جو دورو ڪيو. هِن هر هنڌ گندگيءَ جا ڍير ڏٺا، خاص ڪري ريلوي اسٽيشنن ۾ ڌرم شالائن وارن ڪاڪوسن ۾ سالن کان سُڪي پاڻو ٿيل پائخانو پيو هوندو هو ڪن هنڌن تي اچا آلي هُجڻ سبب اُن ۾ ڪيڙا به پئجي ويا هئا. هن ڏٺو ته هندستان ۾ روڊ رستا گندا هئا ۽ هر ماڳ ۾ مڪان، ايتريقدر جو سواريءَ لاءِ ڪتب ايندڙ گاڏين جون سيٽون به گنديون هيون. پيو ته ٿهيو پر ڏاند گاڏين ۾ جُتندڙ ڏاند به هيٺا ۽ پُڇ پيل هئا، جن بابت مالڪن کي ڪابه چنتا نه هئي. هن پنهنجين اکين سان ڏٺو ته ڪيترن ئي هنڌن تي پانڌيڙا ۽ ياتري پوتر پاڻيءَ ۾ ٽُبڪيون هڻي، سنان ڪري، ڌرمي فرض ته پورو ڪندا هئا، پر هنن ڪڏهن به اهو خيال نه ڪيو هو ته اِها جاءِ، جتي هو سنان ڪري رهيا آهن، ڪيڏي نه غليظ آهي يا اهو پاڻي، جنهن ۾ هو ٽُبڪيون هڻي رهيا آهن، ڪيترو نه ميرو آهي؟ هن اِهو به ڏٺو ته واهن، تلائن ۽ ندين جي ڪپرن ۽ ڪنارن کي گدلو ڪندڙ به اُهي ئي ماڻهو هئا، جن جا پرپاسي ۾ ڳوٺ هئا. افسوس ته اهي ساڳيا ماڻهو اهو گندو پاڻي رڌ بچاءَ ۽ پيئڻ لاءِ به ڪتب آڻي رهيا هئا. گانڌي جڏهن ڪاشيءَ جي شوناٿ مندر ويو ته هن کي اهو ڏسي

---

[8]. گوکلي ۽ سندس ساٿين 12 جون 1905ع تي سرونٽس آف انڊيا سوسائٽيءَ جو بنياد وڌو هو. سوسائٽيءَ جو مرڪزي دفتر پوني ۾ هو. هن سوسائٽي جا مکيه ڪم تعليم جي واڌ ويجهه، صحت جي سارسنڀال، گندي پاڻيءَ جي نيڪال جو بندوبست ۽ ڇوت ڇات رسم خلاف پروگرام مرتب ڪرڻ ۽ هلائڻ هُئو.

عجب لڳو تہ سنگ مرمر مان جڙيل مندر تي چانديءَ جا سڪا بہ چنبڙيل هئا، جن تي مٽي ڄمي ويئي هئي. هن کي اها ڳالهہ ڏسي اچرج ٿيو تہ پڳوان جي گهر ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڏاڪڻيون ڏاڍيون سوڙهيون ۽ ترڪڻيون هيون، جيڪي پانڌيئڙن لاءِ وڏي تڪليف جو ڪارڻ بڻجي رهيون هيون. گانڌيءَ کي مسافرن، خاص ڪري ريل ۾ سفر ڪندڙن جي هر هنڌ ٿُڪ ٿُڪ جي عادت بہ نہ وڻندي هئي ۽ هن کي جتي ڪٿي گند اڇلائڻ جي عادت بہ نہ وڻندي هئي. انڪري ٿي هن چيو هو: ”هندستان ۾ پير اُگهاڙا ڪري نٿو هلي سگهجي، جيتوڻيڪ بوٽ خريد ڪرڻ جي سگهہ رُڳو ٿورڙن ماڻهن کي آهي. ڏسو تہ مُمبئي جهڙي شهر ۾ بہ گهٽيءَ ۾ هلندي ماڻهن کي اِهو ڊپ رهي ٿو تہ متان مٿان يا پاسي واري گهر مان ڪو مرد يا مائي ڪو ٻُهر اُڇلائي ۽ ڪپڙا خراب ٿي پون!“

گانڌيءَ هڪ ڀيري ميونسپل پاران ڪرايل جلسي کي خطاب ڪندي چيو: ”آءُ اوهان کي ويڪرن روڊن، شهر ۾ روشنيءَ جي انتظامن ۽ خوبصورت پارڪن تي جس ٿو ڏيان. پر ڪنهن بہ ميونسپالٽيءَ جي بقا جي ضمانت تيستائين نٿي ڏئي سگهجي، جيستائين اها گندي پاڻيءَ جي نيڪال جي هودين ۽ گهٽين جي صفائيءَ لاءِ ڏينهن رات ڪوششون نٿي ڪري. هِن وقت سڀني ميونسپالٽين آڏو هڪ ئي للڪار آهي تہ شهر کي گندگيءَ کان ڪيئن آجو ڪجي؟“

اوهان ڪڏهن گانڌيءَ جي انهيءَ حڪمت ڀريي جملي تي ويچاريو آهي: ”جيستائين اوهان ٻهارو هٿ ۾ ۽ ٽوڪري مٿي تي نٿا کڻو تيستائين اوهان پنهنجين وسندين، واهڻن ۽ شهرن کي صاف سٿرو نٿا رکي سگهو.“

هڪ ڀيري هڪ ماڊل اسڪول جي وزٽ ڪرڻ وقت شاگرد ۽ استادن کي خطاب ڪندي چيائين: ”اوهان جا تعليمي ادارا مثالي، ادارا تڏهن ٿي سگهندا، جڏهن نصابي تعليم سان گڏ، اوهان شاگردن کي هڪ بهترين بورچي ۽ ڀنگي بنجڻ سيکاريو.“ هيءُ سدائين شاگردن کي چوندو هو:

”جيڪڏهن اوهان پنهنجا ڀنگي پاڻ بڻجي پئو ته پوءِ اوهان جي چئني پاسين ماحول صاف سٿرو رهندو. هڪ ماهر ڀنگي ٿيڻ لاءِ به ايتري محنت ۽ همٿ گهرجي، جيتري وڪٽوريا ڪراس[9] حاصل ڪرڻ لاءِ گهرجي ٿي.“

گانڌيءَ جي آشرم ڀرسان ڳوٺاڻن پنهنجي پائخاني ڍڪڻ کان اِهو چئي انڪار ڪيو ته ”اهو اسان جو نه پر ڀنگين جو ڪم آهي،“ ۽ وڌيڪ چيائون ته ”گوهه کي ڍڪڻ ته پري جي ڳالهه، انهيءَ کي ڏسڻ به گناهه آهي.“ گانڌي ڳوٺن ۾ صفائيءَ جي ڪم جي نظرداري پاڻ ڪندو هو. ڳوٺاڻن کي راغب ڪرڻ لاءِ هيءَ عملي طور پاڻ ڪيترن ئي مهينن تائين ٻهاري هٿ ۾ ۽ گند جي ٽوڪري مٿي تي رکي، واهڻن ۽ وسندين ۾ گند جا ڍير ڍوئيندو هو. انهيءَ ڪم ۾ هن جا مهمان ۽ دوست به شامل هوندا هئا. هن لاءِ گند جائتو ڪرڻ به هڪ فن هو.

آشرم ۾ هر قسم جي صفائيءَ جو ڪم اتي رهندڙ ماڻهو پاڻ ڪندا هئا. جيتوڻيڪ، آشرم ۾ مختلف مذهبن ۽ نسلن جا فرد رهندا هئا. پر پٽ تي ڪوبه ڪچرو نظر نه ايندو هو. ڪچري کي کڏ کوٽي پوريو ويندو هو جڏهن ته ڀاڄين جا ڇلڪا ۽ بچيل کاڌي کي ڏار کڏ ۾ پوريو ويندو هو ته جيئن اهو ڳري، ۽ پاڻ بنجي پوي ۽ زمين کي زرخيزي بخشي. هار وير ۾ استعمال ٿيندڙ پاڻي باغبانيءَ لاءِ ڪتب ايندو هو.

آشرم مکين ۽ مڇرن جي آزار کان آجو هو. جيتوڻيڪ، اُتي گندي پاڻيءَ جي نيڪال جو ڪو جديد بندوبست به نه هو. پر اِهو سڀ ڪجهه، اُنڪري هو جو گانڌيءَ ۽ هن جي ساٿين پوچي ۽ ٻهاري جو ڪم واري وٽيءَ سان پنهنجي ذمي ڪنيو هو. گانڌيءَ آشرم ۾ ڪموڊ نما پائخاني واسطي ڪونڊي ۽ زمين ۾ کڏ کوٽي هڪ پائخانو متعارف ڪرايو. آشرم ۾ هر ايندڙ

---

[9]. راڻي وڪٽوريا 29 جنوري 1856ع تي هن اعزاز جي شروعات ڪئي. هيءَ برطانيا جو سڀ کان اتم فوجي اعزاز آهي.

ويندڙ مهمان کي هيءَ پنهنجي نئين ايجاد خوش ٿي ڏيکاريندو هو. آشرم ۾ امير غريب، ڏيهي پرڏيهي، مرد ۽ عورتون سڀ ساڳيا ئي ڪاڪوس استعمال ڪندا هئا، ۽ انهن جي صفائي به سڀ واري وٽيءَ سان ڪندا هئا. انهيءَ گڏيل تجربي سبب آشرم ۾ رهندڙ سڀني ماڻهن، خاص ڪري وڏ گهراڻن جي مردن ۽ عورتن جي دلين مان ڀنگين لاءِ ڌڪار ختم ٿي ويئي. جڏهن گانڌيءَ کي صفائي ڪرڻ جو وارو ملندو هو ته ان ڏينهن هيءَ ڏاڍو خوش هوندو هو. گانڌي 46 ورهين جي ڄمار ۾ به فخر سان چوندو هو: "منهنجي جسم تي جيڪي به ڪپڙا ڍڪيل آهن، سي بنهه صاف ۽ اُجرا آهن. اوهان ڪوشش ڪرڻ کان پوءِ به انهن تي ڪو ميرو داغ ڳولي نه سگهندا، نه ئي اوهان کي ڪنهن به قسم جي بدبوءِ ايندي، جو ترِاهي ڪپڙا آءٌ پاڻ ڌوئندو آهيان."

گانڌيءَ ڪيترائي ڀيرا پاڻ کي ڀنگي سڏايو ۽ وڏي فخر سان چوندو هو: "مون لاءِ اِهو ڪيڏو نه اطمينان هوندو ته منهنجو موت هڪ ڀنگيءَ جي روپ ۾ ٿئي!" هيءَ سدائين ڀنگين جي ڪالونين ۾ وڃي کين سمجهائيندو هو: "شراب نه پيئو ۽ مئل جانورن جو گوشت نه کائو." هن ڪڏهن به ڀنگين جي هڙتال جي حمايت نه ڪئي. هن جو چوڻ هو: "ڀنگين کي پنهنجو ڪم هڪ ڏينهن به ڇڏڻ نه گهرجي."

هريجن[10] مخزن ۾ هن هڪ ڀيري "هڪ مثالي ڀنگي ڇاکي ٿو چئجي؟" جي عنوان هيٺ مضمون لکيو. هِن اُن ليک ۾ ڄاڻايو: "هڪ مثالي ڀنگيءَ کي خبر هُجي ته دُرست پائخانو ڪيئن ٿو تعمير ٿئي ۽ انهيءَ جي

---

[10]. گانڌيءَ هريجن مخزن انگريزي ٻوليءَ ۾ 11 فيبروري 1933ع تي يروڏا جيل کان جاري ڪيو. عام خيال آهي ته هريجن لفظ پهريون ڀيرو گانڌيءَ ڪتب آندو پر تاريخي طور سڀ کان پهريان هريجن لفظ هڪ گجراتي ڀڳتي خاتون گنگاوتيءَ (12 کان 14 صدي) پنهنجي لکڻين ۾ ڪتب آندو هو. پر اِهو سچ آهي ته هريجن لفظ کي هر گهرواسي گانڌيءَ بنايو. هريجن لفظ جي معنيٰ خدا جو ٻار يا ٻارَ آهي. هي مخزن 1948ع تائين شايع ٿيندو رهيو.

چڱي نموني صفائي ڪيئن ڪجي؟ ان ڪان سواءِ، هن ڪي اِها به خبر هُجي ته کهڙا اپاءَ وٺڻ گهرجن جو پائخاني جي ڍپ وغيره ختم ٿئي، ۽ پائخاني ۽ پيشاب کي ڪيئن ڀاڻ ۾ تبديل ڪجي؟ ڌرتيءَ جي زرخيزي ڪيئن برقرار رکجي وغيره.“ هن جو خيال هو: ”ڀنگيءَ وارو ڪم ڪنهن کي پئسا ڏئي، بي دليو ڪرائڻ کان بهتر آهي ته ماڻهو اهڙا اُپاءَ خود وٺن. جو اِهو هڪ لازمي سماجي ڀلائيءَ جو ڪم ٿي پوي!“

هڪ ڀيري، گانڌي جڏهن کاڌي تحريڪ لاءِ ڳوٺن ۽ شهرن جا دورا ڪري رهيو هو ۽ انهيءَ سلسلي ۾ ڪنهن هنڌ هڪ جلسو رٿيل هو. جنهن بابت هن کي خبر پئي ته جلسي جا منتظم ڀنگين کي اچڻ نٿا ڏين. اها ڳالهه ٻڌي، هن منتظمن کي چيو ”پنهنجو ڏن، دولت ۽ رتبو پاڻ وٽ رکو ۽ جلسي لاءِ تيار ڪيل پنهنجيون تقريرون به سنڀاليو آءٌ اڇوتن سان ملڻ وڃان ٿو جيڪڏهن اوهان مان ڪير اچڻ چاهي ته ان کي دعوت آهي.“

گانڌي پنهنجي ديهانت کان به سال اڳ دهليءَ ۽ ممبئيءَ جي ڀنگي ڪالونين ۾ رهڻ پئي گهريو ته جيئن انهن سان گڏ رهي، انهن جيان گذارجي ۽ اهو ئي کاڌو کائجي، جيڪو هو کائين ٿا. پر هاڻي هن لاءِ اهڙي تجربي جو وقت گُذري چڪو هو ڇو ته هيءُ هاڻي پوڙهو ٿي چُڪو هو. ان کان سواءِ حالتن سبب ڪُجهه خاص اوليتون پڻ هن مٿان مڙهجي چُڪيون هيون.

هڪ ڀيري گانڌيءَ کي وائسراءِ هند سان ملڻ لاءِ شملا وڃڻو هو. هن اڳواٽ پنهنجي هڪ سينئر ساٿيءَ کي اوڏانهن موڪليو ته خبر لهي ته اُتي ڀنگي ڪالوني آهي؟ هن جي ساٿيءَ واپس اچي ٻڌايو ته: ”ها ڪالوني ته آهي، پر اِها اهڙي ته گندي ۽ ڏيپري آهي جو شايد جانور به نه رهي سگهن.“

گانڌيءَ اِها ڳالهه ٻڌي ۽ ڪاوڙ روڪيندي چيو: ”اسان ئي ته ڀنگين کي انساني سطح کان هيٺ ڪيرائي جانور بنائي ڇڏيو آهي، جو هاڻي هو پنهنجي وقار بدلي ٿورڙا ٽڪا ڪمائين ٿا. ڇا اوهان ڪڏهن ڏينهن تتي جو

پنگين کي گٽر صاف ڪرڻ کان پوءِ، انهيءَ گند ۽ ڪچري جي پرسان ڪنهن پٽ جي چانوَ ۾ ماني کائيندي نہ ڏٺو آهي؟ ڇا اهو منظر دل ڏکوئيندڙ ۽ ڪهل اچڻ لاءِ ڪافي نہ آهي؟" هيءُ جڏهن صبح جو ڪنهن پنگيءَ جي مٿي تي گند جو ٽوڪرو ڏسندو هو تہ ڏاڍو ڏکارو ٿيندو هو. چوندو هو "چڱن فيصلن ۽ دُرست عملن سان پنگيءَ وارو ڪم ڏاڍي سولائيءَ سان ڪري سگهجي ٿو." گانڌيءَ وٽ پنگيءَ وارو ڪم هڪ عمدو ڪم هو. جيڪو هو پاڻ کي گندي ڪرڻ کان سواءِ ئي چڱيءَ ريت ڪندو هو.

گانڌيءَ کان هڪ ڏينهن، هڪ پرڏيهي صحافيءَ پڇيو: "جيڪڏهن اوهان کي هڪ ڏينهن لاءِ انڊيا جو وائسراءِ بنايو وڃي تہ اوهين ڇا ڪندا؟

گانڌيءَ چيو "آءٌ وائسراءِ جي محل جي پرسان موجود پنگين جي جهوپڙين جي صفائي ڪندس."

"جيڪڏهن اوهان جي حڪمرانيءَ جو مدو وڌيڪ هڪ ڏينهن وڌايو وڃي تہ پوءِ؟"

"آءٌ ٻئي ڏينهن بہ ساڳيو ئي ڪم ڪندس."

# موچي



گانڌي 63 ورهين جي ڄمار ۾، ولڀڀائي پٽيل[11] سان گڏ يرودا جيل[12] ۾ قيد هو. ولڀڀائي پٽيل کي جيل ۾ پائڻ لاءِ سينڊل جي سخت ضرورت هئي. پر جيل ۾ اهڙو ڪو بہ انتظام نہ هو ۽ نہ ئي ڪو ڍنگ وارو موچي موجود هو. اهڙيءَ صورتحال ۾ گانڌيءَ پنهنجيون خدمتون آڇيندي چيو: ”جيڪڏهن

[11]. ولڀڀائي پٽيل (1875ع - 1950ع) آزاديءَ جو مُک اڳواڻ هو. هيءُ آزاديءَ کانپوءِ نهروءَ جي ماتحتيءَ ۾ هوم افيئرس منسٽر ٿي رهيو. عام طرح هن کي سردار پٽيل يا سردار بہ چيو ويندو هو.

[12]. يرودا جيل، يرودا شهر جي نالي پويان سڏجي ٿو جيڪو مهاراشٽر پرڳڻي ۾ واقع آهي. هيءُ جيل هندستان جي قديم جيلن مان هڪ آهي. هِن جي تعمير 19 صديءَ ۾ ٿي. گانڌي هن جيل ۾ ڪيترائي سال رهيو پر ذڪر لائق عرصو 1932ع ۽ 1942ع وارا سال آهن.

ڪو موچارو چمڙي ٽُڪر ملي پوي ته آءٌ تولاءِ بوٽن جو هڪ عاليشان جوڙو ٺاهي سگهان ٿو. اِن بهاني منهنجو امتحان به ٿي پوندو ته جيڪو هُنر ڪجھ سال اڳ سکيو هئم، اِهو هاڻي ياد به اٿم يا نه! ڪو زمانو هو جو آءٌ ڏاڍو سٺو موچي هوندو هئس. منهنجي ڪم جو نمونو اوهان ڪاڏي پريٽستان ميوزم[13] سيد پور ۾ ڏسي سگهو ٿا، اِهو جوڙو ته مون ڪنهن کي تحفي طور موڪليو هو پر پاڻ بجاءِ سينگاري رکي ڇڏيائين. مون ٽالسٽاءِ فارم[14]، ڏکڻ آفريڪا ۾ ته ڪيترائي بوٽن جا جوڙا ٺاهيا هئا."

1911ع ۾ گانڌيءَ پنهنجي ڀائٽي کي لکيو : "اڄڪلھ منهنجو گھڻو وقت سينڊل ٺاهڻ ۾ گذري ٿو. مون کي هيءَ ڪم ڏاڍو وڻي ٿو ۽ اِهو ضروري به آهي. مون هن وقت تائين سينڊلن جا پندرنهن جوڙا ٺاهيا آهن، جيڪڏهن توکي به گُهرج هجي ۽ منهنجي ڪارڪردگي ڏسڻ چاهين ته مهرباني ڪري پنهنجي پير جي ماپ ڏياري موڪل."

گانڌيءَ موچڪو ڪم پنهنجي جرمن دوست هرمن ڪيلنباش[15] کان سکيو هو ۽ پوءِ هن اهو هنر ٽالسٽاءِ فارم تي رهندڙ گهڻو ڪري سيني ساٿين کي سيکاريو هو. پوءِ ته اِهي سڀ موچڪي ڪم ۾ اهڙا ته پڪا ٿيا، جو سندن ٺاهيل جوڙا مارڪيٽ ۾ به وڪرو ٿيڻ لڳا. انهيءَ دور ۾، گانڌيءَ ڏوتيءَ تي سينڊل پائڻ جو رواج وڌو. هونئن به گرم علائقن ۾ بند بوٽ جي پيٽ ۾ ڪليل

---

[13]. هيءَ ميوزم ڪلڪتي جي پرسان هڪ قديمي ڳوٺ ۾ قائم آهي. 1921ع ۾ ستيش چندرابوس، جيڪو هڪ مشهور ڪيميادان هئو تنهن نوڪري ڇڏي. هيءَ آشرم قائم ڪيو هو. گانڌي هن آشرم کي پنهنجو ٻيو گهر سڏيندو هو.

[14]. هرمن ڪيلنباش هڪ هزار ايڪڙن تي پکڙيل هيءَ کيت گانڌيءَ کي تحفي ۾ ڏنو هو. هن کيت تي ٽالسٽاءِ نالو به هُن ئي رکيو هو. هيءَ کيت جهانسبرگ، شهر جي ڏکڻ اولھ ڪنڊ تي واقع آهي.

[15]. هرمن ڪيلنباش (1845-1871) جرمن يهودي ۽ ڏکڻ آفريڪي شهري هو. هي پيشي جي لحاظ کان آرڪيٽيڪٽ هو. گانڌي هن کي پنهنجو هم روح چوندو هو.

سينڊل وڏيڪ سولا ۽ سونهندڙ هئا. سياري ۾ انهن ساڳين سينڊلن تي جوراب بہ پائي سگهبا هئا.

هڪ ڀيري، گانڌيءَ وٽ جواهر لال نهرو[16]، سردار پٽيل ۽ ڪُجھ ٻيا ڪانگريسي اڳواڻ ڪنهن صلاح مشوري لاءِ سيواگرام[17] ويا تہ ڏٺائون تہ هو ڪُجھ سيڪڙائن کي موچڪي ڪم بابتِ سيڪاري ۾ سمجهائي رهيو هو. هو چئي رهيو تہ سينڊلن جون پٽيون هتي هُجڻ گهرجن. ٿوپو هيٺن هجڻ گهرجي ۽ ترو اُتي ٻڌڻ کپي، جتي پير جو وزن پوي ٿو اُن هنڌ پٽين کي هڪٻئي جي مٿان ورايو تہ جيئن سينڊل مضبوط ٿين ۽ وزن سهي سگهن."

سيڪڙائن جي هر هر پڇ پُڇان ڏسي، مُلاقات لاءِ آيلن مان ڪنهن شڪايتي انداز ۾ چيو تہ "هي تہ اسان جو وقت پيا وڃائين." تنهن تي گانڌيءَ وراڻيو "هنن جي سکڻ تي ارها نہ ٿيو. جيڪڏهن اوهان بہ ٿورڙي دلچسپي وٺو تہ اوهان بہ سکي سگهو ٿا تہ هڪ سُٺو سينڊل ڪيئن ٺاهجي."

هڪ ڏينهن ماڻهن ڏٺو تہ گانڌي ۽ سندس ساٿي هڪ مئل ڍور مٿان بيٺا آهن ۽ ڏسن پيا تہ هڪ ڳوٺاڻو ڪاسائي ڪيئن نہ انهيءَ جي کل لاهي رهيو آهي، ان لاءِ هو هڪ عام ڇُري ڪتب آڻي رهيو هو. پر هو اهو ڪم

---

[16]. جواهر لعل نهرو (1889-1964) هندستان جي آزاديءَ جو مکيہ اڳواڻ ۽ آزاد هندستان جو پهريون وزيراعظم هو. هِن ۽ گانڌيءَ جا سياسي ۽ سماجي ويچار ميلُ ڪائيندڙ نہ هئا. پر پوءِ بہ گانڌيءَ جو ادب ۽ احترام ڪندو هو.

[17]. سيواگرام جو اصل نالو تہ شئہ گائون آهي، پر جڏهن گانڌيءَ هن ڳوٺ ۾ آشرم قائم ڪيو تہ ڳوٺ جو نالو سيواگرام رکيائين. هن آشرم ۾ گانڌيءَ ڪجھ اڇوت، بورچيخاني ۾ رکي ۽ عملي طرح ڇوت ڇات جي رسم کي للڪاريو هو. هي آشرم وارڌا شهر کان 8 ڪلو ميٽر پري، مهاراشٽر پرڳڻي ۾ واقع آهي. گانڌي 30 اپريل 1936ع تي صبح جو سويل 5 وڳي هن ڳوٺ ۾ پهتو هو ۽ ڳوٺاڻن کان هتي رهڻ جي اجازت گهري هئائين. ان زماني ۾ ڳوٺ جي چوڌاري جهنگ هو جنهن ۾ اڻ ڳڻيا نانگ ۽ وڇون هوندا هئا. ڳوٺ کي ٻاهرين دنيا سان ڳنڍڻ لاءِ جيڪڏهن ڪو رستو هو تہ اهو رُڳو ڏاند گاڏيءَ وارو چارو هو.

اهڙي ته ڏانوَ ۾ حرفت سان ڪري رهيو هو جو ڪٿان به چمڙيءَ کي ٽُڪ نه آيو! گانڌيءَ کي ڳوٺاڻي ڪاسائيءَ جي ڪاريگريءَ ڏاڍو متاثر ڪيو. هُن اُتي بيٺلن کي چيو: ”هن ڳوٺاڻي ڪاسائيءَجهڙي مهارت ته ڪنهن ماهر سرجن وٽ به نه هوندي.“ گانڌيءَ وٽ ميڊيڪل جي شعبي سان لاڳاپيل سڀ فرد پورهيي جي خيال کان، خاص ڪري جراحيءَ جي حوالي کان ڊاڪٽر ۽ ڪاسائي برابر هُئا. پر افسوس آهي جو پوءِ به ماڻهن وٽ هڪ پورهيت ڪاسائيءَ جي نه، پر ڊاڪٽر جي عزت آهي.

گانڌيءَ جهور پوڙهي ٿيڻ تائين به موچڪو ڪم سکڻ بند نه ڪيو. هن جانورن جون کَلُنِ لاهڻ ۾ به ماهر ٿيڻ چاهيو ٿي، ايئن ڪرڻ کان سواءِ، وٽس ٻيو ڪو به چارو به ته نه هو. ڇو ته هر ماڻهوءَ چمڙي جو بوٽ ۾ سينڊل پائڻ پئي گهريو ۽ چمڙو ته جانورن جي کَلُنِ مان ئي ملي پئي سگهيو. ٻئي پاسي وري هيءَ عدم تشدد يعني اهنسا جو پوئلڳ هو. هيءَ ته اُهو ماڻهو هو جنهن پنهنجي بيمار پُٽ ۾ زال کي به ڪُڪڙ جو آنو کائڻ نه ڏنو سو ته شايد آخري ماڻهو هوندو جيڪو چمڙيءَ لاءِ جانور ڪهرائي! پر موچڪي ڪم لاءِ ته چمڙو کپندو ئي هو. نيٺ، گانڌيءَ چونڊن لاءِ اهڙن جانورن جي ڳولا ڪرڻ شروع ڪئي، جن جو موت فطري ٿيو هُجي. اهڙن جانورن جي چمڙي مان ٺهيل سينڊل ۾ بوٽ 'اهنسڪ' سڏجڻ لڳا. ڪاسائين لاءِ ڍورنڊ جا چمڙا لاهڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم هو ڇو ته مئل جانورن جا جسم ٿڌا هُجڻ سبب، کَلَ ڏاڍي ڏکي لهندي هئي، اُنڪري اُهي انهن جون کلون لاهڻ کان لوائيندا هئا. اهو ئي سبب هو جو 'اهنسڪ' سينڊلن ۾ بوٽن لاءِ گهڻو ۾ لڳاتار چمڙو ملڻ ڏکيو ٿي پيو. اهڙيءَ صورتحال هوندي به گانڌيءَ کي اهو ڪم نه رُڳو سکڻو پر جاري رکڻو به پيو.

گانڌيءَ کي معلوم ٿيو ته هر سال ٽي ڪروڙ رپين جي ماليت جو چمڙو ڏيساور موڪليو وڃي ٿو ۽ ساڳيو چمڙو وري رنگجي ۾ بهتر ٿي هندستان واپس اچي ٿو. ۾ هندستان کي اهو تمام مهانگي اگهه تي خريد ڪرڻو پوي

ٿو. انگريزن رڳو پئسن جو زيان ٿي رهيو هو پر هندستان پنهنجي ڪاريگري ۽ ڏانءَ کي جاري رکڻ ۽ اُن ۾ بهتري آڻڻ جو موقعو به وڃائي رهيو هو. اهڙيءَ حالت ۾ ته اُتانڪارن ۽ ڪتيندڙن وانگي موچڪو هنر به هڪ ڏينهن پوريءَ طرح ختم ٿي ويندو. گانڌي عجب کائيندو هو ته هن وقت موچڪي ڌنڌي کي اڳئين زماني وارو اوج ته حاصل ناهي، پر اُلٽو اُن کي نيچ ۽ ڪمتر سمجهيو وڃي ٿو.

'هوندوارا' ۽ 'سکيا ستابا' اهڙي ڪم سان لاڳاپيل ماڻهن کي 'ٻاليشاهي' ۽ 'ڇُهڙا' چئي نه رُڳو پاڻ کان پري ڪن ٿا، پر کين تعليم ۽ هُنر، صفائيءَ ۽ صحت کان پڻ محروم ڪيو ويو آهي.

گانڌي ڇُهڙن، ٻالن ۽ موچين کي قوم جو اهم حصو سمجهندو هو ۽ خبردار ڪندي چوندو هو: "ذات پات جي متڀيد کين سماج ۾ اوپرو ۽ ويڳاڻو ڪري ڇڏيو آهي." هيءُ عوام کي ٻڌائيندو هو: "دنيا جي ٻين مُلڪن ۾ اهڙو رواج ڪونهي ته ڪِرتِ سبب ماڻهن کي قومي ڌارا مان ڌڪي ڌار ڪجي ته پلي وڃي اڻپڙهيل ۽ اڇوت ٿين."

ڳانڌيءَ ان ڳوٺاڻي صنعت يعني موچڪي هُنر کي بچائڻ لاءِ، عوام کي اپيلون ڪيون ۽ ڪيميادانن کان پڻ صلاحون ورتيون ته هن صنعت کي ڪيئن جيئارجي ۽ ترقي وٺرائجي. گانڌيءَ هن صنعت کي جيئري رکڻ لاءِ اڇوتن کي چيو: "اوهان مئل جانورن جو گوشت ڇو ٿا کائو؟ جڏهن به اوهان جي گهر ۾ ڪنهن ڍڳي ۽ ٻڪريءَ جو ڍونڍ اچي ٿو ته ڪيئن نه سڀ اڪِنهه نچڻ لڳي ٿي ۽ ڪَلَ لهندي ئي گوشت ۽ هڏن تي ڳجهن وانگر لامارا ڏئي ڪڙڪي ٿا پئو ۽ پوءِ ڌڪا ۽ ٺيلها ڏئي هڪٻئي کان ڦوٽيون ٿا ڦريو." تنهن تي اڇوتن ورندي ڏنس: "کل لهڻ کان پوءِ اسان لاءِ ڏاڍو ڏکيو آهي ته پاڻ پلي سگهون." گانڌيءَ چيو: " اوهان پاڻ روڪي سگهو ٿا، پر اوهان ايئن ڪرڻ نٿا چاهيو. اوهان ڏسو ته آءٌ به ڇوڙا لاهڻ ۾ جُنبي پيو آهيان، پر پوءِ به اوهان مون کي ڪڏهن به مئل جانور جو گوشت کائيندي نه ڏسندؤ. آءٌ پنهنجي تجربي جي بُنياد تي چئي سگهان ٿو ته

چمڙي لاهڻ ۾ کلن جي ڪِرت کي هڪ صاف سُٿري پورهيي طور اختيار ڪري سگهجي ٿو.“

گانڌيءَ سابرمتي ۾ واردا ۾ کَلُنِ کي سُڪائڻ جوهڪ ننڍڙو ڪارخانو قائم ڪيو هو جنهن کي پوءِ اڳتي هلي پکسرائو ڪيائين. گانڌيءَ پڪي جڳهه ٺهرائڻ لاءِ پنجاهه رپيا گڏ ڪيا هئا، ان ڪارخاني ۾ آشرم جا ڇوڪرا، ماهر ڪاريگرن جي نگرانيءَ ۾ کَلُنِ کي لوڻ ۾ سُڪائڻ جو ڪم ڪندا هئا. چمڙو مارڪيٽ ۾ وڪيو ويندو هو. انهيءَ سڄي ڪم ۾ رڳو مُئل جانورن جون کلون ئي ڪتب آنديون وينديون هيون.

گانڌيءَ ڪلڪتي ۾ قائم نيشنل ٽئنري جو دورو ڪيو ۽ ڏٺائين ته کلن کي لوڻ، رنگڻ بنائڻ ۾ ڪهڙا قدم کنيا وڃن ٿا.. هن ٽيگور[18] پاران قائم ڪيل شانتينڪيتن[19] ۾ پڻ کلن جي صنعت چڱي نموني معائنو ڪيو ته تحقيق جي روشنيءَ ۾ ڪيئن هن ڳوٺاڻي هنر کي زور وٺائجي. گانڌي هن ڳوٺاڻي صنعت ۾ هنر مان هٿ ڪيڻ به نه پئي چاهيو ۾ ايئن به نه پئي گُهريو ته اها صنعت شهرن ڏانهن منتقل ٿئي، ڇو ته ائين ٿيڻ سبب ڳوٺن جي معيشت تباهه ٿيڻ ۽ هِن ڌنڌي جي بُنياد تي قائم سماجي لڳ لاڳاپا ٽُٽڻ جو انديشو هو.

گانڌي، هرپل اڇوتن جي ڪِرتِ سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو هو. هو به هِن کي پنهنجو هڏ ڏوکي سمجهندا هئا، ڇو ته هو سندن ڀلي لاءِ پاڻ پتوڙي رهيو هو انڪري هو مٿس تمام گهڻو ويساهه ڪندا هئا. هڪ ڀيري، جڏهن

---

18. ٽيگور [1861-1914] ننڍي کنڊ جي سياسي، سماجي ۽ ثقافتي دنيا جي هڪ وڏي نالي هئڻ سان گڏوگڏ بنگالي ٻولي جو وڏو شاعر پڻ هو. هيءُ پهريون غير يورپي هو جنهن کي 1913ع ۾ ادب جو نوبيل انعام مليو.

19. 1921ع ۾ ٽيگور ۽ هڪ زرعي انجينئر گڏجي، ٻهراڙين جي تعميرنو نالي اسڪول قائم ڪيو. اڳتي هلي اِنهيءَ جو نالو شانتينڪيتن رکيو ويو. شانتينڪيتن لفظ جي معنيٰ ڀلائيءَ يا امن جو گهر آهي.

هيءَ سندن ڪالونيءَ ۾ ويو تہ اِنهن کيس ٻڌايو: ”اسان شهر کان ٻاهر پنهنجا گهر اُنڪري اڏي ويهون ٿا، ڇو تہ ڪوبہ ماڻهو اسان سان لڳ لاڳاپي رکڻ لاءِ تيار ناهي، نہ ئي ڪو کوهہ تان پاڻي ڀرڻ ڏئي ٿو.“ اِهي ڏک واريون ڳالهيون ٻڌي گانڌيءَ جي دل رت روئڻ لڳي تہ ڪيئن متڀيد انسان کي انسان کان ڌار ڪري ڇڏيو آهي. گانڌيءَ جاتو ٿي تہ اِهي پوئتي پيل فرد ڪَهل يا اخلاقي مدد کان سواءِ پنهنجن پيرن تي نہ بيهي سگهندا. هڪ ڀيري، گانڌيءَ ڪچهري ڪندي چيو هو: ”هندستان ۾ ٻُڇڙائيءَ جي شروعات، اُن ڏينهن کان ٿي، جنهن ڏينهن کان هٿ جو پورهيو ڪندڙن کي ڪِمتر سمجهيو ويو ۽ نجات جي شروعات اُن ڏينهن کان ٿيندي، جڏهن اهڙي ڪريہ گاڏڙ روپيي بابت اِهي لاچار ۽ نادار ماڻهو ڏِڪارينڌڙن کان پُڇاڻو ڪندا.“

گانڌيءَ کي اڳتي هلي پاڻ ارپيندڙ جذبي سان تمتار ورڪرن جي گهرج ٿي، جيڪي نگهباني ڪن تہ ڇهڙن ۽ ٻالن کي پنهنجي پورهيي جو پورو معاوضو بہ ملي رهيو آهي يا نہ؟ انهن کي تعليم ۽ علاج جون سهولتون بہ ميسر آهن يا نہ؟ هن اهو پڻ چاهيو ٿئي تہ اِهي رضاڪار ڇهڙن ۽ ٻالن لاءِ شام جو هلندڙ اسڪول قائم ڪن ۽ انهن لاءِ سير سپاٽي جا انتظامَ پڻ ڪن. گانڌيءَ پاڻ بہ هڪ هريجن ڪالونيءَ ۾ شام جو هلندڙ اسڪول قائم ڪيو ۽ هريجنن کي سندن ڏهاڙيءَ جي وهنوار ۾ بہ هٿ ونڊائڻ لڳو.

گانڌيءَ جي اهڙي سياءَ سبب هريجنن بہ سندس سَڏُ ورنايو. انهن مان ڪيترن واعدو ڪيو: ’هُو رُڳو مُئل جانورن جا چوڙا لاهيندا، نہ ڪي اِنهن جو گوشت کائيندا.‘ هڪ ڀيري، گانڌي موچين جي گڏجاڻيءَ ۾ شريڪ ٿيو. ان وقت هن جي پيرن ۾ قاتل ۽ اُڍريل سينڊل پاتل هو. جيئن تہ هيءَ مسافريءَ ۾ هو انڪري هن کي نئين جوتي وٺڻ جو وقت ئي نہ پئي مليو. پر جڏهن گڏجاڻيءَ ۾ شريڪ موچين جي نظر هن جي سينڊل تي پئي تہ ستت ئي هن کي هڪ اهنسڪ چپل پيش ڪيائون، جيڪا هن خوشيءَ سان قبول ڪئي.

گانڌي پاڻ به هڪ پيري پنهنجن هٿن سان سينڊلن جو جوڙو ٺاهي، جنرل سمٽس[20] کي پيش ڪيو هو. هيءُ اهو ئي جنرل هو، جنهن ڏکڻ آفريڪا ۾ گانڌيءَ کي جيل ۾ وڌو هو. جنرل سمٽس، گانڌيءَ جي 70 هين سالگرهه جي موقعي تي هيءُ پيغام موڪليو:

”جيل ۾ گانڌيءَ منهنجي لاءِ سينڊلن جو هڪ جوڙو ٺاهيو هو، جيڪو مون اونهاري جو ڪجھ حصو پاتو هو. پر مون کي سدائين اهو احساس رهندو هو ته هڪ وڏي ماڻهوءَ جي هٿن سان ٺهيل سينڊلن ۾ آءٌ پير وجھڻ جي لائق نه آهيان.“

---

[20]. جنرل سمٽس [1870-1950] جو پورو نالو جان ڪرسٽيئن سمٽس هو. هن ئي گانڌيءَ جو واسطو 1905ع ۾ پيو. جڏهن گانڌيءَ ڏکڻ آفريڪا ۾ لازمي رجسٽريشن واري قانون کي للڪاريو.

# نوڪر



آشرم ۾ گانڌي ڪيترائي ننڍا وڏا ڪم پاڻ ڪندو هو. پر ان کان به اڳ ۾، جڏهن هڪ اٽارني طور هيءُ هزارين رپيا ڪمائيندو هو ته به پابنديءَ سان، هر ڏينهن پرهِ ڦٽيءَ جو اُٺي جَنڊُ پيهندو هو پوءِ پنيرڪو ٿيندي ڪستوربائي ۽ ٻار به اچي هِن جو هٿ ونڊائيندا هئا. اُنڪري هن جي گهر ۾ سوادي ماني پچائڻ لاءِ هر وقت تازو اٽو موجود هوندو هو. هڪ ڏينهن، هڪ ڪارڪن ٻڌايو ته آشرم جي رڌڻي ۾ اٽو ناهي، سندس اِها ڳالهه ٻُڌي گانڌي هڪدم اُٿيو ۽ جنڊ پيهڻ شروع ڪيائين.

ٻاهرين مهمانن لاءِ هيءُ هڪ ڏيان ڇڪائيندڙ منظر هوندو هو ته ننڍي ڪنڊ جو لنگوٽي ٻهريل عظيم شخص ڪڏهن ساريون پئي ڇڙيون ته ڪڏهن ڀاڄي پئي سوئي ۽ صاف ڪئي. هڪ ڏينهن هڪ ڪاليجي بابو جنهن کي

پنهنجي انگريزي ٻوليءَ تي وڏو عبور ۽ پاڻ تي وڏو ناز هو تنهن گانڌيءَ کي چيو تہ جيڪڏهن کو لکڻ پڙهڻ جو ڪم هُجي تہ آءٌ حاضر آهيان. گانڌي سمجهي ويو تہ نوجوان هٿ جي پورهيي کان لنوائي ٿو تنهن تي کيس چيائين: "جيڪڏهن مهرباني ڪري ٿورو وقت ڪڍي سگهين تہ هن ٿالهيءَ ۾ پيل ڪٽڪ صاف ڪري وٺ." نوجوان، ڪٺي چُپ هنيو. ڪجهہ دير لاءِ ٻي ڏِليو ٿي ڪم ڪندو رهيو. نيٺ، بيزار ٿي رکيائين ڪُڙين تي زور.

گانڌي ڪيترن ئي سالن تائين، آشرم ۾ اسسٽنٽ اسٽور ڪيپر طور ڪم بہ ڪندو رهيو. صبح جي عبادت کان پوءِ، هيءُ رڌڻي ۾ وڃي ڀاڄيون چِلينندو ۽ صاف ڪندو هو. ڪنهن بہ ڪُنڊ ۾ جيڪڏهن ڪي ڀاڄين جون ڪَلون ۽ گند ڪچرو پيل ڏسندو هو تہ پنهنجن ساٿين سان گڏجي رڌڻي جي صفائيءَ ۾ لڳي ويندو هو. هن کي ڀاڄين، ميون ۽ اَن جي طاقت وارن جُزن جي مڪمل ڄاڻ هئي. هڪ ڀيري، آشرم جي هڪ ساٿيءَ شڪايت ڪئي تہ کيس هر ڀيري داغيل ۽ نرم ڪيلا ڏنا وڃن ٿا. تنهن تي گانڌيءَ ورندي ڏنس: "اِهي توکي ڄاڻي واڻي ڏنا وڃن ٿا، ڇو تہ تون گهڻو ڪري هاضمي جي خرابيءَ جي شڪايت ڪندو آهين، ۽ اهي نرم ڪيلا تنهنجي لاءِ مفيد آهن." گانڌي آشرم ۾ ڪاڏو پنهنجن هٿن سان ورهائيندو هو انڪري ڪنهن کي ڪاڏي گهٽ ملڻ يا سڙيل سُڪل هئڻ جي شڪايت نہ رهندي هئي. گانڌي ڏکڻ آفريڪا جي جيل ۾، ڏهاڙي بہ ڀيرا هزارين قيدين ۾ ماني ورهائيندو هو!

آشرم جي ڪيترن ئي اُصولن مان هڪ اُصول اِهو بہ هو تہ 'هرڪو ماني کائي، پنهنجا ٿانوَ پاڻ ڌوئندو.' جڏهن تہ رڌ پچاءَ لاءِ ڪتب ايندڙ ٿانوَ واري ڦيري سان هر ٽوليءَ جي حصي ۾ ايندا هئا. هڪ ڏينهن گانڌيءَ چيو: "رڌڻي واري وڏي تئي کي هو پاڻ مَليندو." چار هٿ ۾ ڪٺي اڃا ڪم تي چڙهيو ئي نہ تہ مٿان ڪستوربائي اچي پهتي، جنهن چيس: "هيءُ ڪم تنهنجو ناهي، هن ڪم لاءِ ماڻهو ڪوڙ." گانڌي، وقت جي نزاڪت کي سمجهي، تئيءَ مان ڪٺي هٿ ڪڍيو ۽ ڪستوربائي تئي کي صاف ڪرڻ لڳي. پر گانڌي رڌڻي مان وڃڻ بدران، اُتي بيٺي کيس هدايتون ڏيڻ لڳو تہ

لوهہ وارا ٿانوَ ڪيئن صاف ڪيا ۽ چمڪائيا آهن. اهڙيءَ طرح، ڪستوربائي جي تربيت ڪيائين. هڪ ڀيري، جيل ۾ هن کي ڪنهن ساٿيءَ جي ٿانوَن ڌوئڻ جو طريقو نہ وڻيو ۽ پنهنجي ساٿيءَ کي سيکارڻ خاطر ٿانوَ مَلي ڏيکاريائين تہ لوهہ، ٽامي ۽ پين ڌاتوئن مان ٺهيل ٿانوَ ڪيئن چمڪائيا آهن!

جڏهن آشرم اجا ٺهيو پئي تہ ڪي ساٿي شاميانن ۾ سمهندا هئا. هڪ رات هڪ نئين آيل مهمان کي جڏهن سمهڻ جي جاءِ نہ لڌي تہ پنهنجو هنڌ کلهي تي کڻي پئي شاميانن جو رُخ ڪيائين، ڇا ڏسي تہ گانڌي بہ هنڌ کلهي تي کنيو سمهڻ جي جاءِ پيو ڳولي!

آشرم جي زندگيءَ ۾ هڪ پيو اڙانگو ڪم کوهہ تان ڏهاڙي پاڻي پرڻ هوندو هو. هڪ ڏينهن، گانڌيءَ جي طبعيت ناساز هئي پر پوءِ بہ هن جنڊ پيهڻ ۾ هَٿُ ونڊايو هو. هڪ ڀيري، گانڌيءَ جي هڪ ساٿيءَ کيس پورهيي کان بچائڻ لاءِ آشرم ۾ موجود سڀ ننڍا وڏا ٿانوَ ٽپا پاڻيءَ سان ڀرائي ڇڏيا تہ جيئن آشرم ۾ موجود ڪوبہ ٿانءُ خالي نہ هُجي. جڏهن گانڌيءَ ڏٺو تہ اِهو سڀ ڪجهہ هن کي پورهيي کان بچائڻ لاءِ ڪيو پيو وڃي تہ اِها ڳالهہ هن کي ڏاڍي ڏُکي لڳي. هن ٻوڙي وڃي وهنجڻ وارو ننڍو ٽُبُ کنيو ۽ کوهہ ڏانهن ڊوڙيو. ٽڪڙ ۾ ٽب ڀري، مٿي تي رکي، آشرم ڏانهن واپس اچڻ لڳو تہ آشرم جي ساٿين کي اِهو منظر ڏاڍي معصوميت وارو لڳو. گانڌيءَ ۾ جيستائين سَٽُ هو تيستائين هن ڪڏهن بہ جسماني پورهيي کان نہ ڪيٻايو. هن ۾ ارادي جي اٽل مضبوطي ۽ جسماني سگهہ هئي. هيءُ ڪم جو اهڙو ڪوڏيو هو جو جوان بہ نہ پُڄنَسِ. ٿڪاوٽ جو تہ وٽس خيال ئي نہ هو. بوئر جنگ دوران، ڏهاڙي 25 ميل ڏوليءَ ۾ زخمي کڻي، علاج واري هنڌ پهچائيندو هو. ڏکڻ آفريڪا ۾ قائم ڪيل ٽالسٽاءِ فارم کان شهر پنڌ ويندو هو ۽ ڪاڏ پيت جون شيون وٺي ٻُڪارو موٽندو هو. هيءُ پنهنجي مسافري رات جو شروع ڪندو هو واٽ تي کائڻ لاءِ ماني ٻڌي کڻي ويندو هو ۽ رات واري ماني اچي واپس آشرم ۾ کائيندو هو. هِن جو مثال پوءِ ڪيترن نوجوانن لاءِ اُتساهہ جو سبب بڻيو ۽ اُهي هن جي نقش قدم تي هليا.

هڪ ڀيري، ڪُجھ ساٿين کي هڪ ڪڏ لَتِڻي هُئي. جڏهن هو ڪم تان ٿڪل ٽُٽل، چنجورن، ڪوڏرين ۽ تغارين سان واپس پهتا تہ گانڌي ڪيترين ٿالهين ۾ ميوا ۽ ٻيون کاڌ پيت جون شيون رکيو سندن انتظار ڪري رهيو هو. اِها ماجرا ڏسي هڪ ساٿيءَ کان رهيو نہ ٿيو ۽ کانئس پُڇيائين: "سائين! ايتري تڪليف ڇو ڪئي اٿوَ؟" تنهن تي هن مرڪندي جواب ڏنو "مون کي خبر هئي تہ اوهين ٿڪارا واپس ايندا ۽ مون کي هتي ڪو خاص ڪم بہ نہ هو اُنڪري اوهان لاءِ نيرن تيار ڪندي مون کي ڏاڍو مزو آيو آهي."

گانڌي هڪ مک اڳواڻ طور ڏکڻ آفريڪا جي هندستانين جي مسئلن بابت آگاهي ڏيڻ لاءِ جڏهن لنڊن ويو تہ هڪ رات، هندستاني شاگردَ کيس مانيءَ جي ڪوٺ ڏيڻ آيا. اِنهيءَ دعوت ۾ شاگردن رٿيو هو تہ هو رڌ پچاءُ پاڻ ڪندا. ٻئي ڏينهن منجهند جا ٻہ ٿيا تہ هڪ سنهڙي، پُراعتماد شخص اچي سلام ڪيو. هن اچڻ شرط شاگردن کي ٿانوَن ٿِپن ڌوئڻ ۾ هٿ ونڊايو. ان کان سواءِ هِن ڀاڄيون ڌوتيون ۽ رڌڻ ۾ مدد ڪيائين. جڏهن دعوت جي وقت، شاگردن جا اڳواڻ آيا تہ سندن حيرانيءَ جي حد نہ رهي تہ سندن معزز مهمان، جنهن لاءِ هنن سڄو اهتمام ڪيو هو،اِهو ئي سندن ميزبان هو.

گانڌي ڏاڍو محنتي ماڻهو هو. هن کي اِها ڳالھ نہ وڻندي هئي تہ ڪو ٻيو هِن جي حصي جو ڪم ڪري. جڏهن بہ سياسي جلسا ۽ ڪانفرنسون پوريون ٿينديون هيون تہ اُتان واپس ٿيندي، پوءِ ڪھڙو بہ وقت ٿيو هُجي، هيءَ پنهنجو ڪمرو صاف ڪندو هو. هڪ ڀيري، رات جو ڏهين وڳي پنهنجي ڪمري جي ٻُهاري ڪڍي رهيو هو تہ هڪ ڪارڪن ڊوڙندو سندس مدد لاءِ آيو. هِن مرڪندي ٻهارو هُن جي حوالي ڪيو. جڏهن هيءَ ۽ سندس ساٿي ٻهراڙين جي دوري تي ويندا هئا تہ پاڻ واپسيءَ تي رات جو ويهي خط لکندو هو ۽ آيل خطن جا جواب ڏيندو هو. جيڪڏهن بتيءَ مان گاسليٽ ختم ٿي ويندو هو ۽ ڦَڙڪون هٽي وسامڻ لڳندي هئي تہ پنهنجي ٿڪل ساٿين کي ننڊ مان اُٿارڻ بدران ٻاهر آڳر ۾ اچي، چنڊ جي جهيڻي روشنيءَ ۾ خطن

لکڻ جو ڪم پورو ڪندو هو. نوڪالي[21] مارچ دوران، گانڌيءَ ڪئمپ ۾ پاڻ سان گڏ رڳو ٻن ساٿين کي رهڻ جي اجازت ڏني. انهن کي کڪرا رڌڻ نہ ٿي آيو. گانڌيءِاها ڳالهہ تاڙيندي، سڌو رڌڻي ۾ ويو ۽ هڪ ماهر طور ويهي کين طريقو سمجهاياتين. اُن وقت هن جي ڄمار 78ورهيہ هئي.

گانڌيءَ کي ٻار ڏاڍا وڻندا هئا. هِن پنهنجا سڀ ٻار ٻن مهينن جي ڄمار کانپوءِ پاڻ سنڀاليا.هئا، هو ٻارن کي ڪاڏو کارائيندو هو ۽ ٻارن کي کلائڻ ۽ خوش ڪرڻ لاءِ ساڻن چرچا گهڻا بہ ڪندو هو. ڏکڻ آفريڪا ۾ هڪ ڀيري، جڏهن جيل کان آزاد ٿي گهر پهتو تہ مسز پولڪ، (جيڪا سندس دوست جي زال هئي)، کي گهڻو نبل ۽ ٿڪل ڏٺائين. کيس احساس ٿيو تہ هُن کي پنهنجي ٻار جي ٿَڃُ ڇڏائڻ لاءِ سڄي رات جاڳڻو پوي ٿو. انهيءَ رات کان گانڌيءَ، ٻارڙي کي سنڀالڻ ۽ آرام ڪرائڻ جي جوابداري پاڻ کنئي.

گانڌي سڄو ڏينهن تقريرون ڪندو ۽ ماڻهن سان ملاقاتون ڪندو رهندو هو. ڪڏهن تہ هڪ وڳي رات جو گهر پهچندو هو ۽ اچڻ شرط مسز پولڪ جي پاسي مان ٻار کڻي پاڻ سان سمهاريندو هو. هيءُ پاڻ سان گڏ پاڻيءَ جو جڳ بہ پري رکندو هو تہ متان ماءُ جو کير نہ ملڻ سبب ٻار کي اُڃ لڳي تہ کيس پاڻي پيئاري سگهي. جيتوڻيڪ ڪڏهن بہ اهڙي نوبت نہ آئي، ٻار سدائين فرحتي ننڊ ستو پيو هوندو هو. گانڌي 15 ڏينهن جي لڳاتار ڪوشش کان پوءِ،نيٺ ويجي ٻار جي ٿڃ ڇڏائڻ ۾ ڪامياب ٿيو.

گانڌيءَ کي بزرگن لاءِ ڏاڍو احترام هو. هڪ ڀيري، جڏهن گوکلي گانڌيءَ سان گڏ رهيو تہ گانڌيءَ گوکلي جي گهڻي خدمت چاڪاري ڪئي،

---

[21]. نوڪالي علائقي ۾ مسلمانن هندن جو قتلام ڪيو ۽ سندن عورتن سان زنا ۽ زوري مذهب مٽرائي شاديون ڪيون. هندن بہ رد عمل ۾ ائين ئي ڪيو. گانڌيءَ انهيءَ غارتگريءَ کي روڪڻ لاءِ نوڪالي امن مارچ ڪيو. هي ۽ سندس ساٿي انهن سيني ڳوٺن ۾ ويا، جتي قتل وغارت ۽ تباهي ٿي. گانڌيءَ نوڪالي امن مارچ 7 نومبر 1946ع کان شروع ڪيو ۽ 2مارچ 1947ع تي ختم ڪيو.

هيءَ سندس مفلر استري ڪندو هو بسترو وڇائيدو ۽ ويڙهيندو هو ماني پيش ڪندو هو ۽ رات جو هن جي پيرن کي زور ڏيندو هو. هڪ ڀيري جڏهن گانڌيءَ کي اڃا مهاتما جو لقب نه مليو هو ته ڏکڻ آفريڪا مان ڪانگريس جي هڪ اجلاس ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ هندستان آيو. هن اجلاس جي انتظاميا ڪاميٽيءَ کي ڪاڪوس صاف ڪرڻ جي آڇ ڪئي، جڏهن انهيءَ ڪم کان واندو ٿيو ته وري ڪانگريس جي هڪ اڳواڻ وٽ ويو ۽ کيس چيائين: "آءٌ اوهان لاءِ ٻيو ڪهڙو ڪم ڪري سگهان ٿو؟" اڳواڻ چيس: "مون وٽ سڄي هندستان مان ڍڳ خطن جا پيا آهن. مون وٽ ڪو اهڙو ڪلارڪ ناهي، جنهن تي اعتماد ڪريان ۽ خطن جا جواب لکڻ جو ڪم سندس حوالي ڪريان." تنهن تي گانڌيءَ وراڻيو "آءٌ هر اُهو ڪم ڪرڻ لاءِ تيار آهيان، جيڪو منهنجي ڏانءَ وٽان آهي." هيءَ ٿوري وقت ۾ خطن جا جواب لکي واندو ٿيو ته وري وڃي اڳواڻ اڳيان ڌوٻي ۽ درزيءَ واريون خدمتون آڇيائين. هيءَ قميصن ۾ بٽڻ ٽاڪڻ لڳو ۽ ٻيا ننڍا وڏا ڪم ڪاريون به ڪرڻ لڳو.

جڏهن آشرم ۾، ڪنهن ڪم ڪار ڪندڙ ماڻهوءَ جي گهرج پوندي هُئي، ته هيءَ چوندو ته "ڪو هريجن رکو ڇو ته ايئن ڪرڻ سان عملي طرح، هندستان مان اڇوت پڻي جي پاڙ پٽجي سگهون ٿا." نوڪرن بابت گانڌيءَ چوندو هو "انهن کي پنهنجو ٻيلي ۽ ڀانهو نه، پر ڀاءُ ڀيڻ سمجهو. ٿي سگهي ٿو اهي توهان جي خراب روئي سبب اوهان لاءِ ٿي تڪليف جو سبب بڻجن. ٿي سگهي ٿو شروع ۾ ڪي چوريون چڪاريون به ڪن ۽ ڪي وري خرچاٿو به هُجن، پر پوءِ به کين ڇڏڻ نه گهرجي."

گانڌيءَ کي، نوڪرن رکڻ ۽ ڪانئن ڪم وٺڻ جو تجربو نه هو. پر هندستاني جيل ۾، هن جي خدمت لاءِ چار قيدي موجود هوندا هئا: هڪ هِن لاءِ ميوا ڇليندو، ڪپيندو ۽ پيش ڪندو هو. ٻيو هن جي ٻڪري سنڀاليندو هو. ٽيون هن جو ذاتي خدمتگار هو ۽ چوٿون هن جي ڪوٺيءَ جي ٻهاري ڪڍندو هو.

گانڌي انگريز خاندانن ۾ سندن ملازمن جي وچ ۾ رشتي کي وڏي قدر جي نگاهہ سان ڏسندو هو. هڪ ڀيري، هيءَ هڪ انگريز ڪٽنب وٽ مهمان ٿي رهيو. جڏهن انگريز پنهنجي ڪٽنب جو تعارف ڪرايو تہ پنهنجن ملازمن جي چاڻ سڃاڻ نوڪرن وانگي نہ پر خاندان جي هڪ فرد طور ڪرايائين.

هڪ ڀيري، هن هڪ هندستاني ملازم کي فارغ ڪيو، جيڪو هن وٽ گهڻو رهيو هو. هن موڪلائيءَ مهل، ملازم جي پورهيي کي مڃتا ڏيندي کيس چيو: "مون وٽ لفظ ناهن جوتوکي ٻڌايان تہ آءٌ تنهنجو ڪيڏو نہ احسانمند آهيان. مون سڄي عمر ڪنهن بہ نوڪر کي نوڪر نہ، پر پنهنجو ياءُ ۽ ڀيڻ سمجهيو آهي، تون بہ منهنجو ڀاءُ آهين. تنهنجي ڪيل خدمتن جو احسان آءٌ لاهي ئي نٿو سگهان، تنهنجي محنت جو صلو توکي خدا ڏيندو ۽ بي انداز ڏيندو."

# بورچي



مهاديو ڊيسائيءَ[22] هڪ ڀيري گانڌيءَ کان پڇيو: "باپو، فينيڪس سيٽلمينٽ[23] کان اڳ ۾ اوهان وٽ ڪو بورچي هوندو هو؟" گانڌيءَ وراڻيو: "نه. آءٌ انهيءَ خفي کان گهڻو اڳي ڇوٽڪارو وٺي چُڪو آهيان. اسان وٽ

[22]. مهاديو ڊيسائي [1892-1942] گانڌيءَ جو سيڪريٽري هو. هيءُ هڪ گهڻ ـ ڪاريو شخص، غير معمولي منتظم هجڻ سان گڏوگڏ اعليٰ درجي جو مترجم ڪالمسٽ ۽ ليکڪ هو. هن کي گجراتي، بنگالي ۽ انگريزيءَ ٻولين تي عبور هو. هن گانڌيءَ سان 25 سال گذاريا. سندس لاڏاڻو آغا خان محل ۾ ٿيو.

[23]. گانڌيءَ هيءُ ڳوٺڙو 1904ع ۾ ڊربن کان 20 ڪلوميٽر پري ستياگرهين جي تربيت واسطي ٻڌرايو هو. اڳتي هلي انهيءَ جو انتظام هڪ ٽرسٽ سنڀاليو جنهن جو انتظامي ٽرسٽي مني لال بڻيو. فينڪس جو ذڪر ڪجهه ڪتابن ۾ 'سيٽلمينٽ' ته ڪجهه ۾ وري 'فارم' آهي. پر اصل ۾ اهو شهر کان پري هڪ نئون ٻڌل ڳوٺڙو هو.

هڪ بورچي هوندو هو پر هن جي هڪ خراب عادت هئي تہ ججهي لوڻ ۽ مرچ کان سواءِ ڪابہ ڀاڄي رڌي نہ سگهندو هو. اِهو حال ڏسي مون ڪيس موڪل ڏني ۽ اُنهيءَ ڏينهن کان پوءِ مون بورچي نہ رکيو.“ هيءُ واقعو اُن وقت پيش آيو جڏهن گانڌي 35 ورهين جو هو.

گانڌيجيءَ 18 ورهين جي ڄمار ۾ انگلينڊ ۾ تعليم پرائڻ وقت رڌ پچاءَ ۾ هٿ وڌو. تڏهن هو پڪو سبزي خور هو. انگلنڊ ۾ سبزي خورَ اُن وقت هڪ فرقي طور پنهنجيون پاڙون پختيون ڪري رهيا هئا. اُن زماني ۾ هڪ سبزي خور ماڻهوءَ جي خوراڪ ۾ ڊبل روٽيءَ جا ٽُڪر، جنهن ۾ اُباريل ڀاڄيون شامل هونديون هيون. گانڌيءَ کي بي سواديون ڀاڄيون ڏاڍيون وڻنديون، جيتوڻيڪ عمر جو چڱو حصو هيءُ پنهنجي امڙ هٿان سوادي ڀاڄيون کائي چُڪو هو.

گانڌيءَ انگلينڊ ۾ ڪجهہ مهينا وشنو هوٽل ۾ ماني کائڻ کان پوءِ، هڪ چُلهو خريد ڪيو جنهن تي نيرن ۽ رات جي ماني پاڻ پچائيندو هو. هن کي ٻن ويلن جو کاڌو تيار ڪرڻ ۾ رڳا 20 منٽ لڳندا هئا ۽ ڪل خرچ بہ 12 آنا ايندو هُئس. گانڌيءَ جڏهن سالٽ[24] جو ڪتاب، ’پِلي فار ويجيٽرينزم‘ پڙهيو ۽ سندس واسطو لنڊن ويجيٽيرين سوسائٽيءَ سان پيو تہ هن پنهنجي خوراڪ جي فهرست ۾ ڪيتريون ئي تبديليون آنديون.

گانڌي، جڏهن لنڊن کان هڪ رجسٽرڊ بئريسٽر طور واپس وريو تہ هن مُمبئيءَ ۾ مسواڙ تي هڪ ننڍڙو فليٽ ورتو ۽ هڪ برهمڻ بورچي رکيائين. پر پوءِ بہ رڌ پچاءَ جو گهڻو تڻو ڪم هيءُ پاڻ ڪندو هو. هن بورچيءَ کي انگلش ويجيٽرين کاڌا رڌڻ بہ سيکاريا. هيءُ زندگيءَ ۾ خاص ڪري رڌڻي جي ڪم ڪار ۾ ترتيب ۽ صفائيءَ جي قاعدن تي سختيءَ سان ڪاربند

---

24. هينري اسٽيفنس سالٽ [1851-1939] عدم تشدد جو پيروڪار سماج سُڌارڪ ۽ انگريزي ٻوليءَ جو ليکڪ هو.

رهندو هو. ان کان سواءِ، هن اُن بورچيءَ کي اِهو بہ سمجهايو تہ ڪپڙا صاف ۽ اُجرا رکي ۽ ڏهاڙي وهنجي ۽ صاف سٿرو رهي.

ڏکڻ آفريڪا ۽ هندستان جي ڪنهن بہ آشرم ۾ اُجرت تي بورچي رکيل نہ هئا. گانڌي چوندو هو: ” اُجرت تي بورچي رکڻ يا هڪ ويلي تي هڪ کان وڌيڪ طعام تيار ڪرڻ وقت ۽ وسيلن زيان آهي.“ هونءَ بہ ڪنهن بہ آشرم ۾ اهو ممڪن نہ هو تہ يانت يانت ماڻهن جي پسند جو خيال رکي سگهجي. تنهنڪري هن سيني لاءِ هڪ قبولڻ جوڳو کاڌي جو وچور ٺاهيو ۽ ان ۾ چاٽايل کاڌا، آشرم جي گڏيل بورچي خاني ۾ ئي تيار ٿيندا هئا. هن رڌ پچاءَ جي ڏکيي ۽ منجهيل هنر کي بنهہ سهنجو بنائي ڇڏيو. هن جي آشرم ۾ پتڙي دال سان چانور، مصالحن کان سواءِ اُباريل ڀاڄيون، ميوا، کير ۽ ڏهي موجود هونديون هيون. مٺايون ۽ ماوا، ڳُڙ ۽ ماکيءَ مان ٺاهيا ويندا هئا. گانڌيءَ کي جسٽ[25] جي لکيل ڪتاب، 'رِٽرن ٽو نيچر' گهڻو وڻيو هو. هن کي اها ڳالهہ وڻي تہ ماڻهوءَ کي وات جي ذائقي لاءِ نہ، پر ٻَل لاءِ کائڻ گهرجي.

گانڌي کائڻ پيئڻ ۽ رڌ پچاءَ بابت تجربا ڪرڻ شروع ڪيا ۽ اِهو مشغلو سڄي ڄمار جاري رکيائين. هن جا کاڌي بابت ڪُجهہ تجربا تہ اهڙا بہ هُئا، جنهن ۾ رڌڻ بہ ضروري نہ هو. مطلب تہ اهي رڌڻ کان سواءِ ڪچا واپرائڻا هئا. اهڙن تجربن هن کي تڪليف بہ ڏني. پاڻ پنجن سالن تائين اَن نہ چکيائين، رڳو ميون تي گذران ڪندو رهيو. هڪ ڀيري تہ ڇهن مهينن تائين هن رڳو زمين هيٺ ٿيندڙ ڀاڄين جهڙوڪ: بصر، مگُن، گجرن ۽ مورين تي گذارو ڪيو انهن جي لڳاتار واهپي هِن کي دَستَ بہ ڪرائي وڌا هئا.

فينيڪس سيٽلمينٽ ۾ هن ڪجهہ عرصي تائين اسڪول جي هيڊ ماستر ۽ مها بورچيءَ جون جوابداريون سنڀاليون هُيون. هڪ ڀيري، ڏکڻ آفريڪي يورپين جي مان ۾ هندستانين هڪ پارٽيءَ جو بندوبست ڪيو.

---

25. ائڊلف جسٽ [1854-1936] هڪ جرمن نئچروپيٿ هو جنهن جو خيال هو تہ مٽيءَ ذريعي هر مرض جو علاج ڪري سگهجي ٿو. گانڌي پڻ هن جي خيال کان متاثر هو.

اِنهيءَ پارٽيءَ ۾، گانڌيءَ نہ رڳو ڪاڌي رڌڻ ۾ هٿ ونڊايو. پر مهمانن کي ماني کارائڻ ۾ پڻ پنهنجن هندستاني ساٿين جو ساٿ ڏنو.

جڏهن فينيڪس سيٽلمينٽ مان ڀهريون جٿو ستيہ گرهہ لاءِ وڃي رهيو هو تہ گانڌيءَ انهن جي دل سان دعوت ڪئي. هن پنهنجن هٿن سان انهن لاءِ مانين جو ڍڳ پچايو ۽ چانور چاڙهيا. ٻوڙ رڌا ۽ ڪارڪن جو حلوو ٺاهيو.هڪ پاسي تہ هيءُ ڪاڌو تيار ڪرڻ ۾ رڌل هو پر ٻئي پاسي جٿي کي ستيہ گرهہ ۽ جيل ۾ رهڻ بابت هدايتون پڻ ڏيئي رهيو هو. جڏهن ستيہ گرهين جو انگ اڍائي هزارن تائين پهتو تہ هن قافلي جي اڳواڻي ڪئي ۽ هر پڙاءُ وقت ڪاڌي رڌڻ لاءِ ساٿين کي مشورن ڏيڻ سان گڏ پنهنجي حصي جو ڪم بہ ڪندو رهيو. هڪ ڀيري تہ هنن پاڻيءَ جهڙي پتڙي دال رڌي، ٻئي ڀيري ڀت ڪچو پڪو ٿي پيو پر 'گانڌي – پائيچارپ' جي اثر سبب ڪنهن بہ ٻڙڪ ٻاهر نہ ڪڍي ۽ مُنهن گُهنجائڻ کان سواءِ اهو ڀت کاڌائون. ڏکڻ آفريڪا جي جيل ۾ بہ هيءُ پنهنجن ساٿين کي رڌ پچاءَ ۾ مدد ڪندو هو.

گانڌي رڌ پچاءَ کي تعليم جو ضروري حصو سمجهندو هو. هيءُ وڏي فخر سان ٻُڌائيندو هو تہ "ٽالسٽاءِ فارم تي رهندڙ سيني نوجوانن کي کاڌو رڌڻ ايندو آهي." جڏهن هيءُ ڏکڻ آفريڪا کان هندستان آيو تہ شانتينڪيتن جي شاگردن جي مَنَ ۾ پڻ کاڌو رڌڻ جو شوق جاڳايائين. شاگردن بہ هن جي سڏ کي ورنايو ۽ گڏيل رڌڻو شروع ڪيائون. جتي اهي واري وٽيءَ سان کاڌو رڌيندا هئا. ٽئگور انهيءَ رٿا تي ڳڻتي ظاهر ڪندي چيو تہ شايد شوق گهڻو وقت هلي نہ سگهي، پر پوءِ بہ ارهو نہ ٿيو ۽ خوش ٿي شاگردن کي اجازت ڏنائين.

گانڌي هڪ ڀيري، مدراس جي اسڪولي هاسٽل ۾ ويو ڇا ڏسي تہ رڌڻي جي حالت تہ خراب آهي ئي، پر هر ذات جي شاگردن لاءِ ماني ۽ ڀاڄي ڌار ڌار پئي تيار ٿِي. ڪي سڪيا ستابا شاگرد وري پنهنجيءَ مرضيءَ پٽاندر مرچ، مصالحا وجهرائي ٻوڙ ٻُلاءَ پچرائي رهيا هئا. گانڌيءَ کي اهڙو صدمو هڪ بنگالي ميزبان جي گهر ۾ بہ رسيو جڏهن گهر ڌڻيءَ هن جي اڳيان اڇي

ست رڇيون رکيون هيون. انهيءَ ڏينهن هِن پاڻ سان اقرار ڪيو تہ 'هيءُ کائڻ ۽ پيئڻ ۾ پنجن ننگن کان وڌيڪ نہ واپرائيندو.' اصل ۾ گهڻ ذات وارن ڏانهن بيائي ۽ بہ اکيائيءَ وارو رويو هن ٻهار ۾ ترڪ ڪيو. جڏهن چمپران انڪوائري دوران هِن سيني ذاتين لاءِ لازم ڪيو تہ اهي هڪ ئي رڌڻي ۾ تيار ٿيل کاڌو گڏجي کائيندا. هِن جو گهڻو زور هو تہ پيٽ ڀرڻ ۽ وات جي وَٽَ وڻڻ بدران کاڌو صحت بخشيندڙ ۽ صاف سُٿرو کائڻ گهرجي.

گانڌيءَ جي کاڌي واري فهرست ۾ کائڻ ۽ پيئڻ جا ڪي بنهہ اڻ وڻندڙ اسم بہ شامل هئا. مثال طور: ڪُئنين ٽِڪيءَ جهڙي ڪوڙي چٽني، جيڪا نِم جي پنن ۾ ڪُجهہ ٻيو شيون ملائي ٺاهي ويندي هئي ۽ گدامڙيءَ، ڏهيءَ ۽ ڳُڙَ مان شربت ٺاهيو ويندو هو. ڪنهن بہ کائڻ جوڳي سائي ٻوٽيءَ جي پنن مان سلاد ٺاهيو ويندو هو ــ ٻُڊنگ، اٽي جي ميدي مان ٺاهي ويندي هئي. ڪٽڪ جي اٽي کي ٽچڪائي حلوو ٺاهيو ويندو هو. ڪُٽيل سويابين تہ آشرم ۾ هر وقت موجود هوندو هو.

گانڌي جڏهن سامونڊي جهاز ذريعي انگلينڊ ڏانهن سفر ڪري رهيو تہ پنهنجي ڀائٽي کي لکيائين: "جيڪڏهن تون بہ حصا ڪيلي جو اٽو ۽ هڪ حصو ڪٽڪ جو اٽو چڱي نموني ڳوهين تہ لذيذ بسڪوٽ ٺاهي سگهين ٿو." هڪ ڀيري، هن پنهنجي هڪ ساٿيءَ کي ڪيڪ بابت نسخو لکي موڪليو: "ڪيڪ وارو اٽو ڳوهي گهٽ ۾ گهٽ ٽي ڪلاڪ ڇانوَ ۾ رکجانءِ تہ جيئن اهو پاڻ وني خشڪ ٿئي. پرگيهہ، پاڻيءَ کان اڳ ۾ وِجهجانءِ ۽ چڱي نموني ملائجانءِ. پر ياد رکجانءِ تہ اٽي ڳوهڻ ۾ ڪا ڪمي ناهي ڇڏڻي."

گانڌيءَ کي ڪيڪ، چانور، دال، ڀاڄين جو سوپ، سلاد ۽ نارنگين جي کلن مان مُربو ٺاهڻ ايندو هو. پاڻ ماني پچائڻ ۽ ڪيڪ تيار ڪرڻ لاءِ واڌو خشڪ اٽو ڪتب نہ آڻيندو هو. پر پوءِ بہ اٽي جو چاٽو چڪري تي چنبڙندو نہ هو. هن ٿي آشرم واسين کي سيکاريو تہ بسڪوٽن ۽ اٽي مان مانيءَ جون

سوادي ٺڪيون ڪيئن پچائجن. اِهو به هن جو ئي هُنر هو ته ٿوري پارڻ ۾ گهٽ خرچ سان ڪاڏو ڪيئن تيار ڪجي.

گانڌيءَ جي هڪ ساٿيءَ آشرم جو هڪ واقعو ياد ڪندي ٻڌايو: ”هڪ ڀيري ڪنهن زرعي ماهر ٻڌايو ته فلاڻن جهنگلي گاهن ۾ پڻ وٽامن موجود آهن. سچ پچ ته اسان شُڪر ڪيو ته اُن ڏينهن گانڌيجي آشرم ۾ نه هو نه ته اعلان ڪري ها ته اڄ کان رڌڻو بند. هاڻي گاهه چري گذارو ڪبو.“

گانڌيءَ هڪ ڀيري، هڪ ماڊل اسڪول جو دورو ڪيو ۽ اسڪول جي اُستادن کي چيائين: ”اوهان جو اسڪول اُتساهه جو سبب تڏهن بڻجندو، جڏهن اوهان جو ادارو بهترين بورچي ۽ ڀنگي تيار ڪندو.“

# ڊاڪٽر



گانڌيءَ مئٽرڪ جو امتحان الفرڊ اسڪول، راجڪوٽ مان پاس ڪيو. ان کان سنت پوءِ مائٽن ڪيس قانون جي تعليم پرائڻ واسطي انگلينڊ موڪلڻ جو فيصلو ڪيو. هن ڪائٽن پڇيو ته "اوهان مون کي ڊاڪٽري پڙهڻ لاءِ پرڏيهه ڇو نه ٿا موڪليو؟" هن جي وڏي ڀاءُ سخت اعتراض ڪيو ڇو ته 'هڪ وشنو ڀلا ڪيئن ٿو چيرڦاڙ ڪري سگهي؟' هونءَ به گانڌيءَ جي مرحيات پيءُ کي ڊاڪٽري پيشو نه وڻندو هو.

گانڌي 29 ورهين جي ڄمار ۾ ٻيهر انگلينڊ وڃي ڊاڪٽري پڙهڻ جو ارادو ڪيائين. پر جڏهن وڍ ٽُڪ ۽ چيرڦاڙ ياد آيس ته انهيءَ ڪرت تان هٿ ڪنيائين. هونءَ به هيءُ جيئرن جاڳندن ساهن کي بيهوش ڪري، سندن چيرڦاڙ ڪيئن ٿي ڪري سگهيو؟! اهڙي بيرحميءَ جي اجازت ته ڪنهن

مذهب ۾ بہ ناهي! گانڌيءَ وٽ انگريزي علاج جا پوئلڳ ڄڻ شيطان جا شاگرد ۽ علاج ڄڻ ڪاري جادوءَ برابر هو. هن کي هوميوپيٿي ۽ آئيورويدڪ علاج نہ وڻندو هو.هيءُ نئچرو پيٿيءَ جو وڪيل هو.

هيءُ جڏهن ڪُنَ جي خيالن کان واقف ٿيو تہ هن پاڻيءَ سان علاج ڪرڻ شروع ڪيو. هن هوريان هوريان پاڻ تي، پنهنجن ٻارن ۽ زال تي تجربا ڪرڻ شروع ڪيا تہ ڪيئن پنهنجي آسپاس موجود عنصرن مثال طور پاڻي، مٽي، هوا ۽ سج جي روشنيءَ ڪتب آڻيندي شفاياب ٿجي. هن ڪڏهن بہ ٽڪيون، پائوڊر ۽ پيون دوائون کائي، پنهنجي جسم کي زهريلو نہ بنايو. هن سدائين صحتيابيءَ لاءِ پيٽ خالي رکڻ، ڪاڏي ۾ قير گهير ۽ جڙي ٻوٽين جي واهپي تي زور ڏنو. گانڌي مرض جي تپاس ۽ مريض جي عادتن جي مشاهدي کي، علاج ۾ سڀ کان اُتم سمجهندو هو. ڏکڻ آفريڪا ۾ هيءُ ٻهريون ڪولي بئريسٽر ۽ ٻهريون ڪولي حڪيم هُو.

ڪيترائي يورپي ۽ هندستاني، دوا درمل ۽ صحت بابت کانئس صلاح مشورا وٺندا هئا، جن مان ڪيترن جو تہ هيءُ فيملي ڊاڪٽر هو. گانڌيءَ جي علاج جو طريقو ميڊيڪل سائنس جي اصولن ۽ قاعدن جي بلڪل ابتڙ هو. پر پوءِ بہ سندس ٻڌايل بچاءَ جي تدبيرن کي ڊاڪٽر بہ ساراهيندا هئا.

جڏهن گانڌيءَ جو پنهنجو پُٽ، وڏي بُخار سبب ناچاڪ ٿيو تہ ڊاڪٽر چوڪر کي آنن ۽ ڪڪڙ جي لاس (سُوپ) پيئڻ جو مشورو ڏنو، پر گانڌي ڊاڪٽر جي صلاح سان سهمت نہ ٿيو ۽ پٽ کي پاڃين واري کاڌي تي رکيائين. هيءُ ڇوڪر جو علاج پاڻ ڪرڻ لڳو جنهن ۾ پاڃين سان گڏ رُڳو نارنگيءَ جو رَسُ ۽ پاڻي ڪتب آڻڻ لڳو. ان کان سواءِ بُخار گهٽ ڪرڻ لاءِ ڇوڪر کي آلي چادر ۾ ويڙهيندو هو. پر هڪ ڏينهن جڏهن بخار گهٽ نہ ٿيو ۽ ڇوڪر وڦلڻ لڳو تہ هيءُ ٿورو فڪرمند ضرور ٿيو. پوءِ بہ نئچرو پيٿي علاج جاري رکيائين ۽ نيٺ ڪامياب ٿيو. پوءِ تہ هِن ڪيترائي وڏي بُخار جا مريض نئچرو پيٿي علاج ذريعي صحتمند ڪيا.

هن ڪيترائي ڀيرا ڊاڪٽرن جي مشورن کي رد ڪيو هو. هڪ ڀيري ڪستوربائي کي رت جي گهٽتائي جي شڪايت ٿي پئي، ڊاڪٽرن صلاح ڏني ته هن کي 'بيف - چانهه' پيئڻ گهرجي، پر گانڌيءَ ۽ ڪستوربائي، ٻنهي اها ڳالهه نه مڃي. گانڌيءَ، ڪستوربائي کي ڪُجهه ڏينهن تائين ليمي جو رس پياريو ته هوءَ چاڪ چڱي ڀلي ٿي پئي.

ان دوران، گانڌيءَ هن کي لوڻ واپرائڻ کان به روڪيو جنهن تي ڪستوربائي اعتراض ڪيو ۽ پڇڪي ته "توکي چوڻ ته سولو ٿو لڳي، پر ڇا تون ائين ڪري سگهندين؟" گانڌيءَ جواب ڏيڻ ۾ دير ئي نه ڪئي، "آءٌ پڪ سان ائين ڪري سگهان ٿو." پوءِ هڪ معالج، مريض جي مشوري تي هڪ سال تائين لوڻ نه واپرائڻ جو واعدو ڪيو. ڪستوربائي سندس انهيءَ مهربان رويي تي روئي ڏنو ۽ ڪيس چيائين ته هو پنهنجو واعدو ٽوڙي ۽ لوڻ واپرائي. پر ڪستوربائي جي ڪابه ڪوشش سَڦَلُ نه ٿي ۽ هڪ سال تائين معالج ۽ مريض ٻنهي لوڻ نه واپرايو.

هڪ موقعي تي 15 ڏينهن تائين ڪستوربائي پيٽ صاف ڪرڻ لاءِ، ٻاڻ کي بڪارو رکيو ۽ جلاب طور نم جي پنن جو عرق واپرايائين. گانڌي گهڻو ڪري پيٽ صاف هُجڻ تي گهڻو زور ڏيندو هو. هيءُ پيٽ ۾ گڏ ٿيل غير ضروري لوڙياٺ ۽ زهر کي ختم ڪرڻ لاءِ پيٽ کي خالي ۽ هلڪي ڪرڻ واسطي جلاب تي زور ڏيندو هو. هن جو خيال هو ته "اڌ مٿي جو سور، بد هاضمو، دست ۽ قبضي وغيره ڪثرت نه ڪرڻ جو نتيجو آهن." هن جي خيال پٽاندر چڱي فاصلي تائين تڪڙو هلڻُ بيماريءَ کان بچڻَ ۽ صحتمند رهڻ لاءِ سڀ کان بهترين ذريعو هو. جيلن ۾ به هن پنڌ ڪرڻ جي عادت نه ڇڏي. جيل اندر جيل انتظاميا سان طئه ٿيل هنڌ تي صبح ۽ شام ٻنهي وقتن تي پنڌ ڪندو هو. ان کان سواءِ هن کي خبر هئي ته ڪيتريون ئي جسماني بيماريون ذهني مونجهاريَ جو نتيجو آهن. اُنڪري راماڻ جي پوٿواري ڪندي، سڀ ڳڻتيون ڏٽيءَ در ڪري، ڳڻتيءَ کان آجو هجڻ جو درس پڻ ڏيندو هو.

ڏکڻ آفريڪا ۾ جڏهن هڪ پٺاڻ ڪيس زخمي ڪري وڌو تہ نرڙ ۽ پاسيرين جي سوڄ ۽ زخمن لاءِ مٽيءَ جا پنوڙا ٺاهي رکيائين، جنهنڪري ستت ئي سندس سوڄ ختم ٿي ويئي.

گانڌي پليگ، اوچتي تيز بخار، مليريا، بلڊ پريشر، سڙي پوڻ ۽ ارڙيءَ جي علاج لاءِ مٽي ڪتب آڻيندو هو. هڪ ڀيري، ساموندي سفر دوران سندس پُٽ جي ٻانهن ڀڃي پئي. هن زخم تي مٽيءَ جي پٽي ٻڌي تہ زخم جلد ڇُٽي ويو.

گانڌيءَ کي نئچروپيٿي علاج جي اوڻاين جي ڄاڻ هئي، پر پوءِ بہ ڪيترن ئي سببن جي ڪري نئچرو پيٿي جي وڪالت ڪندو هو ڇو تہ اهو علاج هندستان جي هزارين ماڻهن جي وس ۾ هو. ان کان سواءِ، اهو علاج سؤ سيڪڙو ديسي پڻ هو. هن 77 ورهين جي ڄمار ۾ وڏي جوش جذبي سان اُرولي ڪانچن ڳوٺ ۾ نئچروپيٿي علاج جو مرڪز کوليو، ڳوٺاڻن لاءِ علاج جون سهولتون مُيسر ڪيون. انهيءَ مرڪز ۾ دوائن ٺاهڻ لاءِ ۽ مريض جي تپاس لاءِ ڪي بہ مددي اوزار ڪتب نہ آڻيا هئا. هن جو خيال هو تہ هڪ ڪامياب ڊاڪٽر کي ڄاڻ جو ڀنڊار هجڻ گهرجي ۽ اُها ڄاڻ ڪيس ڪنهن معاوضي کان سواءِ پنهنجن مريضن تائين پهچائڻ کپي. هن جو خيال هو تہ ماڻهو ڊاڪٽر سان ساليانيفي طئہ ڪن ۽ اِها سال جي شروع ۾ هڪ ڀيرو اڳواٽ ئي ڪيس ڏيئي ڇڏين، پوءِ سڄو سال ڊاڪٽر کان مشوري وٺڻ لاءِ ايندا رهن. ان کان سواءِ ڊاڪٽر جي في امير توڙي غريب لاءِ ساڳي هجي. هن جي قائم ڪيل مرڪز ۾ علاج لاءِ ڀرپاسي جي ڳوٺن مان ڪيترائي مرد ۽ مايون اچڻ لڳا. انهن سيني کي تپاسي، گانڌي علاج ۽ احتياط لاءِ هڪ پني جي ٽُڪر تي هدايتون لکي ڏيندو هو. هن راماڻ نالي هڪ مريض لاءِ نُسخو لکيو: "سڄ جو تڙڪو وٺ، ميوا ۽ ڏُڌ واپراءِ ۽ کير کان پرهيز ڪر." اهڙو ئي هڪ نُسخو هن هڪ مريض پاروَتيءَ لاءِ لکيو "نارنگيءَ جو جوس پيءُ، سڄ جو تڙڪو وٺ، پيٽ تي چيڪي مِٽيءَ جا پنوڙا ٻڌُ."

گانڌيءَ جتي بہ آشرم قائم ڪيو اُن جي رهواسين وٽ هيءَ ڳالهہ عام هوندي هئي تہ ’جيڪڏهن چاهيو ٿا تہ گانڌيجي اوهان جي ويجهي رهي تہ بيمار ٿيو.‘ گانڌي بيمار ٿيندڙ ساٿيءَ بابت هر ننڍي ٿوٽي وڏي ڳالهہ ڄاڻڻ چاهيندو هو ۽ جڏهن صُبح وارو پنڌ ڪري موٽندو هو تہ سِڌو مريض وٽ ويندو هو. سندس خدمت چاڪري ڪندو هو. ڪيس صلاح مشورو بہ ضرور ڏيندو هو. مثال طور پاڄيون واپراءِ پاڄيون ڪيئن رڌجن، صفائي سُٿرائي ڪيئن رکجي وغيره. جڏهن سيواگرام جي پرپاسي وارن ڳوٺاڻن کي خبر پئي تہ گانڌي، هر روز هڪ ڪلاڪ سيواگرام جي مريضن کي ڏئي ٿو تہ صبح جو هڪ وڏي انگ ۾ ماڻهو اچي گڏ ٿيندا هئا ۽ گانڌيءَ کي پنهنجي ناچاڪائي بابت ٻڌائيندا هئا. گانڌي سڀني کي ٻڌائيندو ۽ مختلف مشورا ڏيندو هو. پر سڀني مشورن ۾ ڪُجهہ جملا ساڳيا هوندا هئا جيئن: ”پاڄي کائو لسي پيئو مِٽيءَ جا پنوڙا ٻڌو.“ ڪڏهن ڪڏهن تہ ڪنهن بيمار جو پائخانو هيءُ خود تپاسيندو هو ۽ جيڪڏهن بيمار کي ڪا گهٽي جسماني ڪمزوري ناهي تہ هُن کي کليل ميدان ۾ سمهاريو ويندو هو. بيماريءَ جا سڀ پاسا جانچڻ کان پوءِ ئي گانڌي مريض کي مشورو ڏيندو هو.

هڪ ڀيري آشرم جي هڪ ساٿيءَ بلڊ پريشر جي شڪايت ڪئي تہ گانڌيجي انهيءَ ساٿي سان هڪ سنجيده بحث ۽ مباحثو ڪرڻ کان اڳ هُن جو بلڊ پريشر چيڪ ڪيو. پئي ڏينهن هن کان هڪ ڪاٺ جو تختو چيرائڻ کان اڳ ۽ پوءِ هن جو بلڊ پريشر چڪاس ڪيائين، ۽ ٽئين ڏينهن هن جو بلڊ پريشر چيڪ ڪري، کيس هڪ فرلانگ ڪن آشرم جي ميدان ۾ ڊوڙڻ لاءِ چيائين. جڏهن مريض ڊوڙي واپس آيو تہ بلڊ پريشر ڏٺائين تہ اُهو گهٽو گهٽ ٿي چڪو هو. ان تجربي کان پوءِ، گانڌي اُن کي چيو تہ ”جڏهن بہ بلڊ پريشر وڌئي تہ اُن کي پنڌ ڪري پڄائي ڇڏ.“ گانڌي، پلي ڪهڙي بہ اهم ڪم ۾ رُڌل ڇو نہ هجي. پر جيڪڏهن ڪنهن ڪاڏ خوراڪ، صحت ۽ بيماريءَ بابت ڪجهہ پڇيس تہ پوءِ سڀ ڪم ڇڏي، پهريان اُن جي سوالن جا جواب ڏيندو هو. گانڌيءَ جي نظر ملڪ جي سياسي وايو منڊل تي بہ هئي.

چوٽيءَ جا اڳواڻ هن کان صلاحون وٺندا هئا. گانڌي کين سياسي صلاحن ڏيڻ کان سواءِ ڪائڻ پيئڻ بابت پڻ مشورا ڏيندو هو. انهن مان ڪوبہ اهڙو نہ هو جيڪو سندس ڳالهہ ٽاري سگهي. گانڌي، جڏهن جيل ۾ هوندو هو تڏهن بہ جيل انتظاميا کان اجازت وٺي، پنهنجن ساٿين جي بئرڪن ۾ وڃي، سندن صحت بابت حال احوال وٺندو هو.

هڪ ڀيري، آشرم جي هڪ ساٿيءَ دم جي شڪايت ڪئي تہ گانڌيءَ کيس هدايت ڪئي تہ "سگريٽ ڇڪڻ ڇڏي ڏي." گانڌي لڳاتار ٽي ڏينهن هن کي تپاسيندو رهيو پر پوءِ بہ دم جي شدت ساڳي هئي، جنهن جو سبب هيءُ هو تہ اُهو ساٿي چوريءَ سگريٽ پيئندو رهندو هو. هڪ ڏينهن، هُن اچا سگريٽ وات ۾ وجهي، ماچيس جي تيلي سگريٽ دکائڻ لاءِ ٻاري تہ سندس مُنهن ۾ ٽارچ لڳي ـ ڇا ڏسي تہ گانڌي هن جي اڳيان بيٺو آهي. هن اُتي جو اُتي سگريٽ نہ پيئڻ جو واعدو ڪيو.

هڪ ڀيري، گانڌيءَ سان بادشاهہ خان نالي شخص مٿي ۾ خشڪيءَ جي شڪايت ڪئي تہ کيس مٿي تي ميٽ ملڻ جي هدايت ڪيائين. ٻي دفعي، ولڀڀائي پٽيل کي پير ۾ ڪنڊو لڳو تہ گانڌيءَ هڪ ديسي ملم جو ڏس ڏنس. ولڀڀائي پٽيل انهيءَ ڏس لاءِ اڪثر چوندو هو: " ملم جي سُور کان ڪنڊي جو سور سهڻ سولو هو."

# نرس

هڪ ڀيري، ڪانگريس جا اڳواڻ گانڌيءَ سان صلاح ثواب لاءِ سيواگرام آيا. هنن ڏٺو ته گانڌي ٻن مريضن جي خدمت چاڪريءَ ۾ رُڌل آهي ۽ سندن بُخار گهٽ ڪرڻ لاءِ ڪين پُسيل چادرون پيو اوڍائي ۽ مَٿائي، ۽ پاٽيءَ پريل ٽب ۾ پيو وهنجاري. اها ماجرا ڏسي ڪانگريسي اڳواڻن پڇيو: ”ڇا هيءُ سڀ ڪُجهه اوهان کي ڪرڻ گُهرجي؟“ گانڌيءَ جواب ڏنو: ”ڳوٺ ۾ جيڪڏهن ڇهه سَوَ فرد هجن ۽ انهن مان ٽي سَوَ بيمار هجن ته پوءِ ڀيو ڪير ڪندو؟“. گانڌيءَ کي ننڍي هوندي کان بيمارن جي سِيوا ڪرڻ جو شوق هو. جڏهن هو اڃا ننڍو هو ته اسڪول کان سِڌو گهر اچي بيمار پيءُ کي وقت تي دوائون کارائيندو هو ۽ سندس ڦَٽ جي ملم پٽي ڪندو هو. گانڌي جيئن جيئن عمر ۾ پڪو پختو ٿيڻ لڳو ته تيمارداريءَ ۽ مريضن جي ٽهل ٽڪور ڪرڻ ۾ هن جي دلچسپي اڃا بہ وڌڻ لڳي.

گانڌي پنهنجي جذبي جي تسڪين لاءِ، ڏکڻ آفريڪا جي هڪ خيراتي اسپتال ۾، ڏهاڙي بہ ڪلاڪ هڪ نرس طور مريضن جي سيوا ڪندو هو. انهيءَ خيراتي اسپتال ۾، دوائن جا نسخا لکندو هو. جڏهن هن ڏٺو ته هيءُ پورو نہ ٿو پوي ته هن ڪورٽن ۾ هلندڙ پنهنجا سڀ ڪيس، پنهنجي هڪ مسلمان دوست جي حوالي ڪيا ته جيئن هو انهن جي پيروي ڪري ۽ پاڻ سڄو وقت مريضن جي سيوا ۽ تيمارداريءَ ۾ ڏئي سگهي.

1896ع ۾، گانڌي هندستان جي هڪ مختصر دوري تي آيو ۽ هتان جي اڳواڻن کي ڏکڻ آفريڪا جي هندستاني پورهيتن جي حالت زار کان آگاهہ ڪيائين. هندستان ۾ هن جو گهڻو وقت ’گرين پمفليٽ‘[26] لکڻ ۾

26. گانڌيءَ هيءَ پمفليٽ 1896ع ۾ لکيو جنهن ۾ هن گوري سرڪار جي ظلمن بابت تفصيل ڏيندي، هندستاني عوام کي سهڪار ۽ سهائتا لاءِ اپيل ڪئي.

ورهائڻ ۾ لڳي ويندو هو. پر جڏهن هن کي خبر پئي ته سندس پيٽيوو بيمار آهي ۽ پيرڻ گهر جي مصروفيتن سبب هن جو جوڳو خيال نٿي ڪري سگهي ته هيءُ سپ ڪم اڌ ۾ ڇڏي، سڌو سندن گهر پهتو ۽ مريض کي ڏار ڪمري ۾ رهائي، ڏينهن رات اُن جي تيمارداري ڪندو رهيو.

گانڌيءَ جي، انن ورهين جي پُٽ جي جڏهن ٻانهن ڦٽجي پيئي ته هيءُ هڪ مهيني تائين سندس زخم جي ملم پٽي ڪندو رهيو. هن ڊاڪٽر جي ٻڌل پٽي کولي ڦٽ کي صاف ڪيو ۽ پوءِ چيڪي مٽي ڳوهي ڦٽ تي ٻڌي ڇڏيائين، ۽ ڦٽ ڇٽڻ تائين ايئن ڪندو رهيو. گانڌيجيءَ جي هڪ ٻئي پٽ کي وڏو بُخار ٿيو جنهن جي عمر ڏهه سال هئي. گانڌي، چاليهه ڏينهن تائين اُن جو علاج ڪندو رهيو. هيءُ پُٽ کي آلو ڪپڙو ويڙهي ويهاريندو هو ۽ وري خشڪ ڪپڙي سان سڄو جسم اگهندو هئس. ٻارڙو ڏاڍيون دانهون ڪندو هو پر هيءُ تيمارداري ۽ علاج ۾ ڪابه ڪوتاهي نه ڪندو هو. پنهنجي هڪ ٻئي ٻار جو علاج گانڌيءَ مٽيءَ جي ذريعي ڪيو هيءُ هر اڌ ڪلاڪ کان پوءِ، بيمار جي پيٽ تي هڪ انچ ٿُلهو مٽيءَ جو پنوڙو رکندو هو. جڏهن بُخار ٽُٽندو ته هيءُ ڪيلا پندرهن منٽن تائين ڪنهن ٿانءَ ۾ گهوٽي نرم ڪري، ٻار کي کارائيندو هو.

گانڌيءَ جي هڪ خاص ڳالهه هيءَ هئي ته هيءُ چاهيندو هو ته مريض ذهني طرح پريشان نه هُجي. هيءُ هر قسم جي عادت جو سخت مخالف هو. پر جڏهن ڏکڻ هندستان جي هڪ ڇوڪري، جيڪو سندس علاج هيٺ هو ڪافي پيئڻ جي سَڌَ ڪئي ته گانڌيءَ پنهنجن هٿن سان اُن کي ڪافي ٺاهي پيئاري هئي.

گانڌيجيءَ جي علاج ۾ ٽي شيون، سدائين شامل رهنديون هيون، پوءِ ڪٽي مريض کي تڪليف ڪهڙي به هُجي ۽ اهي هيون: 'آلي ڪپڙي سان جسم کي اُگهڻ، جُلاب وٺڻ ۽ پيٽ تي مٽي ٻڌڻ.' اصل ۾ هيءُ پنهنجن مريضن جي لاءِ رڳو نرس نه هو. پر اُميد، آسرو ۽ ڏڍُ به هو.

گانڌيءَ جي دل ۾ ڪڏهن بہ اِهو خيال نہ آيو تہ ڪوڙهين، گدلن ۽ وبائي بيمارين ۾ ورتل مريضن جو علاج ۽ سار سنڀال ڪندي، متان اها بيماري کيس بہ وچڙي پويا هڪ ڏينهن، هڪ ڪوڙهيو فقير هن وٽ آيو تہ گانڌيءَ اُن کي اجهو ڏنو ڦٽ ڌوئي صاف ڪيائينس ۽ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ، هُن کي اسپتال ۾ داخل ڪرايائين. هڪ ڀيري، ڪنهن جيل جي ساٿيءَ کي ڪوڙهہ جون علامتون ظاهر ٿيڻ لڳيون تہ جيل انتظاميا کان خاص اجازت وٺي، ڏهاڙي هن سان، سندس بئرڪ ۾ وڃي ملاقات ڪندو هو. جڏهن ساڳيو ساٿي جيل مان آزاد ٿيو تہ اُن کي آشرم ۾ رهايائين، هو ڪيترائي سال آشرم ۾ رهيو ۽ گانڌي ڏهاڙي هُن جا ڦٽ ڌوئي ملم پٽي ڪندو هو.

ڏکڻ آفريڪا ۾ گانڌيءَ وقت جي سرڪار کي بہ ڀيرا هڪ رضاڪار نرس طور پنهنجيون خدمتون آڇيون. گانڌيءَ اهي خدمتون بوئر جنگ ۽ زولو بغاوت وقت پڻ آڇيون هيون. گانڌي، بنهي موقعن تي 'انڊين ايمبولينس ڪارپس' جي پليٽ فارم تان زخمين ۽ ڪمزورن جي مدد ڪئي هئي. هُن رضاڪار نرسن جي جٿي جي ثابت قدم اڳواڻ طور پاڻ مڃرايو هو. هن کي ميلن جا ميل، زخمين کي اسٽريچر تي کڻي مناسب هنڌن تي پهچائڻو پوندو هو. هن کي زولو زخمين جو علاج ڪرڻو پوندو هو ڇو تہ گورين نرسن انهن جي علاج کان جواب ڏنو هو. زولو زخمي، جن کي سرڪار ڪوڙا هنيا هئا، تن جي زخمن مان گند ۽ پونءِ پئي وهندي هئي. ان کان سواءِ، هيءُ گورن سپاهين جو بہ ويچ هو. گانڌيءَ جي خدمتن عيوض انگريز سرڪار هن کي زولو وار ميڊل ۽ قيصر هندِ جو سونو پلو ڏنو هو.

جڏهن ڏکڻ آفريڪا جي سون وارين کاڻين ۾ وبا پکڙي ۽ مزدورن جي مرڻ جون خبرون اچڻ لڳيون تہ گانڌي هڪدم چار مددگار ساٿي ساڻ ڪري، وڃي کاڻين واري هنڌ پهتو. هن پهچڻ شرط هڪ خالي پانڊي جو دروازو ڀڄرائي کولرايو ۽ اُن ۾ مريضن جي تڪڙي سهائتا لاءِ ڪٺن،جو بندوبست ڪيو ۽ ٽيويهہ مريض اُن ۾ منتقل ڪيائين. مقامي ميونسپالٽيءَ

گانڌيءَ جي انهيءَ قدم ڪي ڏاڍو ساراهيو ۽ ٿورا مڃيندي، ڏانهس هڪ نرس سان گڏ احتياطي دوائون به ڏياري موڪليائون.

احتياطي دوائن ۾ براندي به شامل هئي، جنهن جي استعمال ڪان گانڌيءَ ڪيٻايو پئي. هيءَ مريضن کي دوائن ڏيڻ ڪان سواءِ، راتين جون راتيون جاڳي، سندن ڪِنُ جي مٿن پرسان ويهي، ڪڇهريون ڪري، ڪين آٿت ۽ آسرا ڏيندو هو. ڊاڪٽر جي اجازت سان، مٽيءَ ذريعي مريضن جو علاج به ڪيائين. گانڌيءَ جي ڪوشش ڪان پوءِ به رُڳو ٻه مريض بچي سگهيا. باقي سڀ مريض ۽ سندن سهائتا ڪندڙ نرس به فوت ٿي وئي.

گانڌي چوندو هو: "هڪ نرس کي پنهنجي صحت جي به ايتري ئي پرگهور لهڻ گهرجي، جيتري هوءَ / هو پنهنجن مريضن جي لهي ٿي / ٿو." سندس چواڻي: "پنهنجي صحت ۽ مريضن جي سار سنڀال هڪ نرس جي ڊيوٽيءَ جا اهم حصا آهن."

گانڌي، سدائين احتياطي تدبيرن تي وڌيڪ زور ڏيندو هو ۽ پاڻ به انهن تي عمل ڪندو هو. هن کي جڏهن به گهڻو ڪم ڪرڻو هوندو هو ته پيٽ پري نه کائيندو هو. گانڌي، نئچرو پئٿي علاج ۾ پڙهو هو جنهن هيٺ هيءَ پنهنجو بلڊ پريشر گهٽ ڪرڻ لاءِ، مٽي تي ڳوهيل چيڪي مٽيءَ جا پنوڙا رکندو هو. هڪ ڀيري جڏهن جپاني شاعر يون نوگوئچي گانڌيءَ سان ملڻ آيو ته هن جي مٿي تي آلي مٽيءَ جو پنوڙو رکيل هو. گانڌيءَ، جپاني شاعر کي مخاطب ٿيندي، مٽيءَ ڏانهن اشارو ڪيو ۽ چيائين، "آءٌ هندستان جي ڌرتيءَ ماُن جنميو آهيان ۽ اُن جي مٽي ئي منهنجو تاج آهي."

گانڌيءَ لاءِ ڪنهن به مريض جي چيڙاڪ طبيعت ڪڏهن به بيزاريءَ ۽ ڪٿتيءَ جو سبب نه بڻي. هيءَ ساڌارڻ طريقي ۽ مستقل مزاجيءَ سان مريض جي تيمارداري ڪندو هو. سندس اِهو رويو پنهنجي زال ۽ اولاد سان به هو. هڪ ڀيري ڪستورٻائي، جڏهن ڏکڻ آفريڪا ۾ ڏاڍي ناچاڪ ٿي پئي هئي ۽ ڊاڪٽرن جواب ڏيئي ڇڏيو ته گانڌيءَ گهڻي صبر ۽ پيار مان پاڻ هن جو

علاج ۽ خدمت چاڪري ڪئي هئي. جڏهن هوءَ ڏکڻ آفريڪي جيل مان آزاد ٿي هئي ته به ڏاڍي ڪمزور هئي. گانڌي هن کي ڏندڻ ڏيڻ ۾ مدد ڪندو هو ۽ هن لاءِ ڪافي ٺاهيندو هو. پيٽ جي صفائي لاءِ جُلاب ڏيندو هُئس، ڏهاڙي ڪاڪوس ۽ پيشاب وارو ٿانوَ صاف ڪندو هئس. ان کان سواءِ، صبح جو سويل، تازي هوا کارائڻ لاءِ ڪستورباٽي جي کٽ وڻ جي ڇانوَ ۾ رکندو هو ۽ جيئن جيئن سج چڙهڻ سان وڻ جو پاڇو ڦرندو هو ته هيءُ کٽ کي به ڦيرائيندو رهندو هو.

ڏکڻ آفريڪا ۾ سکيا ورتل دائيءَ جو ملڻ مشڪل هو. ڇو ته هڪ ته سکياوند دائين جي کوٽ هئي ۽ ٻيو ته اِهي گهڻو ڪري گوريون هيون ۽ ڪا به گوري دائي، ڪنهن هندستاني عورت جو ويم ڪرائڻ لاءِ تيار نه هئي. جڏهن ڪستورباٽيءَ جا مهينا پرجي آيا ۽ پيڙ لهڻ شروع ڪيائين ته ڪا به دائي نه مِلي. نيٺ، گانڌيءَ کي ئي دائي بڻجڻو پيو.

آغا خان محل ۾، ڪيترن ئي اڳواڻن کي انگريز سرڪار قيدي بڻائي رکيو هو جن ۾ ڪستورباٽي به هڪ هئي، جتي هوءَ بيمار ٿي پئي. گانڌيءَ 75 ورهين جي ڄمار ۾ هوندي به هن جي گهڻي ڦڙتائيءَ سان ۽ مهلائتي مدد ڪندو هو.

يرودا جيل ۾ جڏهن گانڌيءَ جو نَنڍي آنڊي وارو آپريشن ٿيو ته ڊيوٽي ڏيندڙ نرسن پنهنجي هن نرس ۽ ڪمپائوڊر جي ڏِکَ ڏيندڙ مريض جي رويي جي گهڻي ساراهه ڪئي. نيٺ نرس چئي ڏنو: "مون لاءِ نرسنگ جوشعبو ته سدائين پُرلطف رهيو آهي پر اصل مزو تڏهن ماڻيم، جڏهن مون کي گانڌيءَ جي خدمت چاڪريءَ جو شرف حاصل ٿيو." انهيءَ نرس وڌيڪ چيو: "جڏهن مون گانڌيءَ جي رپورٽ ڊاڪٽر کي ڏيکاري ته ڊاڪٽر ڪارڊ ڏسي چيو 'هِن کان اڳ ۾ ته تو ڪڏهن به اهڙو سٺو رپورٽ ڪارڊ نه ٺاهيو آهي.' انهيءَ تي مون وراڻيو ته "ان کان اڳ ۾ مون وٽ گانڌيءَ جهڙو مريض به ته ڪو نه آيو هو نه!"

# اُستاد



گانڌيءَ 13 ورهين جي ڄمار ۾ ڪستوربائي سان شادي ڪئي، جنهن جي عمر بہ لڳ ڀڳ ساڳي هئي. ڪستوربائي اڻ پڙهيل هئي. گانڌي، هُن جو اُستاد بنيو ۽ هُن کي لکڻ، پڙهڻ ۽ بُنيادي حساب سيکارڻ جا جتن ڪيا، پر ناڪام ٿيو. گانڌي، 1914ع ۾ جڏهن ساموںڊي جهاز ذريعي انگلنڊ وڃي رهيو هو تہ پنهنجي همسفر هرمن ڪيلنباش کي ڏهاڙي هڪ ڪلاڪ سنسڪرت پاڙهيندو هو ۽ ڪستوربائي کي گيتا ۽ رامائڻ سمجهائيندو هو. ڪستوربائي 73 سالن جي عمر ۾ آغا خان جي محل ۾ گانڌيءَ سان گڏ قيد ڪاٽيو. ان وقت، گانڌيءَ وٽ ڪُجهہ واندڪائي هئي، جنهنڪري هن ڪستوربائي لاءِ رامائڻ ۽ ڀڳونت گيتا جي ڪُجهہ بابن جي سوڌ سنوار ڪئي. ان کان سواءِ، هيءُ ڏهاڙي ڪيس جاگرافي، گُجراتي ادب ۽ گرامر جي مضمونن مان سبق پاڙهيندو هو پر هن جي شاگردياڻي وڏي عمر هجڻ ۽ عدم

دلچسپيءَ سبب پنهنجي اُستاد لاءِ اُتساهه جو سبب بنجي نه سگهي. گانڌيءَ جيل ۾ هڪ چيني قيديءَ کي گجراتي ۽ آئرش جيلر کي تاريخ ۽ پنهنجي پوٽيءَ کي جاميٽري پڙهائي ۽ سمجهائي هئي. پاڻ 74 ورهين جي ڄمار ۾ به جاميٽريءَ جا دُرست خاڪا ۽ ڊزائينون ڪڍي سگهندو هو.

گانڌي هڪ اُستاد طور سدائين پُرامِيد ۽ پُراعتماد هوندو هو. هن جا تعليم بابت ويچار عام مروج معيارن کان بنهه مختلف هئا. ان زماني ۾ ڏکڻ آفريڪا ۾ حجمن، ڪلارڪن ۽ دُڪاندارن کي انگريزي سکڻ جو شوق هوندو هو. پر پنهنجي ڏهاڙيءَ جي مصروفيت ۽ غربت سبب هو ڪو اُستاد مقرر نه پئي ڪري سگهيا. گانڌي سندن جذبو ڏسي انهن مهينن تائين، سندن دُڪانن ۽ دَخِلَنِ تي وڃي، کين انگريزي سيکاريندو رهيو. هن کين ايتري انگريزي ضرور سيکاري جو هو پنهنجو حساب ڪتاب رکڻ ۽ ڏنڌي ڌاڙيءَ بابت خط پٽُ لکڻ ۾ پيڙ تي ويا.

گانڌي پنهنجن پُٽن کي آفيس تائين پنڌ ويندي، گُجراتي ٻولي ۽ ادب بابت زباني سبق ڏيندو هو گانڌيءَ ٿوري وقت لاءِ پنهنجن ٻارن کي انگريزي سيکارڻ لاءِ هڪ اُستاد پڻ مقرر ڪيو هو. هن جا ٻار انگريز اُستاد کان سواءِ پنهنجن انگريز دوستن کان به انگريزي سکيا هئا.

فينيڪس سيٽلمينٽ ۾ گانڌي پنهنجن ساٿين جي ٻارن لاءِ هڪ پرائمري اسڪول قائم ڪيو هو. هيءَ پاڻ انهيءَ اسڪول جو هيڊ ماسٽر ٿيو ۽ ٻيا هن جا ٻانهن ٻيلي (اُستاد) بڻيا. انهيءَ اسڪول ۾ ٻار مختلف مذهبن سان واسطو رکندڙ هئا. اهڙيءَ طرح، استاد به وڻ وڻ جي ڪاٺي - ڪي انگلينڊ جا انگريز ته ڪي جرمنيءَ جا جرمن ته وري ڪي هندستان جا هندستاني هئا. جيئن ته فينيڪس جي سيني اُستادن لاءِ هٿ جو پورهيو ڪرڻ به ضروري هو، اُنڪري ڪُجهه ڏينهن اهڙا به هوندا هئا جو اُستادن کي سڌو ٻنين مان نڪري ڪلاسن ۾ اچڻو پوندو هو - سندن ٿڪون مُرَنِ کان پِنِين تائين گپ ۽ گاري سان ڀريل هونديون هيون. گانڌي، جڏهن پڙهائيندو

هو. تڏهن به، هُن جي جهوليءَ ۾ ڪوڻ ڪو ٻار به ويٺل هوندو هو. جنهن کي ريجهائيندو رهندو هو. گانڌيءَ ڪڏهن به پنهنجن شاگردن کي ڪنهن به اهڙي ڪم لاءِ نه چيو، جنهن تي هن پهريان پاڻ عمل نه ڪيو هُجي. گانڌي ڄاڻندو هو ته ڪوبه گيدي اُستاد، پنهنجن شاگردن کي بهادر ۽ باهمت نه ٿو بنائي سگهي. گانڌيءَ جي اڀياس جا موضوع گهڻا هئا ۽سدائين هن کي نئين ڳالهه سکڻ جي اُڻ تُڻ رهندي هئي. هن 65 سالن جي ڄمار ۾ به تارن ۽ گرهن جي علم جو اڀياس ڪرڻ شروع ڪيو هو.

هن فينيڪس ۾ قائم اسڪول ۾ تعليمي طريقن بابت ڪيترائي تجربا ڪيا. انهيءَ اسڪول ۾ قانون ۽ قاعدا تمام سخت هوندا هئا. فينيڪس جا رهواسي سادي پر ڏُکي زندگي گذاريندا هئا. چانهه، ڪافي ۽ ڪوڪ واپرائڻ تي بندش هئي، ڇو ته اِهي شيون غلام اپائيندا ۽ تاهيندا ڪندا هئا. اسڪول ۾ داخل سڀ شاگرد فينيڪس آباديءَ ۾ رهندا هئا. گانڌي، پڙهائڻ وقت ڪڏهن ڪڏهن درسي ڪتاب کي ڪتب آڻيندو هو. سندس خيال هو ته ٻار جي ذهن کي رُڳو درسي ڪتابن جو ڳيجهو نه بنائجي. پر ڪيس وٺ به علم پرائڻ جي تڙپ لاءِ به گنجائش ڇڏجي. هن کي پنهنجي اسڪول جو زمانو ياد هو ته ڪيئن اُستاد سبق روايتي ۽ رُکي نموني پڙهائي، ٻار لاءِ مطالعو جو مزو گهٽائي ڇڏيندا هئا. ان کان سواءِ، هن ڪڏهن به لکڻ پڙهڻ ۽ حسابن کي گهڻي اهميت نه ڏني. هن جي تعليم ۾ اندر اجارڻ ۽ ڪردار جي تعمير تي گهڻو زور هو. هيءُ ٻارن کي سيکاريندو ۽ سمجهائيندو هو ته سڀني مذهبن جي عزت ڪريو. رمضان جي مهيني ۾، هندو ڇوڪرا مسلمان ڇوڪرن سان گڏ روزا رکندا هئا. مسلمان ڇوڪرن کي ڪجهه مهينن لاءِ هندو ڪٽنبن ۾ رهايو ويندو هو. اُهي ڇوڪرا اُهو ئي کاڌو کائيندا هئا، جيڪو ميزبان جي گهر ۾ رڌبو هو. فينيڪس ۾ سبزي گهڻي واپرائي ويندي هئي. سڀني کي گڏيل دُعا ۾ شريڪ ٿيڻو پوندو هو. ان کانسواءِ باغيچي جي گڏ، موچڪي ڪم، گند ڪچري صاف ڪرڻ، واڍڪي ڪم ۽

رڌ پچاءَ واري سکيا ۾ بہ شامل رهڻو پوندو هو. هر روز شام جو پيانيءَ جي لئہ تي پچن ۾ گيت ڳايا ويندا هئا. جسماني سگهہ لاءِ ڪرڪيٽ، ٽينس ۽ ٻين راندين بدران زرعي پورهيي جي ترغيب ڏني ويندي هئي. گانڌي، پنهي فارمن: ٽالسٽاءِ فارم ۽ سابرمتي آشرم ۾ پاڻ موچڪي ڪم جي سکيا ڏيندو هو. ٽالسٽاءِ فارم تي هيءَ وڏن ڪلاسن کي اردو ۽ تامل ٻوليون پڙهائيندو هو. مادري ٻولي ۽ ان ۾ سرجيل ادب پڙهائڻ تي بہ گهڻو زور ڏنو ويندو هو. گانڌي گُجراتي، مرهٽي، هندي، اردو، تامل، انگريزي، فرانسيسي ۽ لاطيني ٻوليون بہ ڄاڻندو هو. سامبرمتي آشرم ۾ في نہ ورتي ويندي هئي، پر ٻارن جي مائٽن مان اِها اميد رکي ويندي هئي تہ اهي پنهنجي رضا خوشيءَ سان آشرم لاءِ چندو ڏين. اهڙا ٻار جن جي عمر ڇهن سالن کان مٿي هوندي هئي، اُنهن کي رهائشي شاگرد طور داخلا ڏني ويندي هئي. انهن ٻارن کي ڏيهي ٻوليءَ ۾ تاريخ، جاگرافي، حساب ۽ اقتصاديات پڙهائي ويندي هئي. ٻوليءَ جي مضمون ۾ سنسڪرت ۽ هنديءَ سان گڏ هڪ دراوڙي ٻولي لازمي طور پڙهڻي پوندي هئي. انگريزي هڪ ثانوي ٻوليءَ جي حيثيت ۾ پڙهائي ويندي هئي. ان کان سواءِ اردو، تامل، تلگو ۽ بنگالي الفابيٽ سان پڻ ٻارن جي سڃاڻپ ڪرائي ويندي هئي. ڏينهن ۾ ٽي وقت مرچ مصالحي کان سواءِ کاڌو ڏنو ويندو هو جنهن ۾ ذائقي لاءِ نالي ماتر ڪا لوڻ چپٽي پيل هوندي هئي. پهرڻ ۽ پائڻ لاءِ هڪ سادو وڳو متعارف ڪرايو ويو هو سڄو زور سوديشي زندگيءَ جي نموني کي پنهنجائڻ تي هو. گانڌي گڏيل تعليم جو پرچارڪ هو. هو چوندو هو: "اسان کي جنس جي بنياد تي بيٺل تعليمي ورڇ کي ختم ڪرڻو آهي. هونءَ بہ ظاهري پردو کهڙي ڪم جو آهي."پر جڏهن بداخلاقيءَ جو ڪو واقعو ڇوڪرين يا ڇوڪرن ۾ پيش ايندو هو تہ اُنهن کي صالح بنائڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڏينهن مانيءَ کائڻ کان سواءِ پرارٿنا ڪرڻي پوندي هئي.

شاگردن کي ڪپهہ ٽاڻڻ ۽ باغبانيءَ کان سواءِ، ڏاڳن ٺاهڻ جي پڻ

سکيا ڏني ويندي هئي. نوجوانن کي ڪوبہ هڪ هٽ جو هُنر سيکاريو ويندو هو تہ جيئن انهن جي تعليم تي ايندڙ خرچ جو ڪجهہ حصو ان مان ڪمائي سِگهجي.

گانڌيءَ کي موڪل يا وئڪيشن نہ وڻندي هئي. هفتي ۾ بہ ڏينهن شاگردن کي اجازت هوندي هئي تہ پلي پنهنجو من پسند ڪم ڪن. سال ۾ ٽي مهينا، صحتمند شاگردن کي پنڌ مسافري ڪرڻي پوندي هئي، وديا پٺ گُجرات ۾ گانڌي ٻارن کي عيسائين جي 'نئين عهدنامي' مان آکاڻيون ٻڌائيندو هو ۽ انگريزي ادب مان پڻ ڪين چونڊ ڪهاڻيون ٻڌائيندو هو.

گانڌي وٽ اعليٰ تعليم بابت هڪ نئون خيال هو. هن پراڻي تعليمي نظام کي ننهن کان چوٽيءَ تائين تبديل ڪرڻ گُهريو پئي تہ جيئن اِهو نظام وچئين طبقي جي ٿورڙن ماڻهن کي فائدي ڏيڻ بدران هندستان جي لکن جي تعداد ۾ عوام لاءِ ڪتب اچي سگهجي. هن کي سدائين ڳڻتي هوندي هئي تہ ٻارڙا انگريزي ٻولي، جيڪا هنن لاءِ هڪ اوپري زبان آهي، ان جي سکڻ لاءِ نہ رُڳو پنهنجو وقت وڃائي رهيا آهن. پر آهستي آهستي پنهنجين مادري ٻولين ۽ ثقافتي ورثن کان پڻ پري ٿي رهيا آهن. هن کي اچرج ٿيندو هو تہ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ بہ فرد پُراعتماد ڇو نہ ٿو ٿئي ۽ هر وقت ڳڻتيءَ ۾ رهي ٿو تہ ڊگري وٺڻ کان پوءِ مان ڇا ڪندس؟ هن جو اعليٰ تعليم بابت خيال هو تہ اِها هندستان جي شاندار ماضيءَ ۽ حال جي جديد گُهرجن ۽ علمن جو هڪ سهڻو ميلاپ هُجڻ گهرجي. گانڌيءَ پٽاندر: 'اعليٰ تعليم جو حاصل مطلب هيءُ هو تہ ڪوبہ فرد تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ ذهني طرح صحتمند، ايماندار ۽ ذميوار شهري بنجي سگهي، ۽ پنهنجي روزاني زندگي چڱي نموني گذاري سگهي. گانڌي چوندو هو تہ 'ٻار کي لکڻ جي مشق روزاني ڪرائي وڃي، هيءُ سهڻن اکرن کي تعليم جو حصو سمجهندو هو ۽ سدائين پنهنجن اکرن جي بدصورتيءَ تي پشيمان رهندو هو. هيءُ استادن کي چوندو هو: "سڀ کان پهرين ٻارن کي سڌيون ليڪون، پکين، گلن،

ٽڪنڊن ۾ پنن جون تصويرون ڪيڻ سيکاريو ته جيئن انهن جو هٿ پڪو ٿئي، پوءِ کين الف ب لکڻ سيکاريو.“ گانڌي ٻارن جي پرائمري تعليم کي چڱو نه سمجهندو هو. ڇو ته اِن سرشتي ۾ ڳوٺن جي ٻلاٽيءَ جو ڪوبه بندوبست نه هو.

گانڌي ٻارن کي پڙهڻ لکڻ سيکارڻ وسيلي، 'هڪ اِنسان بنائڻ' پئي چاهيو. هن 30 سالن تائين تعليم جي فلسفي ۽ طريقڪار بابت ڳوڙهي اڀياس ۽ مشاهدي ڪرڻ کان پوءِ، هٿ جي هُنر تي ٻڌل تعليمي نظام متعارف ڪرايو. جڏهن هيءَ 63 ورهين جو هو ۽ جيل ۾ قيد هو ته تعليم بابت پنهنجن ويچارن، خيالن ۽ تجربن کي هڪ عملي شڪل ڏنائين، جنهن کي هِن 'بُنيادي تعليم يا وارڌا تعليمي رٿا' جو نالو ڏنو.

گانڌي اسڪول ۾ جسماني سزا جو مخالف هو. زندگيءَ ۾ هڪ ڀيرو هن هڪ حرڪتي ٻار کي فُٽ پٽيءَ سان مار ڏني ته پاڻ به ڏکڻ لڳو. ڇوڪر دانهون ڪري، هن کان معافي طلبڻ لڳو. مار سخت نه هئي، پر گانڌيءَ جي ندامت ٻار کي پريشان ڪري وڌو هو.

گانڌي راندين ۾ پڙ تيڻ لاءِ ٻارن کي همٿائيندو هو پر اِها سمجهاڻي به ڏيندو هو ته راند سبب پڙهڻ، لکڻ ۾ سکڻ نه ڇڏيو. سندس مارڪن ڏيڻ جو طريقو بنهه مختلف هوندو هو. هن ڪڏهن به هڪ ٻار جي سکڻ جي رفتار کي ٻئي ٻار سان نه ڀيٽيو. هيءَ هر ٻار کي خاص سمجهندو هو ۽ اُن کي مارڪون، اڳين سکيا جي بُنياد تي ڏيندو هو. جيڪڏهن ڪو ٻار ڪلاس جو ڪم ۾ گهر جو ڪم اڳ جي ڀيٽ ۾ چڱو تو ڪري ته هيءَ اُن کي اڳ جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ مارڪون ڏيندو هو. هيءَ شاگردن تي پورو ڀروسو ڪندو هو. امتحان جي وقت ٻارن مٿان ڪنهن کي به نه ٻيهاريندو هو.

آشرم ايڊيوڪيشن واري تعليمي طريقيڪار جو بُنيادي مقصد ٻار جي آزادي هئي. هن جي هدايت هوندي هئي: ”اوهان جي چال چلت ۾ رويي مان ننڍي ٻار کي احساس ٿيڻ کپي ته هو خاص آهي.“

گانڌيءَ جي خواهش هئي تہ هندستان جي هر ڳوٺ ۾ پرائمري اسڪول هجڻ گهرجي. پر هن ڄاتو ٿي تہ اِهو ايستائين ممڪن ناهي، جيستائين اُستاد پنهنجي گذر سفر جو پاڻ بندوبست نٿو ڪري يعني اُستاد جو گذارو پڙهائڻ عيوض پگهار تي نہ هجي. پرائمري اسڪولن جي شاگردن کي تعليم سان گڏ هٿ جو هُنر پڻ سِکڻو پوندو هو. جنهن ۾ سڀ کان عام هنر اُٽڻ هو. گانڌيءَ ڄاتو ٿي: "جيڪڏهن دنيا ۾ برابري ۽ امن قائم ڪرڻو آهي تہ اِن جي شروعات ٻارن جي تعليم ۽ سکيا کان ڪرڻ گُهرجي." هيءُ چوندو هو: "جيڪڏهن ٻار لکڻ، پڙهڻ ۽ حسابن سکڻ کان پوءِ هٿ جي پورهيي کان ڪيٻائين ٿا تہ ان کان بهتر آهي تہ اڻ پڙهيل هجن." هن پاڻ پنهنجي پوٽيءَ کي سمجهايو تہ وونڻ ڪيئن ٿا پوکجن، آڏاٽو ڪيئن ٿو ڪم ڪري، ڌاڳن جا ڍيرا ڪيئن ٿا ٺهن ۽ انهن مان ڪپڙو ڪيئن ٿو اُڻجي. ان کان سواءِ هن کيس جاگرافي، فطرت جي گوناگونيت، حسابن، جاميٽري ۽ تهذيب جي واڌ ويجهہ بابت سيکاريو ۽ سمجهايو. وڌن چوڪرن لاءِ، گانڌي امتحان ۾ ڏکيا سوال ترتيب ڏيندو هو جنهن ۾ هڪ سوال ووڻن بابت هوندو هو جنهن ۾ ٻارن کان ڪپهہ ڪتڻ، اٽڻ ۽ ان سان جُڙيل مرحلا نہ رُڳو پڇيا ويندا هئا، پر عملي تجربو پڻ ڪرايو ويندو هو. اُن سڄي ماجرا جو مطلب هو تہ هر پَل وڌندڙ ٻار کي زماني جي للڪارن لاءِ تيار ڪجي ۽ هن کي پنهنجي ڪٽنب لاءِ پڻ ڪارگر بنائجي.

بنيادي تعليم جو مقصد هو تہ هڪ ٻار کي، هر خيال کان، هڪ اِنسان بنائجي. پاڻ چاهيندو هو تہ شاگردن کي اهڙي تعليم ڏجي، جو جڏهن اهي نوڪري ڪن ۽ ڪا ڪرسي ملين تہ ڦوندڻجي هٿ جي پورهيي کان نہ ڪيٻائين، جي ڪين ٻُهاري ڏيڻي پوي تہ بہ شرم ۽ عار محسوس نہ ڪن. هيءُ هر وقت ۽ هر هنڌ، موقعي ۽ مناسبت سان ٻُڌائيندو هو: "تعليم پرائڻ جو مطلب اِهو ناهي تہ بہ اکر سکيل ڪوبہ شخص هاڻي اعليٰ اخلاق ۽ ڪردار جو مالڪ بہ آهي."

ڪاشي ودياپٺ ۾ عام طرح شاگردن سان ڳالهه ٻولهه ڪندي، پاڻ ورجائي چوندو هو: ”تعليم جو مقصد رُڳو نوڪري ناهي.“ وڌيڪ چوندو هو: ”هر پڙهيل ماڻهوءَ جي جوابداري آهي ته هو فڪرمند رهي ته هندستان جي عام ماڻهوءَ جو ڀلو ڪيئن ڪجي.“ هن جو خيال هو ته ’هڪ ٽڪڙي قدم طور بالغن جي تعليم جو سهارو ونجي ته جيئن عوام مان اڻ پڙهيل هئڻ جو احساس ۽ تعداد گهٽجي.‘

گانڌيءَ جا تعليمي ويچار رَسِڪِن[27]، ٽالسٽاءِ[28] ۽ ٽئگور جي تعليمي نظرين کان متاثر ٿيل هئا. هڪ تعليمدان طور گانڌيءَ کي دنيا جي عظيم تعليمي اڪابرن ۾ ڳڻي سگهجي ٿو. جن دُرست دڳ ڳولڻ لاءِ اڻ ڳڻيا تعليمي تجربا ڪيا. گانڌي ڪجهه اسڪول بهار ۾ کوليا. هڪ ڪاليج بنگال ۾ قائم ڪيائين، ۽ احمد آباد ۾ يونيورسٽي[29] کوليائين، اصل ۾ هيءُ هڪ اهڙو استاد هو جنهن وٽ تعليم بابت اڻ ڳڻيا ويچار هئا. جيتوڻيڪ نوجوانيءَ ۾ هِن کي 73 رُپيا ماهوار پگهار تي اُستاد انڪري مقرر نه ڪيو ويو هو ڇو ته وٽس بي اي جي ڊگري نه هئي.

---

[27]. جان رسڪن [1819-1900] راڻي وڪٽوريا جي زماني جو مشهور تنقيدنگار، سماج سُڌارڪ، آرٽسٽ، فطرت پسند ۽ عام جو ڀلو چاهيندڙ شخص هو. هِن جي جڳ مشهور ڪتاب 'Undo this last' گانڌيءَ کي ڏاڍو وڻيو هو ۽ ان جو هن گجراتي ۾ ترجمو پڻ ڪيو هو. رسڪن هي ڪتاب 1862ع ۾ شايع ڪيو جنهن ۾ سندس مختلف مضمون آهن. هن ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ’اقتصادي انصاف‘ جي عنوان سان سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ٿي چڪو آهي.

[28]. ٽالسٽاءِ [1828_1910] جڳ مشهور روسي لکيڪ هو جنهن ڪيترين ئي ڪهاڻين ۽ ناول لکيا، جن ۾ ’وار اينڊ پيس‘ ۽ ’اَنا ڪرينئنا‘ اهم آهن. ٽالسٽاءِ جا سماجي خيال هڪ ڪرسچن ـ انارڪسٽ وارا هئا. گانڌي هن جي عدم تشدد وارن ويچارن کان ڏاڍو متاثر هو.

[29]. گانڌيءَ گُجرات وديا پٺ جو بنياد 18 آڪٽوبر 1920ع تي رکيو. هِن يونيورسٽيءَ جو پهريون وائيس چانسلر پروفيسر اي ٽي گدواڻي هو.

# اُٽڪار

هڪ ڀيري گرفتاريءَ کان پوءِ، مئجسٽريٽ گانڌيءَ کان پڇيو ”تنهنجي ڪِرت ڪهڙي آهي؟“ تہ هن وراڻيو ”آءٌ هڪ اُٽڪار ـ ڪپهہ ڪتيندڙ ۽ هاري آهيان.“ هن جي ڄمار تڏهن 64 ورهيہ هئي ۽ هيءُ 25 ورهيہ اڳ ’هند سوراج‘ نالي ڪتاب لکي چُڪو هو. هن انهيءَ ڪتاب ۾ سوديشي سوچ تي زور ڏنو هو تہ جيئن عوام اندرين ۽ ٻاهرين پرماريت کان بچي سگهي. اُن وقت تائين هن کي ’هٿنڌلُوم‘ ۽ ائٽ جي وچ ۾ فرق جو ڪو اندازو نہ هو. پر هن کي اِها ڄاڻ ضرور هئي تہ ڪيئن انگلينڊ مان گُهرايل ڪپڙو هندستان جي اُٽڪارن کي نقصان رسائي رهيو آهي. هن ڏٺو تہ هندستان جا پورهيت ۽ ڪاريگر تہ حقيقت ۾ انگلينڊ کي امير ڪري رهيا آهن. هن مطالعي مان ڄاتو تہ ڪيئن انگلينڊ، پنهنجين ڪالونين ۾ پنهنجيون ٺاهيل شيون برآمد ڪري، ڏيهي صنعت جي تڏي ويڙهہ ڪري رهيو هو. هن اِهو بہ ڄاتو تہ ڪيئن ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ هندستاني پورهيتن ۽ ڪاريگرن ۾ ڏهڪاءَ ويهارڻ لاءِ ڪاريگرن جا آڱوٺا ڪپيا هئا تہ جيئن اهي جڳ مشهور ململ نہ ٺاهي سگهن.

انگريزن جي قبضي کان 200 ورهيہ اڳ هندستان، هرسال 30 لکن جي ماليت جو، هٿ تي ٺهيل ڪپڙو ڏيساور موڪليندو هو. پر جڏهن انگريزن هندستان کي غلام بڻايو تہ رُڳو 40 ورهين جي عرصي ۾ سڀ پرڏيهي واپار ٺپ ٿي ويو ۽ هڪ صديءَ کان پوءِ، انگلينڊ جي ڪارخانن مان ٺهيل ڪپڙي جي هڪ پاڱي چار حصي جي کپت هندستان ۾ ٿيڻ لڳي. اهڙيءَ طرح هندستان جا ائٽ ۽ آڏاٽا، جيڪي ڪنهن وقت دنيا سان مقابلو ڪري رهيا هئا، سي هڪ ڌڪ سان ختم ٿي ويا. اُٽڪارن کان پنهنجو پورهيو ۽ ڏانءَ ڇڏائجي ويا، ۽ هو وري هارپي ڏانهن واپس آيا، جتي ٻُک ۽ بدحالي سندن اڳواٽ دڳ جهليو بيٺي هئي. هڪ

وائسراءِ تہ ايئن بہ چيو تہ ”ڪپهہ ٽاٽيندڙن جا هڏاون ڍانچا، هندستاني ماٽرين جي تعمير نو ۾ ڪتب اچي رهيا آهن. اهڙيءَ ڪمپرسيءَ جو حال ڪاروبار جي تاريخ ۾ ڪٿي بہ ناهي.“

گانڌيءَ ڄاتو پئي تہ بنگال جا شاهہ ڪاريگر جيڪي ’شبنم‘ نالي نرم ۽ ملائم ململ ٺاهيندا هئا، جنهن جي ڏيساور ۾ وڏي هاڪ هئي، ڪيئن بيروزگار بڻيا. ڪيئن پنجاب جي غيور نوجوانن کي مجبور ڪري فوجي بنايو ويو جن اڳتي هلي هندستان جي غلاميءَ کي وڌيڪ سگهارو ڪيو. انگريز سرڪار جي اهڙين ’اُٽتڪار دشمن‘ پاليسين سبب، ماڻهن کي ڪاريگريءَ کان نفرت ٿيڻ لڳي. اِهڙي ساڳي صورتحال گُجرات جي هنرمندن جي بہ هُئي، جن پورهيي ۽ روزگار جي ڳولا ۾ گهر ڇڏيا ۽ رُلندا ڀٽڪندا اچي ممبئيءَ پهتا، جتي گند جي ڍيرن تان مٿل جانورن جي ڇوڙن لاهڻ جي ڪرت ۾ جنبي ويا. انهن جي صحت ڪِرڻ لڳي، نشي ڏانهن راغب ٿيا ۽ ڏوهن جي دنيا جو حصو بنجي ويا. انهيءَ هڻ وٺ ۾ ڪيترائي ڪٽنب تباهہ ٿي ويا. بس، هڪ ڏينهن ۾ هنرمند بيڪار ٿي ويا، جڏهن تہ منافعي خور راتو رات امير ٿي ويا.

گانڌيءَ پڪو پهہ ڪيو تہ هيءُ هندستان کي پاڻيرو ڪندو. هن جي اڳيان، ’سوديشي‘ اصول تي بيٺل آزادي ئي حقيقي آزادي هئي.

گانڌيءَ جي زندگيءَ جو مقصد هو تہ هندستان کي پنهنجن پيرن تي بيهارجي ۽ عوام کي پاڻيرو ڪجي. ان ڏس ۾ هن وٽ ڪي شرط هئا، جن مان هڪ هيءُ هو تہ ”هاڻي مِلون هڻڻ بند ڪجن، ڇو تہ مشينري ۽ پرزا ٻاهران گُهرايا وڃن ٿا، ۽ اِهي ڪاريگر ۽ پورهيت جي هٿ مان گرهہ کسي ٿا وٺن.“

گانڌي چوندو هو: ”جيڪڏهن مختلف بازاري حربن سان ماڻهن جون عادتون خراب نہ ڪجن تہ اڄ بہ ماڻهو کاڌيءَ جي ڪپڙن کي ولائتي ڪپڙن تي ترجيح ڏيندا.“ گانڌي تنبيهہ ڪندو هو: ”مشيني چرخا پورهيت جي تخليقي صلاحيتن کي مُڏو ڪن ٿا.“ هيءُ وڌيڪ چوندو هو: ”هٿ جو هنر

زندگيءَ جو پرجهلو آهي ۽ مشين جو ڪم زندگيءَ ۾ تيزي آڻڻ کان سواءِ ڪُجهه به نه آهي." هن جڏهن آسام ۾ اُٽتڪارن جي اٽئن تي شعر شاعري لکيل ڏٺي هئي ته گهڻو خوش ٿيو هو.

گانڌيءَ اٽت ۽ آڏاٽن جي ڏنڌي کي هٿي وٺائڻ پئي گهري. هيءَ چوندو هو: "اُٽت، اٽت ۽ آڏاٽن جي ڪِرت کي ايتري عزت ۽ مان وارو هُنر بنائجي، جو جڏهن ڪو وڪيل، ڊاڪٽر وغيره پنهنجو پيشو ڇڏي، ڪنهن نئين ڏنڌي جي چونڊ ڪري ته هو اٽت. اٽت ۽ آڏاٽن جي ئي چونڊ ڪري" هن اُٽتڪارن ۽ آڏاٽن تي ڪم ڪندڙ پورهيتن سان سِڌو واسطو رکيو ۽ سندن مسئلا معلوم ڪيا. هن احمدآباد ۾ پنهنجو پهريون آشرم به اُنڪري قائم ڪيو، ڇو ته اِهو خطو آڏاٽن جو مرڪز هو. هن سابرمتي آشرم ۾ آڏاٽا قائم ڪيا، جتي سيني رهواسين سوديشي نموني زندگي گُذارڻ جو واعدو ڪيو هو.

اهي سيئي، آڏاٽن تي نهيل ڪپڙا پائڻ لڳا. آشرم ۾ هيءَ چوٽي عام هئي: "تَنُ دِکڻ لاءِ اُٽو يا تَنُ دِکڻ کان سواءِ جيون گهاريو." هڪ ڄاڻو اُٽتڪار جي سربراهيءَ ۾ اُٽڻ جا ڪلاس هلايا ويندا هئا. سکيا کان پوءِ، ڪي ميمبر ته اٺ ڪلاڪ، ڏهاڙي اُٽت جو ڪم ڪرڻ لڳا. ان وقت، گانڌيءَ جي عمر 45 ورهيه هئي، پر پوءِ به هو ڏهاڙي چئن ڪلاڪن کان پنجن ڪلاڪن تائين اٽت جو ڪم ڪندو هو. هر اُٽتڪار ڏهاڙي رُڳو 12هن آنن جي مُلهه برابر اُٽي سگهندو هو. شروع ۾ ته رُڳو 30 انچ ويڪر وارو ڪپڙو ئي اُٽي سگهبو هو جنهن جو بَڙ ايترو ويڪرو نه هو جو انهيءَ مان ساڙهيون ٺاهي سگهجن. هڪ ڏينهن، هڪ عورت گانڌيءَ سان ننڍي بَڙ جي شڪايت ڪئي. جڏهن اُن جي مُڙس به ساڳي ڳالهه ڪئي ته گانڌيءَ صلاح ڏنس ته "وڏي آڏاٽي کي هلائڻ."

آشرم ۾ پوءِ وڏي بَر واريون ساڙهيون ۽ ڌوتيون نهڻ لڳيون. ٻيا هنرمند به هٿ سان ڪتڻ ۽ اُٽڻ ڏانهن لڙي آيا. پر هوانهيءَ ڪم جو معاوضو گهٽو ونڻ لڳا. هوڏانهن عام پورهيت، ڪارخاني ۾ تاڻڻ ۽ ڏاڳي ٺاهڻ کي وڏيڪ

اهميت ڏيڻ لڳا. ڇو ته اِهو ڪم وڏيڪ سولو ۽ گهٽ محنت وارو هو. هندستان جي آزاديءَ کان پوءِ، هڪ تجربيڪار پورهيت مشورو ڏنو ته "هٿ سان اُٽڻ وارن کي حڪومت مالي سهائتا ڏئي ته جيئن هو اها ڪرت جاري رکن. "اهڙيءَ طرح هڪ ٻئي ساٿيءَ هڪ ٻيو مشورو ڏنو: "پورهيتن کي ڪارخاني ۾ ڍيرا تڏهن ناهڻ ڏنا وڃن، جڏهن اهي هڪ مخصوص مقدار جي ڪپهه هٿ تي ڌاڳي ڇڪا هُجن."

انهن ٻنهي مشورن کي اِنهيءَ بنياد تي رد ڪيو ويو ته ڪنهن به طريقي جو زور بار نَوَنِ پورهيتن کي ٻي دِليو ڪندو ۽ هو ڪاڏيءَ جي ڪم کان نٽائيندا. گانڌي چوندو هو: "ملن جامالڪ ساڌو يا فقير ناهن، جڏهن هو ڏسندا ته هٿ سان هلندڙ آڏاٽا، سندن ڪارخانن سان مقابلو ڪري رهيا آهن ته پوءِ هو ڪونه ڪو حيلو بهانو ڪري آڏاٽڻ کي هلڻ نه ڏيندا."

گانڌيءَ پاڻ مڃيو: "اسان کي اهي ڏينهن ڏسڻا نه پون ها، جيڪڏهن اسين ڪتڻ ۽ اُڻڻ جو هڪ ئي طريقو اختيار ڪريون ها، مون کان اِها غلطي ٿي، جو مون هر فرد تي ڪتڻ ۽ اُڻڻ لاءِ زور نه ڀريو."

گانڌي آڏاٽي تي اُڻڻ، مِل ۾ ٺاهيل ڌاڳي تي سکيو. پر هيءُ اِنهيءَ ڪم مان خوش نه هو. ڇو ته وري به ملن تي ڀاڙڻو ٿي پيو. هن جي خواهش هئي ته پاڻ ڪپڙي جي سڀني مرحلن ـ ووننٽن جي پوڪيءَ، چونڊڻ، ڪپهه تاڻڻ ۽ سُٽ ويڙهڻ بابت چڱيءَ پِر ڄاڻي. هن اهڙن اٽڻن جي نمونن جي ڳولا شروع ڪئي، جيڪي ڪتب ڪونه ٿي آيا. جيتوڻيڪ اِهي هندستان جي هر گهر ۾ موجود ضرور هئا. هڪ ڏينهن، هڪ ڪارڪن عورت ، گانڌيءَ کي ٻڌايو: "هڪ ڳوٺ ۾ هڪ سولو اٽڻ موجود آهي." پوءِ هن هڪدم هڪ ڄاڻو ڪاريگر کي، اٽڻ جي سکيا ڏيڻ واسطي مقرر ڪيو.

گانڌيءَ لاءِ اٽڻ جي چرخين مان نڪرندڙ آواز ڄڻ ته مڌر موسيقي هئا. ڪيس اِها موسيقي، پُرلطف ۽ اڳهائيءَ ۾ سگهه بخشيندڙ پاسندي هئي.

جڏهن گانڌي ائٽ هلائڻ سکيو تہ پاڻ سان وچن ڪيائين: ”جيستائين ڏهاڙي اڌ ڪلاڪ ائٽ نہ هلائيندو تيستائين ڪجھ بہ نہ کائيندو.“

هن لاءِ ائٽ هلائڻ هڪ پوتر ڪم هو. هن لڳاتار 30 ورهيہ زندگيءَ جي ساٺ ڇڏڻ تائين، ائٽ هلايو.هيءَ ريل ۾ هجي يا جيل ۾ هجي يا اهم اڳواڻن سان پلي سڄو ڏينهن نهايت سنجيده ۽ ڌيان طلب مسئلن تي گفتگو ڪندڙ هُجي پر پوءِ بہ اڌ رات جو اُٿي بہ ائٽ ضرور هلائيندو هو. هڪ ڀيري، هن کي ساڄي ٻانهن ۾ سور پيو، جيڪو مهينن تائين هليو تہ ان سڄي عرصي ۾ هو کاٻي هٿ سان ائٽ هلائيندو رهيو.

گانڌي، جڏهن عام جلسن ۾ اسٽيج تي ويٺو هوندو هو تہ بہ اُتي ويٺو ائٽ هلائيندو هو. هڪ ڀيري، ٽئگور گانڌيءَ سان دير تائين ڪچهري ڪئي ۽ اُٿندي چيائينس تہ ”مون اوهان جو ڇڱو خاصو وقت وڃايو؟“ گانڌي وراڻيس: ”نہ. مون اوهان سان گفتگو ضرور ڪئي پئي، پر مون ائٽ بہ پئي هلايو اُنڪري منهنجو وقت ضايع نہ ٿيو. آءٌ تہ ايئن ٿو ڀانيان تہ منهنجو ائٽ هلائڻ ۾ ڪتب ايندڙ هر منٽ قوم جي دولت ۾ واڌارو ڪري رهيو آهي. جيڪڏهن هڪ ڪروڙ ماڻهو ڏهاڙي ائٽ هلائين تہ اِهي 50 هزار رپيا ڏهاڙيءَ جي حساب سان قومي دولت ۾ واڌارو ڪري سگهن ٿا. هونءَ بہ ائٽ هلائڻ جو اِهو مطلب ناهي تہ ماڻهو پنهنجي ڪِرت ڇڏي، ائٽ هلائڻ جي ڪم ۾ جُنبي وڃن.“

گانڌي جو چوڻ هو ”غريب ائٽ ۽ آڏاڻي تي ڪپڙو اُڻي، پاڻيرا ٿين ۽ امير هڪ فرض نڀائڻ طور ائٽ هلائي اُپت ۽ اُڻت غريبن کي ڏين.“ هن ڪڏهن بہ ايئن نٿي چاهيو تہ ٽئگور ۽ ٻين وڏن ماڻهن لاءِ، ائٽ واندڪائيءَ جي وندر هُجي، پر غريبن لاءِ پيٽ گذر جو وسيلو هجي. سندس خيال هو تہ بادشاهہ توڙي پورهيت ٻنهي کي پورهيو ڪرڻ گهرجي. هيءُ چوندو هو: ” آءٌ ڌاڳي جي هر وَٽَ سان آزاديءَ جي منزل جو تاڃي پيٽو اُٽي رهيو آهيان.“ گانڌيءَ هڪ ڀيري شاگردن کي چيو: ”کاڌيءَ جو هر وال، جيڪو اوهان ڀِرڻ ۾ ڪتب آڻيو ٿا، ان عيوض ڪُجھ ڏوڪڙ غريبن جي کيسي ۾ پئجي رهيا

آهن.“ هيءَ کاڏيءَ کي نرم ۾ پُرڪشش ڪرڻ لاءِ ولائتي دوائن ۾ رنگن جي استعمال خلاف هو. کُهري کاڏي پائڻ کي هو نهٺائيءَ ۾ مسڪينيءَ سان تشبيهہ ڏيندو هو.

گانڌيءَ وٽ هڪ رٽا هئي تہ ”هندستان جا ڳوٺاڻا، جيڪي لاباري کان پوءِ ڪُجھہ وقت واندا ويهن ٿا، تن کي همٿائجي تہ اهي اُن وقت کي سَڦَلُ ڪرڻ لاءِ اٽ هلائين ۾ آڏاڻن تي ڪم ڪن“ گانڌيءَ جي اِنهيءَ خيال ۾ ڪوشش تي ماڻهو کلندا هئا تہ هو هن مشيني دور ۾ ڪهڙيون ڳالهيون پيو ڪري! تنهن تي گانڌي دليل ڏيندو هو: ”ڇا سُئيءَ جي جڳھہ سلائي مشين والاري سگهي آهي؟ ۾ اهڙيءَ طرح، ڇا آڱرين جي جڳھہ ٽائيپ رائيٽر والاري سگهي ٿو؟ ڇا آڏاڻو ۾ مِل گڏوگڏ هلي سگهن ٿا؟ آڏاڻو تہ هندستان جي هر ڳوٺ ۾ پهچي سگهي ٿو پر مِل هندستان جي هر ڳوٺ ۾ نٿي پهچي سگهي. پوءِ چونہ اهڙيون ڪوششون وٺجن تہ جيئن آڏاڻو هر ڳوٺ ۾ پهچي. هونءَ بہ مِلون هندستان جي جملي آباديءَ جي هڪ پتيءَ جون گهرجون بہ پوريون ڪري نہ سگهنديون“

1921ع ۾، عدم تعاون ۾ ولائتي ڪپڙي جي بائيڪاٽ جي تحريڪ شروع ڪرڻ کان اڳ، جڏهن مهمان هن وٽ ايندا هئا تہ هيءَ کين ٻڌائيندو هو تہ هن ۾ سندس زال ڪيئن آڏاڻي تي پنهنجا ڪپڙا پاڻ تيار ڪيا آهن. هيءَ ڏينهن رات، کاڏيءَ جي ڪپڙي بابت ڳالهائڻ لڳو ۾ لڳاتار لکندو رهيو. هن جي لڳاتار گفتگو ۾ لکڻين ماڻهن کي بہ آهستي آهستي کاڏيءَ جي ڪپڙي ڏانهن لاڙيو. ايتري تائين جو موتي لال نهروءَ، پنهنجا سڀ ولائتي ڪپڙا ڇڏي، کاڏي پائڻ شروع ڪئي ۾ الهہ آباد ۾ کاڏيءَ جا ٿان ڪلهي تي رکي وڪڻڻ لڳو ۾ هزارين ماڻهوان عمل ۾ هن سان شامل ٿي ويا.

1925ع ۾ ’چرخہ سنگهہ‘ جو بُنياد وڌو ويو ۾ 50 هزار اٽ، هندستان جي ڳوٺن ۾ چيڪاٽ ڪرڻ لڳا. اهڙيءَ طرح، هڪ ئي وقت 50 هزار اٽڪارن سان گڏ رنگ سازن، درزين، لوهرن ۾ مزدورن کي روزگار مليو.

ڏسندي ئي ڏسندي ڪاڏيءَ جي ڪپڙي جي پيداوار ايتري تہ وڌي جو هڪ لک اٽڪار روزگار سان لڳي ويا، جن کي ڪاڏيءَ جي ڪپڙي ٺاهڻ جي سيني ڏاڪن جي سکيا ڏني ويندي هئي.

اِهڙي پسمنظر ۾ گانڌيءَ دعوا ڪئي هئي: "اڄ دنيا ۾ ڪابہ اهڙي صنعت نہ ٿو ڏسان، جيڪا هن پتڪڙي مِل سان مقابلو ڪري سگهي. مون کي ڪابہ اهڙي صنعت ڏيکاريو جنهن 18 سالن جي ٿوري عرصي ۾ لکن جي انگ ۾ غريب مردن ۽ عورتن پنهنجن گهرن ۾ ايترا پئسا آندا هُجن. پر پيٽ ڪرڻ وقت اِها ڳالھ بہ ياد رکجو تہ انهيءَ صنعت تي لاڳت بہ ايتري آئي هجي، جيتري ائٽ تي آئي آهي."

ڪيترن ئي ڪتنبن ڪتڻ ۽ اُٽت جو ڪم ڪاڏيءَ جي هڪ ننڍي بَرَ واري ڪپڙي کان شروع ڪيو ۽ آهستي آهستي پنهنجا ۽ پنهنجي سڄي گهر جا ڪپڙا اُٺياٺون.

هڪ سُٺي ڏاڳي ٺاهڻ لاءِ فني طرح هڪ سُٺي ائٽ جي گهرج هئي، جنهن جي ڊزائين ٺاهڻ لاءِ هڪ لک رپين جو انعام مقرر ڪيو ويو. اهڙو هڪ ائٽ گانڌي کي يروڏا جيل ۾ ڏنو ويو هو. پوءِ اُن چرخي جي سُڄاٽپ ئي يروڏا ائٽ طور ٿي، ۽ انهيءَ تي نالو بہ اِهو ئي پئجي ويو. اهڙو هڪ ٻيو سستو ائٽ پڻ گانڌيءَ کي ڏنو ويو هو جنهن کي دنوش تڪلي چئبو هو جنهن کي پڻ هن گهڻو مشهور ڪيو. انهيءَ ائٽ تي ٺاهيل ڏاڳي مان هن ساڙهي اُٺي ڪستوربائي کي سوکڙيءَ طور پيش ڪئي هئي. ڪستوربائي پاڻ بہ پابنديءَ سان ائٽ هلائيندي هئي.

ڪنهن، گانڌيءَ جو ڌيان ائٽ جي اقتصادي پهلوءَ ڏانهن ڇڪائيندي چيو تہ اٽڪارن ۽ ڪتيندڙ جي آمدني سڄي ڏينهن ۾ رُڳو هڪ يا ٻہ آنا آهي، تنهن تي گانڌيءَ وراڻي ڏني: "هندستاني ماڻهوءَ جي في ڪس آمدني، ڇڪي ٽاڻي ٽي پئسا ٿيندي. جيڪڏهن ائٽ ذريعي سندن آمدنيءَ ۾ هڪ ٽڪي جي بہ واڌ ٿي رهي آهي تہ ڇا پوءِ ائٽ ڏوڪڙ ڪمائيندڙ مشين نہ آهي؟"

گانڌيءَ انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو ته اٽتڪارن لاءِ هڪ 'گذارو الائونس' مقرر ڪجي، خاص ڪري اهڙن پورهيتن لاءِ، جيڪي ڏهه ميل پنڌ ڪري رُڳو هڪ ڪلاڪ ڪم ڪن ٿا ۽ وري پنهنجن واهڻن ۽ وستين ڏانهن موٽي وڃن ٿا. انهيءَ رٿ ڪان پوءِ گهٽ ۾ گهٽ معاوضو ٽي آنا ڏينهن جي حساب سان مقرر ڪيو ويو.

گانڌيءَ اٽت کي ڪڏهن به رُڳو اقتصادي نقطي نظر سان نه ڏٺو پر هن اِها ڳالهه به سمجهائي ته ڏسو: "انهيءَ عوام کي ڪيڏو نه ويساهه ۽ ڪيتري نه همت ڏني آهي. ان ڪان به وڌيڪ اهم ڳالهه هيءَ آهي ته اٽت هڪ تنظيم جو تصور به ڏنو آهي. انهيءَ ڪرت ۾ شامل سڀ ماڻهو هاڻي هڪبئي سان سلهاڙيل آهن، جڻ ته ڪا موتين مالها هُجي."

اَٽِتُ پورهيي جو مانَ، عدم تشدد، پاڻيراٽپ ۽ خدمت جو اهڃاڻ آهي. اِهو ڪنهن به ڪاٺ جي ٽُڪرَ مان ٺاهي سگهجي ٿو. انهيءَ جي ڊزائين کي سڌارڻ سولو آهي. هونءَ به اٽت زرعي سماج ۾ هڪ بُنيادي اوزار آهي. انهيءَ جي ٺاهڻ لاءِ ڪنهن به ماهر انجنيئر جي گهرج ناهي. ساڳيءَ طرح ڪتڻ ۽ اُٽڻ جي سکيا لاءِ به ڪي اڪابر اُستاد نه گهرجن. انهيءَ کي سڀ ماڻهو هلائي سگهن ٿا، جهڙوڪ: جهوپڙين ۾ رهندڙ غريب، نبل ۽ ڪمزور، مرد، عورتون، نوجوان ۽ ٻار، جن جي عمر پلي پنج سال چو نه هجي.

هڪ پيري، هڪ تنقيد ڪندڙ ماضي ياد ڏياريندي چيو: "اڳوڻي دور ۾ هندستاني جيڪو ڪپڙو اُڻندا هئا، اهو گهڻو نرم ۽ نفيس هوندو هو. هن وقت جون مشينون به اهڙو نرم ڪپڙو نٿيون ٺاهي سگهن! اهو ڪپڙو ڏيهي يورپ ڪان پوءِ ڏيساور به موڪلبو هو." گانڌيءَ وراڻيو: "پر قديم زماني ۾ اٽت ۽ آزاديءَ جو پاڻ ۾ ڪو به ڳانڍاپو نه هو. هن خطي ۾ غلاميءَ جو هڪ ڏکو پسمنظر آهي. غريب عورتون اُنکري اٽت جو ڪم ڪنديون هيون ته جيئن کين مانيءَ ڳيو مِلي سگهي، پوءِ پورهيي منجهان کين هڪ ويلو مانيءَ ڳيو مس ملندو هو. پر هاڻي اسان کي ڏاڍو ذهانت سان اُٽڻو آهي، ۽ اُٽت جي هر

ڏاڪي کي سائنسي طرح سمجهڻو آهي. روح لڳائڻ کان سواءِ اٽت ڪرڻ ايئن آهي، جيئن ڪو بي دِليو ويهي تسبيح جا مڻيا ڦيري. پورهيي جي اهڙي هٽرادو انداز کي رد ڪرڻ گُهرجي.“ گانڌي اٽت جي تعليمي اهميت تي زور ڏيندي چيو: ”اٽت، ٻين هنرن جهڙوڪ: ڪنڀارڪي ڪرت، واڍڪي ۽ رنگ سازيءَ جهڙن ڪمن وانگيان نہ آهي.“ هن چٽائيءَ سان ٻڌايو: ”اٽت، سڀني هنرن جو سرتاج آهي. اهو هڪ سّچ مثل آهي، جنهن جي چوڌاري سڀ هُنر ڦرن ٿا.“ هن اُستادن کي ٻڌايو: ”ڪيئن اٽت جي ڦيرن ذريعي اوهين ٻارن کي گھڻپ سيکاري سگهو ٿا. اهڙيءَ طرح تاريخ، جاگرافي ۽ زراعت بہ اٽت کي بُنياد بنائي سيکاري سگهجي ٿي. مثال طور وونٽڻ ڪيئن ۽ ڪڏهن پوکبا آهن؟ اهي ڪهڙي قسم جي زمين ۾ ٿيندا آهن؟ زمين جي تياري ڪيئن ڪبي آهي؟ وونٽڻن جي فصل جي تاريخ ڇا آهي؟ ڪپڙي ٺاهڻ جا ڪهڙا ڏاڪا آهن؟ ڪپهہ جو ڏيساور ۾ واپار ڪيئن ٿيندو آهي؟ وغيره. اٽت جا پُرزا لوهہ جا ڇو آهن؟ انهيءَ جي چرخين جو قطر ڇا آهي- اِهي سڀ ڳالهيون سمجهائيندي جاميٽري ۽ حساب سمجهايا وڃن.“

گانڌي پنهنجي سالگرهہ جو ڏينهن قومي سطح تي ملهائڻ لاءِ اُن صورت ۾ راضي ٿيو جڏهن سندس جنم ڏينهن کي ’چرخہ جيانتيءَ‘ سان جوڙيو ويو. هن چرخي ۽ اُٽت کي گهر واسي ڪرڻ جو هڪ بہ موقعو هٿان نہ وڃايو. جڏهن هيءَ ڪانگريس جو ميمبر بنيو تہ هن پارٽيءَ جي چار آنا ميمبرشپ فيءَ بدران ساڳي ماليت جيتري ڪاڌي جو ڪپڙو پيش ڪيو هو. هيءَ هر اٽتڪار کي اُن جي پورهيي جي معاوضي برابر ڪاڌيءَ جو ڪپڙو ڏيندو هو.

ڪانگريس جي هر ميمبر کي پابند بنايو ويو تہ هو ڏهاڙي اڌ ڪلاڪ اٽت کي وقت ڏيندو ۽ پوءِ ڌاڳو ۽ ڪپڙو هر مهيني ڪاڌي بورڊ کي اُماڻيو ويندو. ماڻهو جڏهن چرخي هلائڻ کان نتائڻ لڳا تہ هن سندن اعتراض رد ڪندي چيو: ”جيڪڏهن اُٽيندا سين ۽ ڪتيندا سين نہ، تہ پوءِ ڪاڌيءَ جو ڪپڙو ڪٿان ايندو؟“

گانڌيءَ انهيءَ شڪايت کي رد ڪيو ته هندستان ۾ به ڪا ڪپڙي جي کوٽ ٿي سگهي ٿي. سندس خيال ۾، هندستان پنهنجي کپت کان وڌيڪ ڪپهه پيدا ڪري ٿو. اُنڪري، اهڙي صورتحال پيدا ٿي نه ٿيندي، هن چيو: ”اهڙي وِسوَسي کي سدائينءَ لاءِ ختم ڪرڻ لاءِ هر ڳوٺ ۾ هڪ آڏاڻو قائم ڪيو وڃي.“ هيءَ اُٽَت ۽ ڪتڻ کي هڪ پوتر پيشو سمجهندو هو. هن جو خيال هو: ”هٿ جو هيءَ هُنر هاڻي غريبن جي دلين ۾ گهر ڪري چُڪو آهي.“ هونئن به گانڌيءَ جو اڻت سان دِلي لڳاءُ هو جنهن جو اظهار هن هيئن ڪيو: ”لڳي ٿو ته اڻت کان دل کَٽي ٿيڻ ۾ مون کي ڪئين جوٽيون ڦَٽائڻيون پونديون. پر شايد پوءِ به آءٌ اڻت کي ڇڏي نه سگهندس، ڀلي پوءِ اوهان مون کان مُنهن موڙي وڃو يا مون کي ماري ڇڏيو.“

# هٿ واڻيو



گانڌيءَ هڪ ڀيري چيو: ”ياد رکو! آءٌ هٿ واڻيو آهيان، انڪري مُنهنجي هَبَڇَ جي ڪا حد ئي ناهي.“

گانڌيءَ جي پيءُ هن جي تربيت اهڙي ڪئي هئي، جو پاڻ به پيءُ وانگي ديوان ٿي سگهيو پئي، پر هن سڀ نت نانگر ڇڏي، فقيري قبول ڪئي. پر پوءِ به، هن جي رڳن ۾ هڪ هٿ واڻيي جو رت هو.

هيءُ ڪنهن به اسم جي خريداريءَ مهل، اُن جي سستائپ سان گڏ پائداريءَ ۽ خوبصورتيءَ کي پڻ ڏسندو هو. هن پنهنجا سڀ عمدا ۽ پڙڪيدار ڪپڙا ڇڏي، کاڌيءَ وارا ڪپڙا پائڻ شروع ڪيا. تَنَ تي هڪ کُهري چادر ۽ پيرن ۾ ڪاٺ جون چاکڙيون پائڻ شروع ڪيائين. هن پنهنجي ڪٽنب جي سيني فردن - زال ۽ پٽن کي به سادو ڪارايو ۽ پهرايو.

گانڌي، هڪ ويلي تي هڪ کان وڌيڪ ڀاڄيون نہ واپرائيندو هو. سڄي ڏينهن ۾ هن جو کاڌو ڳُگو اٽيو مانيءَ ٽُڪر يا ڀِٽُ يا اوٻاريل ڀاڄيون، سلاد يا ٻڪريءَ جو کير يا ڳُڙَ يا ماکي ۽ موسم آهر ميوو هوندو هو. جڏهن هيءُ سفر ۾ هوندو هو، تڏهن بہ ڪوشش ڪري هڪ ڏينهن ۾ مختلف ذائقن واريون ڀاڄيون نہ کائيندو هو.

گانڌيءَ جو ويساهہ هو تہ هندستان، جتي هڪ عام ماڻهوءَ جي في ڪس آمدني هڪ آنو ڏهاڙي آهي، اُتي زيورن ۽ هيرن ۾ پئسن کي سيڙائڻ چڻ دولت کي ڪتب نہ آڻڻ آهي. هن جي گهر واريءَ وٽ ڪوبہ زيور نہ هو.

هن پنهنجي پُٽن کي تعليم ڏيارڻ لاءِ ڪنهن بہ اهڙي مهانگي تعليمي اداري ۾ داخل نہ ڪيو جيڪو هڪ عام هندستانيءَ جي پهچ کان ٻاهر هجي. هيءُ پنهنجن ٻارن جو پاڻ اُستاد بنيو. هن پنهنجي روزاني ڪم ڪار لاءِ ڪڏهن بہ ڪو نوڪر نہ رکيو. هو هر ڪم پنهنجن هٿن سان ڪندو هو. گانڌي کي ڪچن گهرن ۾ رهڻ وڻندو هو. هن ڪيترائي ڀيرا هندستان جو سفر ڪيو پر سدائين ريل جي ٿرڊ ڪلاس ڏٻي ۾ سفر ڪيائين. هيءُ ريل ۾ سفر ڪرڻ وقت، رات جو ڪپڙن جي واڇو وڳي يا پُراڻين اخبارن کي ويڙهو بنائي، وهاڻو ڪري سمهي پوندو هو. هن جو بسترو هڪ ديسي کُهري فراسي ۽ کاڌيءَ جي چادر تي ٻڌل هوندو هو. هڪ ڀيري، هن مڇردانيءَ کان سواءِ رات گُذاري. ڇا ڪيائين جو سڄو جسم چادر ۾ ويڙهي، باقي منهن ٻاهر ڪڍي، اُن تي تيل وانگي گاسليٽ مَکي سمهي پيو. هاري ناري جيڪي مڇرداني خريد نہ پئي ڪري سگهيا، تن بہ هن کي ڏسي پوءِ ايئن ڪرڻ شروع ڪيو هو.

گانڌي، جڏهن چوٿين ڀيري سامونڊي جهاز ذريعي انگلينڊ ويو تہ وري بہ عام مسافرن وانگر سفر ڪيائين. هن پنهنجن سيڪريٽرين کي چيو: "انگلينڊ ڏانهن سفر لاءِ ڪپڙن جون پيتيون ڀري هلڻ جي گهرج ناهي. اوهان اُتي هندستاني ڪپڙا، جيئن: ڌوتي، ڪڙتو ۽ سينڊل پائجو." جهاز ۾ هڪ

دوست، هن کي هڪ عمدي شال سوکڙي ڏني، جنهن جي ماليت اُن وقت ستَ سئو ربيا ڪن هئي. اُنهيءَ جهاز تي هن اها شال ست هزار رُپين ۾ نيلام ڪئي ۽ چيائين: ”غريبن جو سچو نمائندو ايئن ئي ڪري سگهي ٿو.“ هن کي ايترين تہ شالون تحفا ۾ سوکڙيون ٿي ملنديون هيون، جو چوندو هو: ”جيڪڏهن سنڀالي رکان تہ دُڪان کولي سگهان ها!“ پر اِهي سڀ وڪڻي هريجنن جي سهائتا وارين رٿائن تي خرچ ڪندو هو.

گانڌي جڏهن لنگوٽيءَ ۾ فرانس جي ڌرتيءَ تي قدم رکيو تہ فرينچَ هن کي ڏسي اچرج ۾ اچي ويا. هن انهن کي کلندي ٻڌايو: ”اوهان جي مُلڪ ۾ ماڻهو تَنَ تي چار واڌو ڪپڙا اوڍين ٿا ۽ آءٌ چار گهٽ پايان ٿو.“ فرانسيسين کي يقين ئي نہ پئي آيو تہ هيءُ اڌ اگهاڙو فقير واقعي انگلينڊ جي بادشاهہ سان ملڻ پيو وڃي، ڇو تہ هيءُ اهڙي اڊنبر واري مُلڪ ڏانهن پئي ويو جتي پوشاڪ ڏانهن خاص ڌيان ڏنو ويجي ٿو ۽ اتي سيءُ بہ ڏاڍو آهي. گانڌيءَ ڳالهہ جي نزاڪت سمجهندي، اک ڀڃندي کين چيو تہ ”بادشاهہ جي تن تي ايترا تہ ڪپڙا آهن جو سولائيءَ سان اسين ٻئي ڍڪجي سگهون ٿا.“

گانڌي جڏهن گول ميز ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو تہ هِن جي تن تي لنگوٽي ۽ پراڻي شال هئي: ۽ پيرن ۾ چاکڙي چپل پاتل هُئس. هو ڪئمبرج ۽ آڪسفورڊ يونيورسٽين ۽ بڪنگهم محل ۾ بہ ساڳي پوشاڪ ۾ ويو. چرچل، گانڌيءَ کي ’اڌ اگهاڙو فقير‘ سڏيندو هو ۽ گانڌي انهيءَ ڳالهہ تي خوش ٿيندو هو. گانڌيءَ جو لنڊن ۾ کائڻ پيئڻ تي ڏهاڙي خرچ ڪڏهن بہ 12 آنن کان وڌيڪ نہ ٿيو.

گانڌيءَ کي ڪنهن بہ صورت ۾ زيان نہ وڻندو هو. هو چوندو هو: ”ڪپڙن جي ٽڪرن ۽ ليڙن کي وڪرو ڪرڻ گهرجي. وڻن جي ٽارين ۽ پاڙن مان ناهيل ڏندڻ استعمال ڪان پوءِ ڌوئي، سُڪائي باهہ ٻارڻ لاءِ استعمال ڪرڻ گهرجن.“ هيءُ 24 ئي ڪلاڪ، ڪنهن نہ ڪنهن ڪرت ۾ رڌل رهندو هو. هر معاملي ۾ پابند هوندو هو. زندگيءَ ۾ ڪوبہ ڪم دير سان شروع نہ

ڪيائين ۽ نہ ئي ڪو ڪم تڪڙ ۾ ڪندو هو. گفتگو ڪرڻ ۽ لکڻ وقت لفظن جي چونڊ ڪرڻ ۾ پڻ ڏاڍو محتاط رهندو هو. هن ڪيتريون ئي تقريرون ڪيون ۽ مضمون لکيا، پر ڪڏهن بہ رنگين ٻولي استعمال نہ ڪيائين. هيءُ هر انهيءَ خط، پني تڪر ۽ لفافي کي سنڀالي رکندو هو جنهن جو هڪ پاسو خالي هوندو هو. هن وٽ مختلف ماپن جي ڪتب آيل پنن، لفافن ۽ ڪاغذن جا ڍار ڍار بنڊل بڌل هوندا هئا. اهڙن ڪاغذ جي اڻ – استعمال ٿيل پاسي تي هو ڪارڪنن، رياست جي والين ۽ خود وائسراءِ هند ۽ برطانيہ جي وزيراعظم کي خط ۽ جوابي خط لکندو هو. هڪ ڀيري، هن کان هڪ پينسل ۽ هڪ پوري رنگ وارو پٿر گم ٿي ويو جيڪي ڪيس هڪ ٻار سوکڙي ڪري ڏنا هئا. انهيءَ پٿر کي هيءُ پيپر ويٽ طور استعمال ڪندو هو. هيءُ گهڻي دير تائين ڳوليندو رهيو ۽ نيٺ ڳولي ساهہ پٽيائين. هيءُ آزاديءَ کان پوءِ، سرڪاري عملدارن کي مهانگي اسٽيشنري ۽ عمدن ڪاغذ جي استعمال کان روڪيندو هو. هيءُ سرڪاري آفيسرن کي تنبيهہ ڪندو هو: ”برطانوي آفيسرن جي اَڏ هلندي، اسين هڪ خرچائو ڏٻڻ ۾ ڦاسي پونداسين ۽ پوءِ هڪ ڏينهن سموري هندستان کي اُن ۾ ڏڪي ڇڏينداسين. پوءِ اسان جي حالت آٽين ۽ چاڙهين واري هوندي،“ هيءُ بار بار چوندو هو: ”اسان کي شهزادن ۽ حاڪمن وارا سڀ شاهاڻا شوق ڇڏڻا پوندا.“ هيءُ وڌيڪ چوندو هو: ”هٿ جو ٺاهيل ڪاغذ، ديوناگري يا اردو ڪتابت لاءِ يا عام لکپڙهہ لاءِ استعمال ڪرڻ گهرجي.“ هن بار بار انهيءَ ڳالهہ کي ورجايو: ”حڪومتي عملدار عوام جا خادم آهن، انڪري انهن جي مهانگين دعوتن ۽ آجياڻن کان پاسو ڪرڻ گهرجي.“

گانڌي هر ٽَڪو پئسو غريبن جي سهائتا لاءِ ڪتب آڻڻ چاهيندو هو. هن کي مختلف پبلڪ فنڊن ۾ جيڪي چندا چيڪن، ڊرافٽن ۽ مني آرڊرن جي صورت ۾ ملندا هئا، تن تان بہ ادارن کان ڪميشن ڇڏائي ، اهي پئسا بہ بچائي وٺندو هو. هيءُ رضاڪارن ۽ ڪارڪنن تي اُن وقت ڪاوڙبو هو جڏهن اهي عوامي فنڊن ۾ لاپرواهي ۽ بي ڌياني ڪندا هئا. 1896ع ۾، جڏهن

هيءَ هندستان آيو تہ هندستانين هن کي هڪ هزار رپيا ڏنا هئا. هن سڄي خرچ جو تفصيلي وچور پيش ڪيو جنهن ۾ ڏاڍيون دلچسپ داخلائون هيون، مثال طور ٽرام جو ڀاڙو پاڻي ڇهہ پئسا، بازيگر ڇهہ پئسا، جادوگر آٺ آنا، ٿئيٽر چار رُپيا وغيره.

گانڌي چوندو هو: "اسان جي ڪم ۾ شاهہ خرچيءَ لاءِ جڳهہ ناهي، ڪارڪن جڏهن مون لاءِ مهانگيون نارنگيون يا انگور آڻين ٿا تہ اهو ايئن آهي، جيئن مون کي ڪو 120 رپيا ڏئي ۽ گهرج رُڳو 12 رُپين جي هُجي؟ هونءَ بہ اسان کي لکين ابوجهن جو امانتدار بنجڻو آهي." هن جي صلاح هئي: "ننڍي سفر لاءِ سواريءَ تي چڙهجي، ان لاءِ پنڌ ڪري سگهجي ٿو." انهيءَ صلاح تي هن پهريان پاڻ عمل ڪيو ڏکڻ آفريڪا ۾. هو 42 ميل پنڌ ڪري، آشرم کان شهر ويندوهو ۽ مقصد رُڳو هيءُ هو تہ ڪجهہ پئسا بچائجن. هيءُ پنهنجي آفيس ۽ ڪورٽ ڏانهن پنڌ ايندو ويندو هو.هڪ ڀيري، گانڌيءَ جي ليڪچر لاءِ في رکي ٽڪيٽون ڇپايون ويون. هن جي ليڪچر جو عنوان هو "ڇا قومپرستيءَ لاءِ نسل پرستيءَ کان ڇوٽڪارو ضروري آهي؟" انهيءَ ليڪچر مان جيڪا موڙي ٿي، سا سموري رقم 'ديشبندو[30] ميموريل فنڊ' ۾ ڏني ويئي. گانڌيءَ، پهريون ڀيرو هڪ گرامو فون ڪمپنيءَ کي ڳالهہ ٻولهہ رڪارڊ ڪرائي. هن جي گفتگوءَ جو عنوان هو 'خدا سچ آهي.' انهيءَ اڌ ڪلاڪ جي گفتگوءَ جا هن کي 65 هزار رپيا مليا، جيڪي هن هريجن فنڊ ۾ جمع ڪرايا. هيءُ پئسن بچائڻ ۽ پئسن ڪمائڻ، ٻنهي ۾ هڪ جيترو اڳيرو ۽ پڙُ هو. حڪومت جڏهن هن جي ڪتابن تي بندش وڌي تہ هن اخباري هاڪارن وانگي پنهنجا ڪتاب بازارن ۾ ۽ چؤنڪن تي هوڪا ڏيئي وڪرو ڪيا. هن پنهنجو ڪتاب 'هند سوراج'،

---

30. سي آر داس [1870-1925] کي 'ديشبندو' بہ سڏيو ويندو هو. ديشبندو لفظ جي معنيٰ 'وطن دوست' آهي.داس جو پيشو وڪالت هو. هن ولائتي ڪپڙي جي بائڪاٽ واري هلچل ۾ مکيہ ڪردار ادا ڪيو.

ڀرين ڀنج، پوءِ ڏهه ۽ پڇاڙيءَ ۾ پنجاهه رپين ۾ وڪرو ڪيو جنهن جي اصلي قيمت چار آنا هئي. 'ڊانڊي سالٽ مارچ' وقت، هن جيڪا لوڻ مُٺ کنئي هئي، اُن جو اڌ تولو سنڌس هڪ مداح 525 رُپين ۾ خريد ڪيو. اُن زماني ۾، سون جي اڌ تولي جو مُلهه به 40 رپيا هو. دنيا ۾، ڪنهن به واپاريءَ ۽ ڪنهن به دُڪاندار هِن وقت تائين ايتري ڳري قيمت تي لوڻ وڪرو نه ڪيو آهي!

گانڌيءَ چاتو ٿي ته ماڻهو هن جو آٽوگراف وٺڻ لاءِ هر وقت آتا رهن ٿا. هن پنهنجي آٽوگراف جي في پنج رپيا مقرر ڪري ڇڏي. هيءَ آٽوگراف جي في ڪنهن کي به معاف نه ڪندو هو. پوءِ ڇو نه اهو ساڳيو آٽوگراف وٺندڙ اڳ ۾ لکين رپيا چندو ڏئي چڪو هجي. هڪ ڀيري، هن کاڌيءَ جي کپت وڌائڻ لاءِ، پاڻ گهورڙيو بنجي کاڌي وڪرو ڪرڻ شروع ڪئي. هن جي هٿ ۾ ڪپڙي ماپڻ جو وال ۽ ڪلهي تي کاڌيءَ جا ٿان هوندا هئا ۽ هر گهٽيءَ گام ڪپڙي جا هوڪا ڏيندو وتندو هو هن 50 منٽن ۾ 500 رپين جو ڪپڙو وڪيو. هڪ ڀيري، گانڌيءَ کي ريل جي ڊگهي مسافري ڪرڻي پئي ته هن هر ايندڙ اسٽيشن تي کاڌي وڪڻڻ شروع ڪئي. هن جڏهن کاڌيءَ جي نمائش جو افتتاح ڪيو ته هڪ هفتي اندر پنج سئو رپين جي ماليت جو ڪپڙو وڪامي ويو. گانڌيءَ، جڏهن کاڌيءَ جي ڪپڙي پائڻ جي اپيل ڪئي ته کاڌيءَ جو ساليانو وڪرو 48 رپين مان 65 هزار تي سوَ ۽ ٻارنهن رپين تائين پهتو. جڏهن به ڪانگريس جا اجلاس ٿيندا هئا ته هيءَ هنرمندن ۽ ڪاريگرن کي نمائشي اسٽال لڳرائڻ لاءِ چوندو هو ۽ اجلاسن ۾ شريڪ ٿيندڙ کي چوندو هو ته پنهنجن ڳوٺن، شهرن ۽ علائقن ۾ کاڌيءَ جي ڪپڙي جي ايئن مشهوري ڪريو ڄڻ ته اوهين اِنهن ڪاريگرن جا ايجنٽ آهيو.

گانڌيءَ جي ولائتي ڪپڙن جي بائڪاٽ سبب رُڳو بنگال ۾ پرڏيهي ڪپڙن جي کپت ۾ 50 سيڪڙو ساليانو گهٽتائي آئي. بنگال کان پوءِ، ٻين خطن ۾ به ايئن ٿيو ۽ پوءِ ڏسندي ڏسندي، هندستان ۾ پرڏيهي ڪپڙي جي

تجارت اڇي گوڏا کوڙيا. گانڌيءَ کي اِهو اندازو هو تہ ”هندستان ۾ ماڻهن جون گُهرجون وڌنديون ۽ کي اسم انگلينڊ کان بہ درآمد ڪرڻا پوندا، انڪري هن چيو تہ اهڙا اسم گهرائجن، جو مقامي صنعت تي منفي اثر نہ پون.“ ڪيس چاڻ هئي تہ کاڌيءَ جي صنعت اڪيلي سر ولائتي ساز سامان جي سمنڊ ۾ جيئري نہ ٿي رهي سگهي. هن اِهو بہ ڄاتو پئي تہ ڪي لالچي صنعتڪار انگريزن سان ملي ڀڳت ڪري، پنهنجي مُلڪ کي لُٽڻ ۾ پِٺ هئا. هن جي خواهش هئي تہ سڄي هندستان ۾ هٿ جي صنعت کي پيهرِ جيارجي!

هن جي ڪم کي سرڪار پاران ڪابہ سهائتا يا مالي مدد نہ مِلي ۽ ماڻهن جو رويو بہ سرد مهريءَ وارو رهيو پر پوءِ بہ هيءُ عوام کي ڪپڙي لٽي، کاڌ خوراڪ ۽ ٻين بنيادي سهولتن ۾ پاڻيري ڪرڻ لاءِ، مستقل مزاجيءَ سان ڪوششون ڪندو رهيو. آل انڊيا وليج انڊسٽريز ايسوسيئيشن ۽ آل انڊيا اسپننگ ايسوسيئيشن قائم ڪيون ويون. انهن ٻنهين جون سڄي هندستان ۾ برانچون کوليون ويون. وارڌا ۾ اڳي قائم مگن ميوزم کي هڪ عوامي تجربيگاهہ بنايو ويو جتي ڪتڻ، اُٽڻ، ڪاغذ ٺاهڻ، چمڙي رنگڻ، صابڻ ٺاهڻ، ماکيءَ جي مکين جي پالنا ۽ واڊڪي ڪم سان گڏ ٻيا ڪيترا تجربا ٿيڻ لڳا. گانڌيءَ جو انهيءَ ڳالهہ تي زور هو تہ گهر ۾ آڏاڻي تي ٺاهيل ڪپڙي کان ڪوبہ ڪپڙو سستو نہ آهي ۽ گهر ۾ پچايل ماني، ڪنهن عاليشان هوٽل جي مانيءَ کان هر طرح سستي ۽ سوادي آهي. وٽس دولت کان وڌيڪ زندگيءَ جي اهميت هئي، اُنڪري هندستان ۾ وڌندڙ بي روزگاريءَ تي کين گهڻو اُلڪو هو. گانڌي، قوم جي خوشحاليءَ کي نظر ۾ رکندي، اسان کي اقتصاديات نئين طريقي سان سمجهائڻ شروع ڪئي. هن سمجهائڻ خاطر پڇيو: ”ڇا اوهين ڄاڻو ٿا تہ ان ڳالهہ جو ڪهڙو سبب آهي، جو هندستان ۾ هر سال بنهہ گهڻو اناج پيدا ٿيڻ کان پوءِ بہ اسين ڪٽڪ ٻاهران گهرايون ٿا؟“ پوءِ پاڻ ئي وراڻيائين، ”اسان کي ميدي واري اٽي کائڻ تي هيرايو ويو

آهي، جنهن ۾ ڪو شڪ ناهي، ۽ نه ئي ڪا سگهه، پر پوءِ به خريد ڪري، مِل مالڪن کي فائدو رسايون ٿا ۽ موٽ ۾ اهي اسان کي غريب ڪري رهيا آهن. اسان ڳوٺاڻي چاڪيءَ جي حالت ڏسندي به سندس سهائتا نه ڪئي. هاڻي ته اُن جو ڳوٺن ۾ وجود ئي نه رهيو آهي. هُن وٽ نه اُهي وسيلا رهيا آهن، نه اهو ڏانءُ رهيو آهي، جيڪو هُن وٽ 50 سال اڳ ۾ هوندو هو ڇو ته سدائين قربو رهيو آهي. ڳوٺن کي اِنهيءَ حالت مان ڪڍڻ لاءِ منهنجيءَ رٿا پٽاندر شهرن ۾ ڪو به اهڙو اسم پيدا نه ڪيو ويندو جيڪو ڳوٺن ۾ ماڻهو ناهي سگهن ٿا.“ هن ماڻهن کي سمجهايو ته ڪپڙو پاڻ ناهيو. پنهنجا چانور پاڻ ڇنڊيو ۽ ڇڙيو ڪٽڪ خود پيڻهو ڪنڊ بدران ڳڙ واپرايو. گانڌيءَ وٽ جڏهن غير ملڪي ايندا هئا ته هيءُ اُنهن کي ديسي ڪنڊ سوکڙيءَ طور ڏيندو هو.

گانڌيءَ عوام کي خبردار ڪندي چيو: ”اوهان جا آڏاٽا، مِل سان مقابلو نه ڪري سگهندا. ڇو ته مِل جو مالڪ سدائين گهٽ اُجوري ڏيڻ لاءِ ويچاريندو آهي ته جيئن گهڻو مال پيدا ڪري سگهي، پر اسان کي پورهيتن کي مناسب معاوضو ڏيڻ گهرجي، ٻيءَ صورت ۾ اهو به هڪ استحصال آهي، پوءِ پلي اِهو اڻڄاڻائيءَ ۾ ٿيندو هجي.“ انهيءَ سوچ جو مظاهرو گانڌيءَ عملي طرح ڪيو هو. هڪ ڀيري وٽس هڪ هٽ جو ڪاغذ ٺاهيندڙ ڪارخانيدار آيو ۽ ڪيس ٻڌايائين ته هو پنهنجن مزدورن کي ڇهه پئسا ڏهاڙي اُجرت ڏئي ٿو ۽ ڪوشش ۾ آهي ته سندس ڪاغذ اڃا به سستو ٿئي ته جيئن ان جو واهپو وڌي. ڪارخانيدار جي ڳالهه ٻڌي، گانڌيءَ جواب ڏنس: ”جيڪڏهن تون ڪاغذ اڃا به سستو ڪندين ته پوءِ آءٌ تنهنجي ڪارخاني مان ٺهيل ڪاغذ نه خريد ڪندس، ڇو ته ان سستائپ جو سڌو واسطو پورهيتن جي اجوري سان آهي.“

گانڌيءَ جي خواهش هئي ته ٻهراڙين مان دلال جو ڪردار ختم ڪجي ته جيئن ڳوٺاڻن هنرمندن ۽ ڪاريگرن کي پنهنجي پيداوار جو پورو معاوضو ملي سگهي. هن کي چاڻ هئي ته هارين کي پنهنجي پورهيي جو مناسب

معاوضو نٿو مِلي. خريدار جڏهن ڪو وکر خريد ڪري ٿو ته اُن جي ڪا پتي مس ٿي هارين ۽ پورهيتن تائين پهچي. سچو مسئلو گهٽ قيمت جو نہ، پر دلال جو آهي. گانڌي اناج، ڪپڙي ۽ ٻين عام واهپي وارن اسمن جي چُرپُر تي بندش ۽ ذخيري اندوزيءَ جي خلاف هو. ڇو تہ اهڙن قدمن سبب رُڳو هٽ واٽيو ئي ڪمائي رهيو هو. هيءُ دولتمندن کي ڪري نموني ڇوندو هو: ”اوهان ڏوڪڙ رڳو دوکي ۽ ڦرلٽ وسيلي ڪمايا آهن.“ هيءُ ائين بہ چوندو هو تہ: ”وڏا واپاري زباني برطانيا جي مخالفت ڪن ٿا، پر دل ۾ اُن جا ساٿي آهن. انهيءَ اڻ طلبي ونگار وهڻ ۾ کين فائدو پنج سيڪڙو پوي ٿو پر گوري سرڪار 95 سيڪڙو ڪمائي ٿي.“ هن هندستاني واپاريءَ جي نفسيات کي سمجهندي چيو هو: ”سوديشي تحريڪ ناڪام ٿي چُڪي آهي، ڇو تہ هندستاني واپاري ولائتي اسمن جي چڪر ۾ اچي، ديسي مال مان هٿ ڪيدي چُڪو آهي.“

# هاري



گانڌيءَ هاريءَ تي هڪ نظم پڙهيو هو جنهن ۾ هن هاريءَ کي 'دنيا جو ابو' قرار ڏنو هو. هونءَ، عام طرح بہ ايئن چيو ويندو آهي تہ 'جو کيڙي سو کائي.' هن پنهنجي سڄي حياتيءَ ۾ انهيءَ ڳالهہ تي زور ڏنو تہ هندستان جي حقيقي آزادي هاريءَ جي غربت ۽ جهالت مان آزادي آهي. هو چوندو هو: "هندستان جا 75 سيڪڙو ماڻهو زراعت سان لاڳاپيل آهن. هاري ڌرتيءَ جو نيمڪ آهي، اُنکري زمين سندس ئي ملڪيت هُجڻ گهرجي. مڪاني حڪمرانيءَ جو خواب تيستائين ساڀيا ماڻي نہ سگهندو جيستائين هاريءَ کي جائز اجورو نٿو ملي.

گانڌيءَ جو ويساهہ هو: 'اسان سيني جو ڇوٽڪارو هاريءَ جي آجپي ۾ آهي. اسان جي خوشحال مستقبل جي چابي نہ وڪيلن وٽ آهي، ۽ نہ

ڊاڪٽرن ۽ وڏن زميندارن وٽ.' اُن زماني ۾، حڪومت کي 25 سيڪڙو محصول زراعت مان ملندو هو اُنڪري گانڌي، شهر ۾ جڏهن به ڪا عاليشان سرڪاري عمارت ٺهندي ڏسندو هو ته اُمالڪ ڏک وچان چئي ڏيندو هو: "ڏسو ڳوٺن جو پئسو شهرن ۾ خرچ پيو ٿئي." شهري خوشحالي، گانڌيءَ کي سدائين زراعت تي ڳرن ٽئڪسن جي بار، قرلٺ، قرض، جهالت ۽ بيمارين جي ياد ڏياريندي هئي.

گانڌيءَ جو جنم ڪنهن هاريءَ جي گهر ۾ ته نه ٿيو هو پر هن هر ممڪن ڪوشش ڪئي ته هاري بنجي هارين جا ڏک لاهڻ جي ڪوشش ڪري. هيءُ اجا ٻار ئي هو ته هن کي ميويدار وڻ پوکڻ جو شوق ٿيو. هر شام اسڪول کان موٽڻ کان پوءِ ڪنواني ڪلهن تي رکي، وڻن کي پاڻي ڏيندو هو. هيءُ 36 ورهين جي عمر ۾، هاري بنجي فارم تي رهڻ لڳو. جڏهن آشرم قائم ڪرڻ لاءِ، کيس پلاٽ جي ڳولا هئي ته هن کي اُهو هنڌ وڻيو جتي هڪ ايڪڙ زمين تي ڳجهه ميويدار وڻ پوکيل هئا. هن اها زمين خريد ڪئي ۽ پنهنجي ڪٽنب ۽ دوستن سان گڏ اُتي رهڻ لڳو. هڪ اعليٰ مقام وارو اٽارني عهدو ڇڏي هارپو شروع ڪيائين. آشرم ۾ هوريان هوريان ڪچا ۽ ڪکاوان گهر ٺهڻ لڳا. گانڌي، زمين کيڙڻ، پاڻي پرڻ، ڀاڄيون ۽ ميون پوکڻ ۽ ٻارڻ لاءِ ڪاٺ چيرڻ جو ڪم ڪندو هو. اهڙيءَ طرح، هن ۽ سندس ساٿين جي لڳاتار محنت سبب هڪ غيرآباد زمين، هڪ باغ بنجي گل گلزار ٿي پئي.

گانڌيءَ ڏهه سال آفريڪا ۾ هڪ زرعي فارم تي زندگي گذاري، جنهن جي نتيجي ۾ هن کي زراعت بابت نه رُڳو ڄاڻ حاصل ٿي، پر هن کي عملي تجربو به ٿيو. اُن زماني ۾، هن ماکي لاهڻ جو عدم تشدد جي اصول تي ٻيٺل، پر هڪ سائنسي طريقو ڳولي لڌو، جنهن ۾ ماکيءَ جي ماناري کي وڻ جي ٽاريءَ مان پٽڻ کان سواءِ ئي ماکي لاهي ويندي هئي. هن عملي طرح ثابت ڪري ڏيکاريو ته جيڪڏهن ماکي بنين ۽ باغن ۾ پالي وڃي ته اِها اُپت وڌائڻ ۾ مددگار ٿي سگهي ٿي.

گانڌيءِ ماڻهن جي اِها شڪايت قبول ٿي نہ ڪندو هو تہ زمين غير آباد هجڻ جا سبب پاڻيءَ جي اڻاٺ يا پوکيءَ جا اوزار نہ هجڻ آهن. هيءُ چوندو هو: ”انهيءَ سڄي ماجرا جو حَلُ هيءُ آهي تہ هاري پنهنجي محنت ڪيئن ٿو ڪتب آڻي.“ هڪ ڪامياب هاريءَ لاءِ هيءُ چوندو هو: ”هو هر وقت محنت لاءِ تيار هجي، هر ڳالهہ ۾ پنهنجي وس وارو هجي، ۽ پنهنجو پاڻ تي ڀاڙيندڙ هُجي.“ هڪ ڀيري، جڏهن تعليم جي هڪ نئين منتظم شڪايت ڪئي تہ ”اسان کي جيڪو زمين جو ٽُڪر مِليو آهي، اهو پوکيءَ جي لائق ناهي“ تنهن تي گانڌيءَ سمجهايس: ”توکي خبر آهي تہ اسان آفريڪا ۾ کهڙي بنجر زمين آباديءَ لائق بنائي هئي! جيڪڏهن آءٌ تنهنجي جاءِ تي هُجان تہ هوند انهيءَ زمين جي ٽڪر ۾ هر هلائڻ بدران ٻارن کي ڳُڏ ڪيڻ واريون ڪرپيون وٺي ڏيان ۽ ساڳيو نتيجو وٺان. جيڪو اوهين هَرَ ڏيڻ سان وٺڻ گهرو ٿا. هن ان منتظم کي وڌيڪ سمجهائيندي، چيو: ”زمين جو مٿيون تهہ ڏاڍو زرخيز هوندو آهي، ان ۾ ڀاڄيون ۽ ٻيا ننڍي پاڙ وارا فصل پوکي سگهجن ٿا. جيڪڏهن ڪنهن زمين جو مٿيون تهہ اهڙو ناهي تہ اهڙو تهہ وٺاڻ جي پاڻ ڏيڻ، ريج ڪرڻ ۽ زمين کي ٺارڻ سان آهستي آهستي ٺاهي سگهجي ٿو. پنهنجن ٻارن کي سيکاريو تہ هارپو نيچ نہ، پر هڪ اُتم ڪرت آهي.“ گانڌيءَ جو ويچار هو تہ زراعتي ڄاڻ هن پاران شروع ڪيل تعليم جي نئين نصاب ۾ اهم ڪردار ادا ڪري سگهي ٿي.

ورهاڱي کان ٿورو اڳ، نوکالي جي هندو هارين گانڌيءَ کي دانهن ڏني تہ اهي زمين ڪيئن آباد ڪن؟ ڇو تہ مسلمان هاري هنن کي هَر ڏيڻ لاءِ تيار ناهن. هن کين سمجهايو: ”زمين کيڙڻ لاءِ ٻيا اوزار بہ ڪتب آڻيو مثال طور چنجون کهي، ڪرپي وغيره. پڪ ڄاڻو تہ فصل سُٺو ٿيندو.“

1943ع ۾ جڏهن گانڌي جيل ۾ هو تہ هندستان ۾ ڏُڪار پيو هو جنهن سبب لکين ماڻهو موت جي وَرُ چڙهي ويا هئا. اها پوائنٽي يادگيري عوام ۽ آفيسرن جي ذهنن ۾ تازي هئي. هوڏانهن 1947ع ۾ پڻ ڏڪار اچڻ جو ڀپ

هو. اهڙيءَ صورتحال کي مُنهن ڏيڻ لاءِ، وائسراءِ هند پنهنجي پرائيويٽ سيڪريٽريءَ کي جهاز ۾ چاڙهي، سيواگرام موڪليو ته ان معاملي تي گانڌيءَ کان مشورو وٺي اچي. ان نقطي تي گانڌيءَ بلڪل چِٽي ۽ کَري انداز ۾ ماڻهن کي ٻُڌايو: "ڏُڪار کان ڊپ ڇو؟ اسان وٽ تمام گهڻي زرعي زمين آهي، پاڻي به جهجهو آهي، ڪمائيندڙ ۽ محنت ڪندڙ به ڪوڙ آهن ته پوءِ ڊپ ڇاجو؟ ڇو کائڻ لاءِ ڪجهه نه هوندو؟ بس رڳو هڪ ڳالهه ياد رکو ته جيڪڏهن هڪ ماني کائو ته سڀ کان پهرين ٻن مانين جو بندوبست ڪريو. هر ڪنهن کي پنهنجي کائڻ لاءِ ڪجهه نه ڪجهه مثال طور ڀاڄيون ۽ ميوا پوکڻ گهرجن. اِهو ڪم هر ماڻهو ڪري سگهي ٿو جنهن وٽ ڀلي زمين ٽڪر به نه هجي." هن وڌيڪ سمجهائيندي چيو: "مٽيءَ ۾ وٽاڻ جو ڀاڻ مِلائي اُن کي ڪنهن ٺِڪَرَ جي ڪُونڊيءَ ۾ وجهي، هڪ ٻن ڏينهن تائين پاڻي ڏئي ٺاريو ۽ اُن ۾ ڪنهن ڀاڄيءَ جو ٻج پوکيو ته پوءِ اوهان جي گهر ۾ ڪانه ڪا ڀاڄي موجود ٿي پوندي." اُن کان سواءِ، هن عوام ۽ حڪومت کي تنبيهه ڪئي: "سماجي، سياسي ۽ مذهبي تقريبن تي شاهه خرچيون بند ڪيون وڃن. سرڪار ڏيساور کان فصل، ٻوٽن ۽ ڀاڄين جا ٻج گُهرائڻ بند ڪري، ڇو ته اِهي اسان جي جاگرافيائي ۽ موسمي حالتن سان ميلُ کائيندڙ نه آهن." هن چيو: "نشاستو ۽ ٻيون توانائيون، جيڪي صحت لاءِ ضروري آهن، اُهي گهڻو ڪري اناج مان مِلن ٿيون، پر اِهي ڀاڄين، ميون ۽ اهڙن ٻين کائڻ لائق ٻوٽن جي پاڙن ۽ ڪَلُن مان به حاصل ڪري سگهجن ٿيون. هاري ۽ زميندار پنهنجي واڌو اُپت کي ڏکيي وقت لاءِ سنڀالي رکن." پاڻيري ٿيڻ لاءِ گانڌيءَ جي ڏنل صلاحن تي عمل واسطي مستقل مزاجي، ضابطو ۽ حالتن پٽاندر سوچيندڙ فرد گُهربل هئا ته جيئن ٻاهرين مُلڪن کان پِنَڻَ مان جان ڇڏائي سگهجي ها.

جڏهن حڪومت کاڌ خوراڪ ۽ ڪپڙي تي ضابطو رکندي راشن وارو طريقو مُتعارف ڪرايو ته گانڌيءَ پنهنجي حصي جو راشن نه ورتو هو. ڇو ته هن پنهنجي کائڻ پيئڻ جي عادتن ۾ ڦيرو آڻي ڇڏيو هو. ماني، دال ۽ کنڊ واپرائڻ

تَرڪ ڪئي هئي، ۽ پنهنجي تَنَ ڍڪڻ لاءِ ڪپڙو پاڻ تيار ڪرڻ شروع ڪيو هُئائين.

گانڌيءَ هريجنن کي سمجهايو: ”سيڙپ کان سواءِ ديسي ڀاڻ ڪيئن ناهي سگهجي ٿو؟“ هن کين ٻڌايو: ”اِهو اوسي پاسي موجود شين مان ٺاهي سگهجي ٿو جنهن ۾ ڳئونءَ جو ڇيڻو انساني ڪرفتي، جانورن جو پيشاب ۽ ڀاڄين جون کلون اچي وڃن ٿيون“ هن کين عملي تجربو ڪري سمجهايو ته اِنهن سيني کي پاڻ ۾ چڱي نموني مِلائي هڪ فُٽ اونهي کڏ کٽي پُوري ڇڏيو. انهيءَ کي سئونپا ۽ ٻيا ڌرتي دوست ڪيڙا، ٿوري وقت ۾ ڪمائتي ڀاڻ ۾ تبديل ڪري ڇڏيندا. ساڳيي وقت، هن هريجنن کي خبردار به ڪيو: ”جيڪڏهن کڏ هڪ فُٽ کان وڌيڪ اونهي هوندي ته پوءِ اِهو مواد، بدبودار گئسون پيدا ڪرڻ جو سبب بڻجندو.“ گانڌيءَ جو اهو ’ڍنگي واڌو هاريءَ‘ وارو ڪم، ڳُجهه ڀُراڻ پسند هارين ۽ زميندارن کي نه وڻيو. گانڌي، هر حال ۾، ڪيميائي ڀاڻ کان وڌيڪ وٿاڻ جي ڀاڻ کي اوليت ڏيندو هو.

هيءُ زميندارن ۽ هارين کي وري وري خبردار ڪندو هو ته ڪيميائي ڀاڻ اُپت ته برابر ڏئي ٿو پر تڪڙي ۽ گهٽي اپت زمين کي نقصان به پهچائي ٿي.

گانڌيءَ جو خيال هو ته زمين لاءِ ٽريڪٽر جي هَرَ کان وڌيڪ فائدي وارو ڏاندن وارو هَرُ آهي. سابرمتي آشرم ۾، هن مختلف قسمن جي هرن کي استعمال ۾ آندو ۽ تجربو ڪري ثابت ڪيائين ته ڏاندن وارو پراڻو هَرُ ئي بهتر آهي. هن ٻڌايو ته اِهو پراڻو هَرُ زمين دوست آهي، ڇو ته اِهو زمين اُٿلائي ۽ ڪيڙي ضرور ٿو پر هڪ مناسب حد تائين. اُنڪري زمين کي نقصان نه ٿو پهچي. ان کان سواءِ، هيءُ ٽريڪٽر جو اُنڪري به مخالف هو ڇو ته ٽريڪٽر هڪ ئي ڌڪ سان هڪ سَوَ ماڻهن کي زراعت مان نيڪالي ڏئي رهيو هو. هن جو خيال هو ته ماڻهن کي ڪنهن نه ڪنهن طرح تعميري ڪم ۾ رڌل رهڻ گهرجي. ان کان سواءِ، هن جو هيءُ به ويچار هو ته زراعت ۾ مشين جو استعمال، هارين جي صلاحيت ۽ تخليقي ڏانوَ کي مُڏو ڪندو. هن وٽ زمين

جي سارسنڀال ۽ پوکيءَ بابت بلڪل چٽا خيال هئا. هن جو چوڻ هو ته هڪ سئو ڪٽنب زمين گڏجي کيڙين ۽ پوءِ اُپت پاڻ ۾ ورهائي کڻن، نه ڪي سئو ايڪڙ زمين جا ٽُڪرَ ڪري پاڻ ۾ ورهائين ۽ ٻيڻ پاڻ جا خرچ وڌائين.

گانڌيءَ جي نظر ڍڳين تي به هُئي. هيءُ چوندو هو: "هندستان جي هر گهر ۾ گهٽو ڪري ڏاند ڳاڏي آهي ۽ اها گهٽو وقت ڪتب ئي نه ٿي اچي." هيءُ سهڪاري بنيادن تي وٿاڻن کولڻ جي هر وقت وڪالت ڪندو هو ۽ چوندو هو: "هڪ وڏي واڙي ۾، مال جو علاج ڪرڻ به سولو آهي، انهن جي سارسنڀال به بهتر نموني ڪري سگهجي ٿي ۽ مينهن ۽ ڳئن کي سائي ڪرڻ لاءِ هڪ سنو سانُ رکڻ ۽ تاتڻ به سولو آهي، جيڪو ڪم هر ڍڳيو نٿو ڪري سگهي." هن اِهو به ٻڌايو: "محنت سبب واڙي تي ايندڙ ڏهاڙيءَ جي خرچ ۽ آمدنيءَ ۾ هڪ منافعي وارو نسبتي ڳانڍاپو قائم ڪري سگهجي ٿو." هن ايئن به چيو: "جڏهن واڙا نه ٿا ڪمائين ته ڍڳيا ننڍڙا پاڏا، وَڇون، ڳابا، ڳابيون ۽ پاڇاٽين مينهن ۽ ڳئن کي ڳهڻ لاءِ وڪرو ڪن ٿا، جيڪو ٻي زبانن سان ناحق آهي."

گانڌيءَ کي ڳئونءَ جي حفاظت جي ڳڻتي هوندي هئي. جڏهن هن سڄي هندستان جو سفر ڪيو ته هن هارين جون غربت سبب ڏرا ڏنل اکيون ۽ ڏٻرا جسم ڏٺا ۽ ڳئن جي نبل حالت ڏٺي. هن کي حيرت لڳي ته اُهو مُلڪ، جيڪو ڳئونءَ جو احترام ڪندي ٿڪجي ئي نٿو انهيءَ مُلڪ ۾ ساڳي ڳئون رحم جوڳي حالت ۾ آهي. کيس احساس ٿيو ته اِهو ڳگدام جانور هندو ـ مسلم جهيڙي جي ور چڙهي ويو آهي. مسلمان اُن کي کهڻ لاءِ هر وقت تيار آهن ۽ هندو انهيءَ جي ڇُهاءَ کي به وڏي ڳالهه سمجهن ٿا. ٻي طرف، ڳئن لاءِ قائم گوشالا ته انهن ٻي زبان جانورن تي ٿيندڙ ظلم جا اڏا آهن. هن صلاح ڏني ته اُهي ڳئون، جيڪي سايون ٿي نٿيون سگهن ۽ پوڙهيون ۽ ڪمزور آهن، انهن جي سهائتا لاءِ ماهرن کان مشورا ورتا وڃن. هن کي مينهن جي کير ۽ مکڻ کان ڳئون جو کير ۽ مَکڻ وڌيڪ وڻندو هو. گانڌيءَ ماڻهن کي سمجهايو ته ڳئون جي مرڻ کان پوءِ اُن جو چمڙو ۽ هڏا به ڪمائتا آهن.

گانڌيءَ پنهنجي آشرم ۾ هڪ ساڻُ ڏاريو ۽ پنهنجن جوڙيل اصولن تي ڳڻن جو وٿاڻ هلائڻ لڳو. جڏهن به هن جي وٿاڻ ۾ ڪنهن ڍڳيءَ کي ڪو گابو يا گابي ڄمندي هئي ته هيءُ انهيءَ گابڙي يا گابڙيءَ کي پيار مان هٿ ڦيرندو هو. هڪ ڀيري، هڪ ڦهريات ڳئونءَ کي ڪا لاعلاج بيماري ٿي پئي، جنهن لاءِ گهڻا ئي ڏس پنڌ پُڇيا ويا. نيٺ گانڌيءَ پنهنجي دِل تي پٿر رکي فيصلو ڪيو ته انهيءَ ڀتاريءَ کي بيماريءَ جي عذاب مان سدائينءَ لاءِ آجو ڪجي. هيءُ پاڻ بيمار ڳئونءَ جي ڪُر کي پيار مان هٿ ۾ جهلي ويٺو رهيو جيستائين سُئي هڻي اُن بي زبان ڪي سدائينءَ لاءِ آرامي نه ڪيو ويو. گانڌيءَ جي انهيءَ قدم سبب، تمام گهڻو هُل هنگامو ٿيو. ماڻهو چوڻ لڳا: "ڏسو ته هڪ عدم تشدد جي پرچارڪ ۽ امن جي اهڃاڻ ڪيڏو نه پُرتشدد قدم کنيو آهي." گانڌيءَ انهيءَ رد عمل کي گهڻي صبر سان سَٺو. هڪ جڻن مت جي روحاني اڳواڻ ته ايئن به چيو: "جيستائين انهيءَ گناهه کي گانڌيءَ جي رت سان نه ڌوئبو، تيستائين گناهه جو ٽِڪو ڪڏهن به نه لهندو."

گانڌي، هڪ ڀيري، عدم تشدد جي پيروڪارن کي اُن وقت عجب ۾ وجهي ڇڏيو، جڏهن هن آشرم ۾ پوکيل فصل ۽ ڀاڄين کي نقصان رسائيندڙن ڀولن کي مارڻ لاءِ چيو. گانڌيءَ چيو: "آءٌ پاڻ به هڪ هاري رهيو آهيان ۽ مون کي خبر آهي ته هاريءَ لاءِ فصل بچائڻ ۽ ڀيل روڪڻ ڪيترو نه اهم هوندو آهي. اسان ڀولن کي ڀڃائڻ ۽ ڊيڄارڻ لاءِ هر حربو هلايو آهي – اسان بندوق جا هوائي فائر ڪيا ۽ گهڻو ئي گوڙ گهمسان ڪيو پر ڀولا نه ڀڳا ۽ نه ئي ڊنا. اُنڪري مون وڏي غور ۽ ويچار کان پوءِ، انهن کي مارڻ جو فيصلو ڪيو آهي. چو ته هاڻي ايئن ڪرڻ کان سواءِ ڪو ٻيو چارو ناهي." پر اهڙي نوبت ڪانه آئي.

گانڌي، سدائين انهيءَ سوچ ۾ هوندو هو ته هارين جي آمدني ڪيئن وڌائجي. چو ته اهي سال جا لڳ ڀڳ چار يا ڇهه مهينا واندا رهندا هئا. اُن عرصي ۾، هنن کي گهر جي پورنجيءَ تي گذارو ڪرڻو پوندو هو. ان زماني ۾، سال ۾ فصل به هڪ ڀيرو ٿيندو هو. گانڌيءَ 30 ڪروڙ هارين لاءِ هڪ

مستقل ڪم ڳولي لڌو. هن عورتن کي اٽ جي ڪم تي لڳايو ۽ مردن کي آڏاٽي جي حوالي ڪيو. ڇو تہ هن چاهيو ٿي تہ انهن هارين ۽ غريب خاندانن جي آمدني ايتري ٿئي جو پيٽ پري ڪائي سگهن، دوا درمل ڪرائي سگهن، ٽڻ ڍڪي سگهن، ٻار پڙهائي سگهن ۽ وٽن ڇپر ڇانوَ هجي. ان ڪان پوءِ ٿي اهي انڪار جي طاقت کي سمجهندا. گانڌي، هاري ـ مزدور راڄ قائم ڪرڻ جي حق ۾ هو ۽ خبردار ڪندو هو: "جڏهن هاري ۽ غريب پنهنجن ڏکن ڏولاون ۽ بدتر حالتن بابت باخبر ٿيندا ۽ ڄاڻندا تہ ڪسمپرسيءَ واري حالت ۾ ٿي رهڻ سندن قسمت ناهي تہ پوءِ اهي پنهنجيءَ ڦرلٽ جا سڀ آئيني ۽ غير آئيني حربا ٽوڙي ڦٽا ڪندا، ۽ جڏهن هو سمجهندا تہ سوراڄ ڇا آهي تہ پوءِ دنيا جي ڪابہ طاقت کين سوراڄ ماڻڻ کان روڪي نہ سگهندي."

گانڌيءَ جي اڳواٽيءَ ۾ هاري بہ نافرمانيءَ جي تحريڪ ۾ شامل ٿيا ۽ ڏانڊي مارچ کي سرڪاري روڪ ۽ رڪاوٽ کان پوءِ بہ ڪامياب بڻايائون. اهي ساڳيا ڏنل ۽ گونگا هاري، وڏين محفلن، مجلسن ۽ جلسن ۾ نہ رڳو شريڪ ٿيندا هئا، پر آزاديءَ لاءِ وچن ۽ اقرار بہ ڪندا هئا. جڏهن ٽئڪس ۽ ڍل نہ ڏيڻ جي مهم هلي تہ انهن جون زمينون سرڪار ضبط ڪيون ۽ اُپتون زورريءَ ڪٽي ويئي. اهو سچ آهي تہ بظاهر اقتصادي طور تہ انهن هارين ڪجهہ وڃايو پر پنهنجي انڪار سبب هاڻي اهي نوان ماڻهو بڻجي چُڪا هئا.

گانڌي ماڻهن کي روڪي تہ نہ سگهيو تہ اهي کيس مهاتما نہ سڏين ۽ پيرين بہ نہ پون، ۽ نہ ئي پنهنجي مانَ ۾ ماڻهن پاران آجياڻن ۽ دعوتن کي روڪرائي سگهيو ٿي. گانڌي پنهنجي مقصد لاءِ هندستان جي مختلف شهرن ۽ جڳهن تي ويو ۽ لاڳيتو عوام سان رابطي ۾ رهيو. هر هنڌ، جتي ڪٿي هن کي پيار ۽ عزت ملي. هنُ اڳيان سندس لکيل خط ۽ چٺيون، هن جا فريم ٿيل فوٽو ۽ ٻيا مهانگا ۽ زيبائشي اسم وڏي احترام ۽ عقيدت مان پيش ڪيا ويندا هئا. گانڌي، ماڻهن جي پيار ۽ ان جي اظهار جو دِل جي گهراين سان قدر ڪندو هو. پر کيس اها ڳالهہ نہ وڻندي هئي تہ هڪ غريب ملڪ جا

رهواسي، جن جي في ڪس آمدني تي پئسا ڏهاڙي مس آهي، سي ويهي گلن، هارن ۽ اجايي ڏيکاءَ تي پئسا وڃائين. پر هيءُ ڪوشش ڪرڻ کان پوءِ بہ ماڻهن کي روڪي نہ سگهيو. اصل ۾ هُن انهيءَ اڻنگهي خرچ کي موڙيءَ ۾ تبديل ڪرڻ گُهريو پئي. پوءِ هن ارادو ڪيو تہ جڏهن عوام هن تي خرچ ڪري ئي ٿو تہ پوءِ ڇو نہ اهو سڦل ٿيڻ گهرجي. گانڌي جڏهن اسٽيج تي ويٺو هو تہ ماڻهو هن کي هار ۽ تحفا ڏيندا هئا. هيءُ جلسي ختم ٿيڻ کان پوءِ چوندو هو تہ "منهنجيون پياريون نينگريون ڪٿي ڏسجن ٿي نہ ٿيون؟ هاڻي مان هنن هارن ۽ تحفن کي نيلام ڪيئن ڪريان؟" پوءِ هيءُ هار ڳچيءَ مان لاهي نيلاميءَ لاء واڪ ڏيڻ شروع ڪندو هو – " هڪ رپيو بہ رپيا. ٽي رپيا. چار رپيا ۽ پنج رپيا". اهڙيءَ طرح ڪِل پوڳ ڪندي هار وڏي اگهہ تي نيلام ڪندو هو. اهڙي نموني، هيءُ نہ رُڳو هار پر هن کي مليل ميوا ۽ ٻيون شيون شڪليون بہ نيلام ڪندو هو. هن هڪ ڀيري هڪ هارُ 30 رپين ۾ نيلام ڪيو ۽ ٻيو هار تہ هن 300 رپين ۾ نيلام ڪيو هو. هڪ دفعي گانڌيءَ کي هڪ ننڍڙي پيتڙي تحفي ۾ ملي. هن انهيءَ جي ٻولي هڻڻ شروع ڪئي ۽ چيائين: "هن جو مُلهہ 250 رپيا آهي، نہ نہ مون کان غلطي ٿي، هن جو مُلهہ 275 رپيا آهي." جڏهن ميڙ مان ڪنهن 300 رپين جي ٻولي هنئي تہ هن چيو تہ اچا واڪ مٿي هَلي، ڇو تہ هِن جهڙي صندوقڙي مون اڳ اِن کان بہ وڏي اگهہ تي نيلام ڪئي هئي، مون کي هڪ هزار رپيا گهرجن– آهي ڪو!؟" نيٺ اها وڏي مُلهہ ۾ نيلام ڪيائين. ڪلڪتي جي شهرين هن کي ٽي ڀيرا، مختلف وقتن تي، قيمتي صندوقڙيون ڏنيون، جيڪي هن اُتي ئي نيلام ڪيون. گانڌيءَ هڪ ڀيري، نيلاميءَ بابت چيو: "ڏسو تہ عوام پاران مليل تحفي کي آءٌ ڪيترو نہ مانُ ڏيان ٿو. هونءَ بہ آءٌ ايترين سوکڙين کي ڪٿي رکندس ۽ ڪيئن سنڀاليندس، ڇو تہ مون وٽ تہ اهڙو ڪوبہ بندوبست ناهي. مون کي نيلاميءَ ۾ ڪابہ خرابي نٿي ڏسجي، ڇو تہ اِهو هڪ چڱو مقابلو آهي. هونءَ بہ نيلاميءَ جا پئسا سُٺي مقصد لاءِ ڪتب اچن ٿا، ۽ عوام تحفا مون کي نہ، پر سوراج لاءِ ڏئي ٿو."

اهڙو ڪوبہ جلسو نہ هو جتي گانڌيءَ عوام کي چندي جي اپيل نہ ڪئي هُجي. هن هڪ جلسي ۾ هڪ نارنگي 10 رپين ۾ ۽ هڪ سُٽ جو هار 20 رپين ۾ ۽ هڪ سوني ٽڪلي پنج هزار رپين ۾ هڪ ٻي صندوقڙي هڪ هزار رپين ۾ نيلام ڪئي. هڪ ٻيري جلسي ۾ ماءُ ۽ پٽ شريڪ هئا. ماءُ پٽ کي گانڌيءَ جي ويجهو ڪٺي آئي تہ گانڌيءَ ٻار سان پيار ڪندي ٻار کي ڪٺي مٿي ڪنيو ۽ سندس ڳچيءَ مان سونو هار لاهي، نيلاميءَ جي ٻولي هڻڻ شروع ڪيائين. سندس اُن حُجت تي ماءُ ۽ پٽ ڏاڍا سرها ٿيا.

گانڌيءَ هڪ ٻيري چيو: "مون وٽ ڏاڍيون مُنڊيون آهن ۽ آءٌ انهن سڀني کي وڪرو ڪرڻ گهران ٿو." پوءِ هن هڪ مُنڊي جي نيلاميءَ لاءِ اچا ٿي ٻيرا واڪ مس ڏنو تہ اها 445 رپين ۾ وڪامجي ويئي. انهيءَ منڊيءَ جو اصلي مُلهہ 30 رپيا مَس هو. هڪ ٻيري هن کي چندي ۾ مختلف سِڪا مليا. جن ۾ سون ۽ چاندي جا سڪا بہ شامل هئا. ۽ هڪ عاج جو سڪو پڻ هو. هن انهيءَ سڪي ڏانهن اشارو ڪندي چيو: "اهو سڀ کان وڌيڪ اهم آهي، ڇو تہ هڪ غريب شخص وٽ هو ئي اهو عاج جو سِڪو جيڪي مون کي ڏنائين. مون وٽ اُن جي قيمت سونَ کان بہ وڌيڪ آهي." هن انهيءَ کي هڪ سئو يارنهن رپين ۾ نيلام ڪيو.

گانڌيءَ تي جلسن، جلوسن ۾ شرڪت ڪرڻ ۽ معاملن نبيرڻ جو تمام گهڻو دٻاءُ هوندو هو. پر ڪڏهن بہ منجهانئس هڪ هٽ واٺيي وارو جوش جذبو ختم نہ ٿيو. گانڌيءَ جي ڄمار جڏهن 78 ورهيہ هئي تہ هندو مسلم فساد ٿيا تہ هن ٻهار جو دورو ڪيو ۽ مليل سوکڙيون اُتي ئي نيلام ڪيائين. گانڌي آشرم ۾ رهندو هو ۽ غريبيءَ ۾ گذاريندو هو پر پوءِ بہ پبلڪ فنڊ ۾ هڪ سِڪو ڏنائين، جيڪو سندس هڪ پرستار 500 رپين ۾ خريد ڪيو هو.

# پينو فقير



گانڌي جيئن جيئن عوامي سهائتا جي ڪمن ۾ وڌيڪ مصروف ٿيندو ويو تيئن تيئن پنهنجي ڪٽنب ۽ وڪالت کي گهٽ وقت ڏيڻ لڳو. کيس احساس ٿيو ته جيڪڏهن عوام جي سيوا ڪرڻي آهي ته پوءِ رضاڪاراڻي غُربت جي چونڊ ڪرڻي پوندي، نت نانگر ۽ ڏيکاءَ کي ترڪ ڪرڻو پوندو. پوءِ ته هن جي زندگيءَ ۾ اهڙو وقت به آيو جو مال ۽ ملڪيت گڏ ڪرڻ هن لاءِ ڏوهه برابر ٿي پيو. هن کي شين کان بيزاري ٿي. هن کي سڀ شيون بيئن کي ڏيڻ ۾ هن کي سرهائي محسوس ٿيندي هئي. آهستي آهستي آرام ۽ آسائش جون سڀ شيون ۽ ڳالهيون موڪلائي ويس. هن اباڻي ملڪيت جي ڪا پرواهه نه ڪئي. ايتريقدر جو ڪنهن زماني ۾ شروع ڪيل انشورنس پاليسي به پئسا نه ڀرڻ سبب ختم ٿي ويئي. هن وڪالت ڇڏي ڏني، جنهن مان کيس ان وقت به مهيني ۾ چار هزار رپيا ملندا هئا. هن ڏکڻ آفريڪا ۾ ورڪرن ۽ عوام پاران تحفي ۾ مليل چاندي ۽ سون

مان هڪ ٽرسٽ قائم ڪيو ۽ فينڪس فارم کي به عوامي ڀلائيءَ لاءِ ارپي ڇڏيائين. هن ڪڏهن به پنهنجي آرام جو خيال ته نه ڪيو پر پنهنجا اصول، زال ۽ پٽن تي پڻ لاڳو ڪيائين.

گانڌي پنهنجي زندگيءَ جي پڇاڙيءَ وارن سالن ۾ چندي تي گُذارو ڪيو جيڪو ڪيس دوست ۽ پرستار ڏيندا هئا. ٽالسٽاءِ فارم تي رهڻ وقت، هن ۽ هن جي سڄي ڪٽنب جو خرچ هن جو جرمن دوست ڪيلنباش پريندو هو. هن پاران سڄي هندستان ۾ قائم آشرمن جو خرچ، هن جا همدرد ۽ ساٿي رضاڪاراڻي طور پريندا هئا.

پنڊت مالويه جي، فقيرن جو شهزادي طور مشهور هو پر گانڌي ته شهنشاهه هو. هن تاريخ ۾ عوامي سهائتا لاءِ پنڻ ۽ چندي وٺڻ جو هڪ نئون رڪارڊ قائم ڪيو. ڪيس پنهنجيءَ انهيءَ خوبيءَ جو اندازو تڏهن ٿيو جڏهن هيءَ ناتال انڊين ڪانگريس پاران ميمبرن کان فِي ۽ چندو گڏ ڪري رهيو هو. ٿيو ايئن ته هڪ ڏينهن شام جو گانڌي هڪ امير ماڻهوءَ وٽ چندي لاءِ ويو ۽ ڪيس اُميد هئي ته هو 80 رپيا چندو ڏيندو. پر هو ته 40 رپيا ڏئي پڙُ ڪيڏي ويهي رهيو. گانڌيءَ هن کي راضي ڪرڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي، پر هو نابري واري ويٺو رهيو. پر گانڌي به دل شڪستو نه ٿيو هيءَ صدا هڻي ويهي رهيو ۽ سڄي رات ورندي صبح تائين ويٺو رهيو. نيٺ اُن امير شخص هن کي منجهند ڌاري 80 رپيا ڏنا.

ڏکڻ آفريڪا ۾ متييد خلاف هلايل جدوجهد جي نتيجي ۾ جيل ويل ساٿين جي ڪٽنبن جي سهائتا لاءِ هن کي پئسا گڏ ڪرڻا پوندا هئا. انهن رضاڪارن ۽ سندن خاندانن جو ڪل تعداد پنج هزار هو ۽ انهن جي روز جو خرچ 3200 رپيا هو. گانڌيءَ ڏکڻ آفريڪا مان تار ذريعي هندستانين کي مدد جي اپيل ڪئي ته رياستن جي والين، اميرن، واپارين هڪدم پئسا موڪليا. جڏهن سندس اپيل ڪانگريس جي اجلاس ۾ پڙهي ويئي ته اُتي موجود ڪارڪنن پئسا ايئن ڏنا، ڄڻ سڪن جو مينهن وسندو هُجي.

گانڌيءَ کي انهيءَ اپيل جي نتيجي ۾ جيڪي ٻه سوڪڙيون ۽ چندا مِليا، انهيءَ جو وچور ٺاهي موڪلياڻين. ان کان سواءِ، خرچ جو به تفصيلي وچور ٺاهي موڪليائين. هن لاءِ عوام پاران مليل نه رُڳو هڪ هڪ ٽڪو اهم هو پر ڪيس چندي ڏيندڙن جي جذبن جو پڻ احساس هوندو هو. هيءُ عوامي فنڊ ڪتب آڻڻ بابت گهٽي ڏيان کان ڪم وٺندو هو. هڪ ڀيري، هڪ تنقيدڪندڙ تلڪ سوراج فنڊ تي آگريون ڪنيون ته هن تنقيد ڪندڙ کي هڪ ٺي جواب ڏنو ته ڪنهن ماهر کي ساڻ ڪري اچي اڪائونٽ جانچيو.

گانڌيءَ تِلڪ سوراج فنڊ لاءِ هڪ هدف مقررڪيو هوته هو ٽن مهينن ۾ هڪ ڪروڙ رپيا گڏ ڪندو. هڪ دوست هن کي منٿ ڪئي ته هو رُڳو ڏهن منٽن لاءِ، اداڪارن جي هڪ منڊليءَ طرفان هلندڙ نماءَ ۾ هلي ته اداڪار 50 هزار رپين تائين رقم گڏ ڪري سگهن ٿا. گانڌيءَ رڻا کي رد ڪيو. هوڏانهن اُن وقت تائين رقم به رُڳو -/15,00,000 رپيا گڏ ٿي هئي. هيءُ اڪثر چوندو هو: ”اميرن ۽ سيٺين ۽ واپارين جا لک لائق، جو اهي چندو ڏين ٿا، پر غريب جيڪو چندو ڏين ٿا، اُها رقم پوءِ ڪيتري به ٿوري ڇو نه هجي اسان لاءِ رحمت آهي.“ هيءُ اُنهن غريب ڳراڻن کي ڪڏهن به وساري نه سگهندو هو جيڪي پنهنجي نبل ۽ ڪمزور هٿن سان، پنهنجن پٽڪن جي ورن ۽ پوتڙن جي پلاندن مان ڏڪندي ڏڪندي ٽڪو ڇوڙي فنڊ ۾ ڏيندا هئا. گانڌيءَ تلڪ سوراج يادگار فنڊ کان سواءِ، هڪ شهيد نينگرِ ولئما لاءِ پڻ يادگار فنڊ قائم ڪيو. ان کان سواءِ، هن گوکلي، لجپت راءِ، ديشبندو داس، اينڊريوس ۽ جليانوالا باغ جي شهيدن لاءِ پڻ يادگار فنڊ قائم ڪيا هئا. هن کُلئي عام چوڻ شروع ڪيو: ”جيڪڏهن جليانوالا باغ جي شهيدن لاءِ مقرر وقت اندر رقم گڏ نٿي ٿئي ته هو پنهنجو آشرم وڪڻي رقم فنڊ ۾ جمع ڪرائيندو. ٻن مهينن ۾، ديشبندو يادگار فنڊ لاءِ ڏهه لک گڏ ٿيا. اُن وقت هن کي خبر پئي ته ٽئگور شانتينڪيتن لاءِ فنڊ گڏ ڪرڻ نڪتو آهي ۽ هندستان جي مختلف شهرن ۾ فنڊ گڏ ڪرڻ واسطي ٽئگور

پاڻ اداڪاري ڪندو. گانڌيءَ تڪڙ ۾ نہ رُڳو 50 هزار رپيا فنڊ ۾ جمع ڪرايا، پر ٽئگور کي اداڪاري ڪرڻ کان روڪيائين ۽ ٽئگور پنهنجي دورو رد ڪيو. جڏهن بہ هندستان ۾ ٻوڏ، ڏڪر ۽ ڪا ٻي آفت آئي تہ گانڌي سهائتا جي اپيل ڪئي ۽ هن جي هر اپيل تي وٺڻ وارن هٿن کان ڏيڻ وارا هٿ گهڻا وڏيڪ هئا.

گانڌي اڇوتڪارن ۽ ڪاڏيءَ جي عام واهپي ۽ اڇوتن کي هڪ جائز مقام ڏيارڻ لاءِ مُلڪ اندر تڪڙا تڪڙا دورا ڪيا هئا. هريجن فنڊ لاءِ هن ٻن ڪروڙن کان وڏيڪ رقم گڏ ڪئي هئي. گانڌي، غريبن جي پيٽ ڀرڻ واسطي خرچ ڪرڻ لاءِ تيار نہ هوندو هو ۽ چوندو هو تہ هڪ غريب کي مانيءَ پور سان مطلب ناهي، پر هن کي تہ روزگار ۽ عزت کپي. گانڌي چوندو هو: ”آءٌ هڪ بُکيي ۽ انگ اُگهاڙي کي ماني ۽ ڪپڙا ڏئي، اُنهيءَ جي تذليل نہ ڪندس پر انهيءَ کي ڪنهن ڪرت سان لڳائي ۽ عزت ڏئي، هُن جو مان مٿانهون ڪندس.“

گانڌي هڪ ڀيري جيل ۾ هو تہ جيل جي ڊاڪٽر چيس: ”گانڌيجي، صحتمند ماڻهن کي پنڻ نہ گهرجي، ڇا اوهان آزاد هندستان ۾ ڪو اهڙو قانون ٺاهيندا؟“ هن ورندي ڏنس: ”بلڪل ٺاهينداسين پر اِهو قانون مون جهڙن پينو فقيرن تي لاڳو نہ ٿيندو.“ هن انگريزيءَ جي انهي پهاڪي. ’پنندڙن کي مطلب جي خيرات تہ ڪانہ ملندي نہ!؟‘ کي عملي طرح بلڪل اُبتو ڪري ڏيکاريو. گانڌيءَ فنڊ گڏ ڪرڻ لاءِ جيڪي نعرا، طور طريقا، حيلا بهانا استعمال ڪيا، انهن جو انساني تاريخ ۾ ڪوبہ مثال نہ ٿو ملي. ڪيترائي ڪمزور، لاچار ۽ نبل مرد ۽ عورتون ميلن جا ميل پنڌ ڪري هن پاران جاري ڪيل فنڊ ۾ پنهنجيءَ پونجيءَ مان حصو پتي جمع ڪرائيندا هئا. گانڌي ريلوي جي گاڏي يا ڪار وغيره مان فقيرن وارو ڪشتو دريءَ کان ٻاهر ڪڍي چندو گهرندو هو ۽ ماڻهو پئسن ڏيڻ لاءِ خبر ناهي ڪٿان اچي ڳاهٽ ٿيند اهئا. ڪيترا ويچارا تہ ميوا ۽ ڀاڄيون بہ کڻي ايندا هئا. هڪ ماڊل اسڪول جي شاگردن هن کي ڪتيل سُٽ.

ڪاڏيءَ جو ڪپڙو ۽ ڪُجهه رقم ڏني، جيڪا هنن پنهنجي ڪيسي خرچيءَ مان بچائي هئي.

هڪ رن زال ته ٻه آنا اُڌارا وٺي، گانڌي پاران جاري ڪيل اپيل ڪي مان ڏيندي، جمع ڪرايا. جڏهن هن کان پڇيو ويو ته هن ائين ڇو ڪيو ته هن ورندي ڏني: ”مون اهي ٻه آنا، رڳوان خيال کان ڏنا آهن ته جيئن آءُ ٻه ائين چئي سگهان ته مون ٻه گانڌيءَ جو سڏ ورنايو جنهن اسان جي ڀلي لاءِ سڀ ڪجهه ڇڏي ڏنو آهي.“ گانڌيءَ ڪڏهن ٻه عوامي فنڊ ذاتي حاجت لاءِ ڪتب نه آندو. هيءَ غريبن ڪي چوندو هو: ”پورهيو ايمانداريءَ سان ڪريو مون ڪي پننڌڙ فقير نه گُهرجن. محنت، پورهيي ۽ ڪم جي گُهر ڪريو ۽ جيڪو به ڪم ملي، اهو ايمانداريءَ سان ڪريو پر پنو نه.“

# ڦورو



برابر گانڌي پينو فقيرن جو شهنشاهہ هو. پر پوءِ بہ هن ڏٺو پئي تہ هندستان ۾ ڏينهون ڏينهن امير وڌيڪ امير ۽ غريب وڌيڪ غريب ٿي رهيا هئا. هن وٽ برابريءَ جا پنهنجا ماپا ۽ معيار هئا. هن ڳوٺاٽي زندگيءَ جي طريقي کي نئين نموني منظم ڪرڻ پئي چاهيو تہ جيئن ماڻهن جي حياتيءَ ۾ ڪو سڌارو اچي سگهي.

گانڌي اميرن کي ڦري ۽ لُٽي غريبن ۽ ضرورتمندن جي مدد ڪندو هو پر اِهو سڀ ڪجهہ هو تلوارن جي چمڪاٽ يا وسندين ۾ آڳ جا اُلا اُٿاري نہ ڪندو هو. پر هُن جا هٿيار هئا: ماڻهن کي سمجهائڻ ۽ کين پنهنجي اخلاقي جوابداري ياد ڏيارڻ. هن اميرن کي چيو: ”پنهنجي دولت جو ڦل غريبن تائين بہ پهچايو. عالم ۽ اڪابر بہ پنهنجي علم جو ميوو عوام تائين رسائين.

سرمائيدار پنهنجي منافعي کي عوام جي سهائتا لاءِ خرچين. حاڪم ماڻهن کي عزت ڏين ۽ ڏڄڻا ۽ ڪانئر بهادر ٿي وطن جي خدمت ڪن.“

گانڌيءَ هندستان جي ڪمزور ۽ بي همت ماڻهن کي اهڙي سگهه ڏني جو هو غلاميءَ خلاف اُٿي ڪڙا ٿيا. هن جي اپيلن ۾ هڪ عجيب منڊ ۽ موهه هوندو هو جو سندس سڏ ٻار، نوجوان، پيرا ۽ مَردَ توڻي عورتون سڀ ورنائيندا هئا. هن هڪ تيز رفتار بُراق مثل سڄي هندستان جا دورا ڪيا ۽ اميرن، سيٺين، پورهيتن، ٻارن، عورتن، نوجوانن ۽ هر مڪتبِ فڪر جي ماڻهن کي اُتساهيو. نتيجي ۾ هندستاني قوم جي ڪايا پلٽجي پئي.

گانڌيءَ جون عام فهم ۽ ساديون اپيلون به اهڙيون پُراثر هيون جو مائٽ پنهنجا ٻار قومي چوتڪاري لاءِ قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندا هئا. پردينشين عورتون پنهنجا زيور سرعام هن وٽ اچي پيش ڪنديون هُيون، ۽ غريبن وٽ جيڪو ڏوڪڙ پئسو هوندو هو سو سڀ اچي هن جي خدمت ۾ حاضر ڪندا هئا.

هڪ سال، ڏُڪر سبب فصل سُٺو نه ٿيڻ ڪري هاري ڍل وغيره ڏيڻ جوڳا نه رهيا. پر پوءِ به سرڪاري دٻاءَ ۽ ڊپ سبب پنهنجا هَر، پاجاريون ۽ ڪوڏرون وڪڻي رهيا هئا ته جيئن ڍل طور ڪجهه رقم جمع ڪرائي سگهن. گانڌي انهن کي ايئن ڪرڻ کان روڪيو ۽ کين چيائين: ”حڪومت کي ڍل ۽ ٻيا ٽئڪس نه ڏيو.“ گانڌيءَ کين اتساهيو: ”حڪومت جا ٽئڪس قبائي وجو“ هن ٽئڪس نه ڀيارڻ جي مهم هلائي. هارين گانڌيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ ستيه گرهه ڪندي کليو اقرار ڪيو: ”ڪوبه هاري حڪومت کي رهتون يا ٽئڪس نه ڏيندو، ڀلي حڪومت سندن زمينن تي قبضو ڪري يا زمينون پنهنجي تحويل ۾ وٺي ڇڏي.“ حڪومت هارين جون زمينون، بيٺل فصلن سميت پنهنجي قبضي ۾ ڪيون. گانڌي هارين کي همٿايو: ”اوهان کي پنهنجي پورهيي جي ڦَلَ کٽڻ کان ڪوبه روڪي نٿو سگهي، وڃو ۽ وڃي پنهنجو فصل ڪٽي اچو.“ هاري جٿن جي صورت ۾ راتاها هڻي، بصرن جو

فصل ڪٽي ويا. انهن راتاهن جو اڳواڻ موهن لال پانڊيا هو جنهن کي پوءِ انگريز سرڪار انهيءَ ڏوهہ ۾ گرفتار بہ ڪيو هو. جڏهن موهن لال پانڊيا جيل مان آزاد ٿيو تہ هن کي شاندار آجياڻو ڏنو ويو جنهن ۾ کيس 'بصر چور' جو لقب پڻ ڏنو ويو هو. گانڌيءَ انهيءَ جلسي جي صدارت ڪئي هئي. انهيءَ موقعي تي گانڌيءَ، موهن لال پانڊيا جي نِرڙ تي انگريزي اکر 'V' يعني فتح جو نشان ٺاهيو هو.

ڏڪار دوران هڪ ڀيري، گانڌيءَ ڏتڙيل هارين کي پڻ ساڳي صلاح ڏني هئي. واقعو هيئن آهي تہ ڏُڪَر ۽ سوڪهڙي جي ڪري فصل نہ ٿيا، هوڏانهن سرڪاري عملدار ڍَل اوڳاڙڻ لاءِ نڪتا. سرڪار هارين ۽ زميندارن جون ملڪيتون ضبط ڪيون ۽ بچيل ٽپڙ ٽاڙي نيلام ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اِهي ڪنهن بہ خريد نہ ڪيا. نيٺ، هڪ وڏي تحقيق ۽ جاچ کان پوءِ، هارين جون ڪُجهہ گُهرجون قبول ڪيون ويون ۽ اُن سال جي ڍِل بہ معاف ٿي.

چمپران ۾، انگريز زميندار، ڏهاڙيءَ جي حساب سان مقامي ڳوٺاڻن کان نير جي پوک ڪرائيندا هئا. پر کين معاضو ايڪڙ ٻيڪڙ يا بنهہ گهٽ ڏيندا هئا. ڪنهن اٽڪل سان هڪ مايوس ۽ پريشان هاري، چيمپران مان ڀڄو ۽ وچي گانڌيءَ سان حال اورياٽين. گانڌيءَ هڪدم اوڏانهن ويو ۽ واقعي جا سڀ تفصيل گڏ ڪيائين ۽ هارين ۽ مقامي زميندارن سان گڏجي انگريز زميندارن خلاف جدوجهد هلاياٽين. نيٺ، اهو ظلم تي ٻڌل نظام ختم ٿيو.

هندستان ۾، 'لوڻ ٽئڪس' عوام جي في ڪس آمدنيءَ جي پيٽ ۾ گهٽو هو. عام واهپي لاءِ بہ لوڻ خريد ڪندڙن کي ڳرو ٽيڪس ڏيڻو پوندو هو. جيتوڻيڪ، هندستان ۾ قدرتي ڍنڍن، سامونڊي ڪارين ۽ ڪِنِ جابلو علائقن ۾ لوڻ جهجهي مقدار ۾ موجود هو پر ان جي ميڙڻ تي قانوني طرح پابندي لڳل هئي. گانڌيءَ انهيءَ ڪاري قانون خلاف تحريڪ هلائي ۽ فيصلو ڪيو تہ اهو قانون هر قيمت تي ختم ڪرڻو آهي. لوڻ ٽيڪس خلاف جنگ مشهور "ڊانڊي مارچ"، کان اڳ ۾هن ۾ چيو هو "آءٌ يا تہ ڪامياب ٿيندس يا اُتي ماريو

ويندس ۽ منهنجو لاش سمنڊ ۾ لڙهندو. سڌو سُرڳ ۾ ويندس. پر جي سلامت موٽيس تہ فاتح ٿي موٽندس." گانڌيءَ، سابرمتي آشرم کان پنهنجو تاريخي ڍانڊي مارچ شروع ڪيو هن پنهنجن ساٿين سان گڏ پنجويهن ڏينهن ۾ ٻہ سئو ايڪيتاليهہ ميل پنڌ ڪيو ۽ ڍانڊي ساموندي ڪناري تي پهتو جتي هُن ڪناري تان لوڻ مُٺِ ۾ کڻي، 'لوڻ - ٽيڪس' قانون جي ڇيڪڙي ڪري، حڪومت کي للڪاريو. شريمتي سروجني نئڊو کي نرڙ تي تِلڪِ لڳائي ۽ هار پارائي، لوڻ ٽيڪس قانون ٽوڙيندڙ جي اعزاز سان نوازيو ويو. اُن موقعي تي گانڌيءَ چيو تہ "زمين تان مُٺ لوڻ جي کڻڻ ڪا وڏي ڳالهہ ناهي. پر آءٌ تہ هندستان جو سڀ لوڻ هَٿِ ڪرڻ گهران ٿو." گانڌيءَ جي اهڙي اشاري کان پوءِ، عوام هندستان ۾ کلئي عام لوڻ ميڙڻ ۽ ڪتب آڻڻ شروع ڪيو. ايئن ڪندي، انهن 'لوڻ ٽيڪس' قانون جي انحرافي ڪئي. پوليس، سڄي هندستان ۾ لوڻ هٿ ڪرڻ لاءِ ڇاپا هنيا ۽ گرفتاريون ڪرڻ شروع ڪيون. هڪ ڀيري پوليس جي گاڏي، گانڌيءَ جي پرسان اچي لنگهي تہ هُن اُن کي هٿ جو اشارو ڏيئي روڪيو ۽ چيائين، "مون وٽ غيرقانوني لوڻ آهي، مون کي گرفتار ڪندؤ؟"

گانڌيءَ فيصلو ڪيو هو تہ هيءُ لوڻ جي هر ڊپوءَ تي راتاها هڻي، انهيءَ ڏند ڪٿا کي رد ڪندو تہ لوڻ بہ ڪو بندش ٻيل وَکَرُ آهي. پر هن جي تڪڙي گرفتاريءَ سبب رٿا ناڪام ويئي. هن جي عدم تشدد جي پوئلڳن لوڻ جي ڊِپوئن کي لُٽڻ شروع ڪيو. پوليس لاٺي چارج ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ ماٺهن جا مٿا ڦاٽي پيا، ڪيترا تہ شديد زخمي ٿي پيا. پر پوءِ بہ سڄي هندستان ۾ لوڻ جا دڪان ڦرجڻ لڳا. نيٺ هڪ سال اندر لوڻ واري قانون ۾ نرمي آڻيندي حڪومت فيصلو ڪيو تہ گهر لاءِ لوڻ ڪتب آڻڻ يا ڳوٺ جي حدن ۾ لوڻ ميڙڻ تي ڪابہ بندش ۽ روڪ ٽوڪ نہ هوندي.

انگريز سرڪار کي گانڌيءَ جي روپ ۾ هڪ ڏُکيو مَلَهہُ مِليو جنهن ثابت ڪري ڏيکاريو تہ دوکي ۽ لُٽ مارِ کان سڌي سنئين حجت ڪندي ڦُرڻ

بهتر آهي. انگريز نندڍي ڪنڊ ۾ واپاري بڻجي آيا هئا، پر پنهنجي مڪر، فريب ۽ ڏاڍ سبب سڄي هندستان تي قبضو ڪري ورتائون. هتان جي مقامي صنعت، خاص ڪري ڪپڙي جي صنعت کي تباهه ڪيائون. جنهن جي نتيجي ۾ هنرمند بيروزگار ٿي ويا. ڪيترا ته هارپو ڪرڻ لڳا. باقي محنت ۽ مشقت ڪري پيٽ گذر ڪرڻ لڳا. هر پاسي غربت جهنگ جي باهه وانگي پکڙجڻ لڳي. ليسٽرشائر ۽ مانچسٽر مان ڪپڙو درآمد ٿيڻ سبب ڪروڙين رپيا ڏيساور وڃڻ لڳا.

گانڌيءَ ولائتي ڪپڙي، شراب ۽ برطانوي اسمن جي بائيڪاٽ جو اعلان ڪيو. هن عوام کي اپيل ڪئي ته پاڻ ڪتيو پاڻ اُڻو ۽ ڪپڙو به پاڻ ٺاهيو. سندس اپيل کي شاندار موٽ مِلي. هن رضاڪار عورتن جا جٿا تيار ڪيا، جيڪي 'پوليس پڪٽ' وانگي ڪم ڪرڻ لڳا. اِهي پڪٽون ولائتي ڪپڙي جي دڪانن ۽ شراب جي دڪانن جي اڳيان قائم ڪيون ويون، جيڪي عوام کي ولائتي ڪپڙو ۽ شراب خريد ڪرڻ کان روڪينديون هيون. هن شهرن، ڳوٺن، واهڻ ۽ وستين ۾ ولائتي ڪپڙي، شراب ۽ پرڏيهي اسمن جي بائيڪاٽ لاءِ اپيلون ڪيون، جنهن کي عوام شاندار موٽ ڏني. نتيجي ۾ هندستان ۾ انهن اسمن جي درآمدي انگ گهٽجي ويو. برطانيا ۾ ڪيتريون ئي ڪپڙي جون ملون بند ٿي ويون. انهن لاءِ هندستاني عوام جا ڪتيل سُٽ جا ڍيرا بم گولا ٿي سامهون آيا، جن سندن نظام کي ڊانوانڊول ڪري ڇڏيو. نتيجي ۾ اُتي هزارين مزدور بي روزگار ٿي ويا. هڪ سال کان پوءِ جڏهن گانڌي ليسٽرشائر ويو ته هن انگريز مزدورن کي خطاب ڪندي چيو: "اوهان وٽ مون لاءِ تاثر هيءُ آهي ته مون اوهان کي بيروزگار ڪرايو آهي. اوهان وٽ هن وقت بيروزگارن جو تعداد ٽيهه لک آهي، پر اسان وٽ سال ۾ ڇهه مهينا ٽي سئو ملين ماڻهن وٽ ڪوبه روزگار ناهي هوندو. اوهان وٽ ماهوار بيروزگاري الائونس 70 شلنگ آهي پر اسان وٽ مهيني ۾ سراسري آمدني ستَ شلنگ ۽ ڇهه پينس آهي. ڇا پوءِ به اوهان هندستاني پورهيت ۽ اٽڪار ۽ اُن جي بکيي ٻار جي وات مان گرهه ڦرڻ گهرو ٿا؟ هونءَ به ڇا ڀلا هندستان اخلاقي طرح، ان ڳالهه لاءِ

ٻڌل آهي تہ اهو ڪپڙو ليسٽرشائر مان درآمد ڪري، جڏهن تہ اهو پاڻ ڪپڙو پيدا ڪري سگهي ٿو.“ گانڌيءَ جي انهيءَ سِڌي طريقي ۽ کُلي دِل سان ڳالهائڻ سبب انگريز پورهيتن جي دل تان بار لٿو ۽ گانڌيءَ کي وڏو مانُ ڏنائون.

گانڌيءَ وٽ امير ۽ غريب ۾ ڪوبہ فرق نہ هوندو هو. هڪ ڀيري، ينگين جي گڏجاڻيءَ ۾ هڪ عورت آئي ۽ پنهنجين ڪرائين مان ٻہ سونيون چوڙيون لاهيندي چيائين: ”هاڻي اسان جي مڙسن وٽ ايترو بہ نہ ٿو بچي، جو هو ڪجهہ زالن کي ڏين. هِي منهنجا آخري زيور آهن، جيڪي مان هريجنن جي ڀلائيءَ لاءِ ڏيئي رهي آهيان.“

گانڌيءَ کلندي وراڻيو: ”آءٌ مڃان ٿو تہ منهنجين اپيلن سبب سڀ ڊاڪٽر، وڪيل ۽ واپاري فقير ٿي ويا آهن. مون کي ڪوبہ پڇتاءُ ناهي. هندستان جهڙو غريب مُلڪ، جنهن ۾ ٽڪي برابر خيرات وٺڻ لاءِ بہ ماڻهو ڪوهہ پنڌ ڪري وڃن ٿا. اُتي مهانگا زيور رُکو ڏيکاءَ لاءِ پائڻ مناسب بہ تہ ناهي!“ گانڌيءَ جي پبلڪ اپيل کي مان ڏيڻ واسطي نوجوان عورتون پنهنجا زيور ڏيڻ ايندڙيون هيون ۽ سنڌن والا، واليون، چوڙيون ۽ ڪنگڻ نہ لهندا هئا تہ اهي انهن زيورن کي ڀيجرائي ۽ ڪپرائي لهرائيندڙيون هيون. گانڌيءَ جي عورتن کي ڪيل اپيلن سبب هن جي مخالفن کي ڏاڍي چِڙ لڳندي هئي، پر گانڌي پنهنجي فيصلي تي اڏول رهندو هو. هن مخالفن کي رُکوڙاها ورندي ڏني: ”مون کي تہ اهڙيون هزارين ڀينر گُهرجن، جيڪي منهنجو سڏ ورنائين ۽ پنهنجو سڀ الهہ تلهہ نہ، تہ بہ گهٽ ۾ گهٽ ڀهريل زيور تہ قومي مقصد لاءِ ڏين.“ هڪ ڀيري، هڪ جلسي ۾، هڪ نيگرڙي، هن کي گُلَ پيش ڪرڻ آئي، تہ گانڌيءَ جي نظر ڇوڪريءَ جي آڳر ۾ پيل مُنڊيءَ تي پئي. هن ڇوڪريءَ کي مُنڊي ڏيڻ لاءِ راضي ڪيو ۽ ڇوڪريءَ منڊي لاهي، هن جي هٿ ۾ ڏني. بلڪل ساڳيي نموني، هڪ ڀيري، هڪ ڇوڪر اسٽيج تي آيو تہ گانڌيءَ جي نظر ٻار جي سونن ٻيڙن تي پئي. هن ڇوڪر کي راضي ڪري، ٻيڙا چندي لاءِ ورتا، ۽ ڇوڪر کي پيار ۽ پنهنجاٿپ مان دڙڪو ڏيندي چيائين،

”ٻچا! هاڻي ٻچ. خبر نہ اٿئي تہ آءٌ بلڊ پريشر جو مريض آهيان. هن وقت بہ منهنجو بلڊ پريشر 190 ڊگريون آهي.“ پر هڪ ڳالهہ عالم آشڪار هئي تہ ڪنهن پار جو زيور ۽ قيمتي تحفو ماءُ پيءُ جي مرضيءَ کان سواءِ نہ قبوليندو هو.

گانڌي سڄي هندستان ۾ هڪ ڳوڙهو طور سُڃاپجڻ لڳو. پر هيءُ اهڙو ڦورو هو جو ڦُريل ۽ لٽيل ماڻهو ڦرجڻ ۽ لٽجڻ کان پوءِ بہ ساڻس محبت ڪندا هئا، ۽ ٻيهر تہ ڇا پر ٽيهر بہ لُٽجڻ لاءِ تيار هئا. گانڌيءَ جي هڪ چاهيندڙ کيس پنهنجي گهر اچڻ جي دعوت ڏني ۽ واعدو ڪيائين: ”جيترا بہ منٽ اوهان منهنجي گهر ۾ هوندا، آءٌ في منٽ 16 رپين جي حساب سان اوهان کي چندو ڏيندس.“ پر پوءِ بہ گانڌي رُڳو ٻہ منٽ هن جي گهر ۾ ٽِڪيو هو.

گانڌي، هڪ ڀيري اوچتو بيمار ٿي پيو. هڪ ڊاڪٽر علاج لاءِ ڊوڙي اچي پهتو تہ هن کيس علاج کان روڪيندي چيو: ”آءٌ جيڪڏهن توکان پنهنجو علاج ڪرايان تہ في ڪيتري ڏيندين.“ نتيجي ۾ ڊاڪٽر في وٺڻ بدران کيسا خالي ڪرائيٰ واپس موٽيو.

گانڌيءَ جي شخصيت جو ئي نتيجو هو جو موتي لال نهرو ۽ ديشبندو داس پنهنجا شاهاڻا ٺٺ ٺانگر ڇڏي، پنهنجا محلاتن جهڙا گهر قومي ڪم لاءِ ارپي ڇڏيا. سچ پچ تہ گانڌيءَ کي اميرن کي فقير بنائڻ جو وڏو ڏانءُ هو. هن ڪيترن ئي لک پتين کي قومي ڪم واسطي ڪک پتي بنائي ڇڏيو.

# جيلَ – پکيئڙو



گانڌيءَ بغاوت جو درس ڏنو. هن سِوِل نافرمانيءَ جي تحريڪ هلائي ۽ ڪيترائي ڀيرا جيل ۾ ويو. جڏهن بہ هيءُ گرفتار ٿيو تہ ڏوهہ قبول ڪيائين ۽ ڏکيءَ کان ڏکي سزا جي گهُر ڪيائين. ڏکڻ آفريڪا ۾ تہ هن جي قبوليت ٿي هن ۽ هن جي ساٿين خلاف شاهدي طور ڪتب آئي. عام هندستانيءَ جي مَنَ مان جيل جو ڀوائتو روپ ۽ ڊڄ گانڌيءَ ختم ڪيو. هيءُ پنهنجيءَ زندگيءَ ۾ 11 ڀيرا جيل ويو. هڪ ڀيري تہ چئن ڏينهن ۾ ڪيس ٽي ڀيرا گرفتار ڪيو ويو. جيڪڏهن، گانڌي سڀ ملپل سزائون پوريون ڪري ها تہ هن کي 11 سال ۽ 19 ڏينهن جيل ۾ گذارڻا پون ها، پر ڪڏهن ڪڏهن هن کي ملپل سزا ۾ ڇوٽ بہ ڏني ويندي هئي، اُنڪري هيءُ جُملي ڇهہ سال ۽ ڏهہ مهينا جيل ۾ رهيو. گانڌي 29 سالن جي عمر ۾ پهريون ڀيرو جيل ويو ۽ آخري ڀيرو جڏهن جيل مان آزاد ٿيو تہ هن جي عمر 75 سال هئي.

گانڌي پهريون ڀيرو آفريڪا ۾. پنهنجن پنجن ستياگرهي ساٿين سميت جيل ويو. هن جيل جي زندگيءَ بابت گهڻيون ڊيڄاريندڙ ڳالهيون ٻڌيون هيون. هيءَ ٿورو مُنجهيل بہ هو تہ جيل ۾ ساڻس الائي ڪهڙو ورتاءُ رکيو ويندو؟ ساٿين سان گڏ رهائيندا يا ڌار ڪنهن ڪوليءَ ۾ واڙيندا. ڪيس هڪ سياسي قيديءَ جو مان مرتبو ملندو يا هڪ عام ڏوهاري سمجهيو ويندو؟ اهي سڀ سوال، هن جي ذهن ۾ اُن وقت اڀري رهيا هئا. جڏهن هيءَ عدالت جي ڪٽهڙي ۾ هڪ ڏوهاري طور بيٺو هو. جتي ڪڏهن هو هڪ وڪيل طور حاضر رهندو هو. ان ئي هنڌ هن کي عدالت، ٻن مهينن جي سزا ٻڌائي، جنهن کان پوءِ هن کي هڪ ٽيڪسيءَ ۾ ويهاري، سڌو جيل جي در تي لاٿو ويو. اِهو قدم انگريز ڪنيو ويو ڇو تہ عدالت جي ٻاهران ماڻهن جا هجوم، هن جي جهلڪ ڏسڻ لاءِ گڏ ٿي چُڪا هئا. جڏهن گانڌيءَ جيل جو در ٽپي اندر ٿيو تہ هن جون پاڻ بابت سڀ خوشفهميون اجايون نڪتيون تہ ڪيس تعليم ۽ وڪالت سبب خاص قيدي سمجهيو ويندو. پر اُن جي اُبتڙ هن کي چڙهڀي، ننگو ڪري، خانگي ڪپڙا لهرائي جيل جا ڪپڙا ڏنا ويا. هر ٻئي يا ٽئين ڏينهن هن جا باقي ساٿي بہ گرفتار ٿي، جيل ۾ اچڻ لڳا. 15 ڏينهن ۾، انهن جو تعداد 150 ٿي ويو. پهرين تہ انهن کي هڪ ڪوليءَ ۾ واڙيو ويو جنهن ۾ مشڪل سان 50 ماڻهو مس اچي ٿي سگهيا. پر پوءِ جيل جي پڌر ۾ شاميانا هڻي، قيدين کي رات جو اُتي سمهاريندا هئا.

جيل جو انسپيڪٽر ۽ چيف وارڊنر، ڏينهن ۾ چار يا پنج ڀيرا جيل جو معائنو ڪندا هئا. ان وقت گانڌي ۽ سندس ساٿي ٽوپي لاهي، هٿ ۾ جهلي، قطار ۾ ويهندا هئا. گانڌيءَ جيل ۾ هٿ جي پورهيي واري ڪم ڪرڻ جي گذارش ڪئي، پر هن کي اهڙو ڪم نہ ڏنو ويو.

هندستانين لاءِ ڏکڻ آفريڪا جي جيل ۾ قيدين کي ملندڙ کاڌو ڀانءِ پوندڙ نہ هو. جيل ۾، صبح ۽ شام رُڳو رڌو ـ اَڙَ رڌو مڪئي جي رَبَ جهڙي ذائقي وارو سوپ ڏنو ويندو هو جنهن ۾ نہ ڪير، نہ مناڻ ۽ نہ ڪو گيهہ ذرو هوندو هو جيڪو هو پِي نہ سگهندا هئا.

ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن شام اوپاريل مگ ڦريون به ملنديون هيون. جيل ۾ ڪنڊ، مرچ ۽ مصالحا بندش پيل اسم هُئا. رُڳو سواد لاءِ لوڻ مُيسر هو. جيل ۾ ڀاڄين جا ڇلڪا، ٻين ڀاڄين سان ملائي، رڌي هندستانين ۽ ڪارن کي ڏنا ويندا هئا. گانڌيءَ 100 قيدين جي صحيحين سان هڪ شڪايتي مُراسلو جيل اختياريءَ کي ڏياري موڪليو جنهن جي جواب ۾ جيل اختياريءَ هن کي ٻُڌايو: "هيءَ جيل آهي، هندستان ناهي، جو اوهان کي لذيذ کاڌن جا ٿالهه پيري ڪارايون." پر گانڌيءَ جي جدوجهد سبب 15 ڏينهن اندر هندستاني قيدين لاءِ هڪ مخصوص راشن منظور ڪيو ويو جنهن ۾ ڊبل روٽي، ڀاڄيون ۽ گيهه شامل هئا. ان کان سواءِ هندستاني قيدين کي پنهنجي ڀاڄي پاڻ رڌڻ جي اجازت پڻ ملي. گانڌي، ٻوڙ رڌڻ ۾ پڻ هٿ ونڊائيندو هو ۽ ڏينهن ۾ ٻه ڀيرا قيدين کي ماني کارائڻ جو اهتمام به ڪندو هو. گانڌي جڏهن ٽيون ڀيرو جيل ويو ته جيل جو راشن ۽ کاڌو هن لاءِ مسئلو نه رهيو ڇو ته هن ميوَن، ڪيلن، اکروٽن ۽ ٽماٽن تي گذارو ڪرڻ سکي ورتو هو. گانڌيءَ کي جيل جا ڪُجهه قاعدا گهٽا وٽيا، ۽ جيل مان آزاد ٿيڻ کان پوءِ به سڄي زندگي انهن تي ڪاربند رهيو مثال طور هن چانهه پيئڻ بند ڪئي، ۽ رات جي ماني سج لٿي کان اڳ ۾ کائڻ شروع ڪيائين.

گانڌيءَ کي ان کان پوءِ جيڪي جيل ڀوڳڻا پيا، سي ڏاڍا اڙانگا هئا. ڪيس جيل ۾ سخت پورهيو ڪرڻو پوندو هو. حاضريءَ وقت، هٿڪڙيون هڻي، ساڳي ڪورٽ ۾ ڪيس هڪ ڏوهاريءَ وانگر پيش ڪيو ويندو هو جتي هُن ڪيترن ئي سالن تائين ڪامياب وڪالت ڪئي هئي. هن کي هڪ عام هندستاني قيديءَ وارو وڳو ، مٿي تي هڪ فوجي نموني واري ٽوپي، هڪ ويڪرو سخت ۽ کُهري ڪپڙي مان ٺهيل جئڪيٽ ڏنو ويو جنهن تي هن جو قيدي نمبر ۽ وڏو تير جو نشان ٺهيل هوندو هو ۽ اُن ساڳيي ڪپڙي مان ڇڊي نموني پاجامو پهرايو ويندا هئا. جنهن تي پڻ قيدي نمبر لکيل هوندو هو. انهيءَ ڊريس تي هن کي مِٽي جي رنگ جهڙا ٿلها جوراب ۽ سخت ترڪيءَ وارو سينڊل پائڻو پوندو هو. ڏهاڙي هن کي پنهنجو بسترو ڪلهي تي رکي

ڇهه فرلانگ پنڌ ڪري هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ وڃڻو پوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته تيز وسڪاري ۾ به ڪيس اهو پنڌ ڪرڻو پوندو هو.

هن کي خطرناڪ چيني ۽ شيدي ڏوهارين سان گڏ ڪوٺيءَ ۾ واڙيو ويو جتي هڪ پيري ڏکڻ آفريڪا جي زولو قبيلي جي قيدين ڪيس مارڪُٽ پڻ ڪئي. زولو قيدين جي اٺڻ ويهڻ هن کي ڇرڪائي وڌو هيءَ انهن جي ٻولي ئي سمجهي نه سگهندو هو. ڪُجهه وقت کان پوءِ، گانڌيءَ کي هڪ ٻي پوائنٽي ۽ اونداهي ڪوٺيءَ ۾ اڪيلو رکيو ويو جيڪا رڳو چار فُٽ ڊگهي ۽ ويڪري هئي. اُن ۾ رڳو ڇت جي پرسان هڪ جارو هو جتان روشنيءَ ۽ هوا جو گذر ٿيندو هو. گانڌي، ماني پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ ويهي کائيندو هو. هن کي ڏهاڙي ڪثرت ڪرڻ لاءِ، به پيرا ڪوٺيءَ مان ڪڍيو ويندو هو. هڪ پيري، احتجاج ڪندي، هن ٽَٽُ کائڻ کان انڪار ڪيو ۽ 15 ڏينهن تائين ٽَٽُ نه کاڌائين، احتجاج جو سبب هيءُ هو ته ٽَٽُ ٻي سوادو هوندو هو جنهن ۾ نه هوندو هو لوڻ، نه گيهه! ان سڄي عرصي ۾ هن رُڳو مڪئي جي رَبِ تي گذارو ڪيو جيڪا به ڏينهن ۾ هڪ پيرو کائيندو هو. ان احتجاج کان پوءِ جيل مئنيول ۾ ماني ۾ گيهه به شامل ڪيو ويو. جيل اختياريءَ طرفان، هن کي ناريل جي ٻوار مان ٺهيل سوڙ ۽ ڪاٺ جو وهاڻو به فراسين جهڙا کُهرا ڪپڙي جا ٽُڪرَ ۽ ڪُجهه ڪتابن جي اجازت ڏني هئي. ان کان سواءِ، هن کي ڏهاڙي پاڻيءَ جي هڪ بالٽي، ٽراءِ نما ٽراڪڙي ٿانوَ تي رکي ڏني ويندي هئي، جيڪا به پِڳل هوندي هئي، جنهن مان پاڻي سيمو ڪري ٿمندو رهندو هو. قيدين تي نظر رکڻ لاءِ ڪوٺيءَ ۾ هڪ بلب به پيو ٻرندو هو ان جي روشني ايتري ته جهيڻي هوندي هئي جو ڪوبه قيدي ڪو ڪتاب وغيره به پڙهي نه سگهندو هو. گانڌي، جڏهن ڪوٺيءَ ۾ پسار ڪندو هو ته سپاهي هَڪَلَ ڪري چوندو هئس، ”ڇا جو ٽَپڪو لڳايو اٿئي. بس ڪري ويهه. فرش ٿو خراب ڪرين.“ اهو قيمتي فرش ڇا هو. بس سنهي بجريءَ مٿان وڇايل ڏامر!

گانڌيءَ جڏهن وهنجڻ جي اجازت گهري ته اها ته هن کي ملي، پر جيل جي وارڊن کيس حڪم ڏنو ته کوليءَ کان وهنجڻ واري هنڌ تائين ننگو ٿي وڃڻو پوندئي. گانڌيءَ لاءِ 125 فُٽ مفاصلي تائين اُگهاڙو ٿي وهنجڻ واري هنڌ تائين وڃڻ ڏاڍو ڏکيو هو. نيٺ هن کي اِها اجازت ملي ته پلي وهنجڻ جاءِ ۾ وڃي ڪپڙا لاهه. پر اچا وهنجي بُتُ ئي نه اُگهندو هو ته، "اڙي، ٻاهر نڪر." جو آواز هن کي ٻڌڻو پوندو هو ۽ جيڪڏهن ٿوري به دير ٿي ته هڪ شيدي ڌڪا ڏئي، اُگهاڙو ئي گانڌيءَ کي ٻاهر ڪيڻ لاءِ وارڊن جي اشاري لاءِ هر وقت تيار بيٺو هوندو هو.

گانڌيءَ کي جيل ۾ شرٽن ۽ قميصن جا کيسا ڦهريان ماپي، ۽ پوءِ هڪ ٿُلهي ڪپڙي مان ڪتري، سبڻا پوندا هئا. ڦاٽل ڪمبلن جو سيبو ٽوپو ڪرڻو پوندو هو يا درن ۽ درين کي وارنيش هڻي چمڪائڻو پوندو هو. هيءَ ڏهاڙي نَوَ ڪلاڪ پورهيو ڪندو هو. پر ڦهرن جي محنت کان پوءِ به دَرن ۽ درين ۾ ڪا به چمڪ ڪانه ايندي هئي. هن کي ڪاڪوس صاف ڪرڻ جو حڪم پڻ ڏنو ويندو هو. اهي سڀ تڪليفون ۽ عقوبتون هن صبر سان سٺيون ۽ کِلندي کِلندي برداشت ڪيون. گانڌيءَ جا ڪيترائي ساٿي ساٿا ٿي ڪِري پوندا هئا ۽ پنهنجي بيوسيءَ تي رُئندا هئا. کيس ان ڳالهه جو احساس هو ته هُو ئي پنهنجن ساٿين جي تڪليفن ۽ ذلت واري زندگيءَ لاءِ ذميوار هو. ڇو ته هن جي چوڻ تي ئي سيٺي گهر گهاٽ ڇڏي، جدوجهد ۾ شامل ٿيا هئا. پر گانڌيءَ کي پڪو ويساهه هو ته قرباني ۽ تڪليفن کان سواءِ غلاميءَ جو طوق ڳچيءَ مان نٿو لاهي سگهجي. اِهو سوچي، هو مطمئن رهندو هو.

گانڌي ۽ سندس ساٿي جيل ۾ صبح جو ڇهين وڳي اُٿندا هئا ۽ هٿ منهن ڌوئي، ضروري حاجت کان فارغ ٿي، ستين وڳي ڪم تي چڙهڻو پوندو هئن، جيڪو لڳاتار نَوَ ڪلاڪ هلندو هو. کيس هڪ ميل پنڌ ڪري هڪ بنجر ۽ پٿريلي زمين جي کوٽائي ڪرڻي پوندي هئي. اهڙو ڏکيو پورهيو ڪندي گانڌي ڳري ڪندا ٿي ويو. هن کي ڀُنيءَ ۾ سور رهڻ لڳو هن

جي هٿن ۾ پيل لڦن مان پاڻي وهندو هو ۽ هيءُ وڏي تڪليف سان بيلچو ڪڍي سگهندو هو. پر جيڪڏهن گهڙي ڪن ساهه پٽيندو هو ته سپاهيءَ جو دڙڪو ٻڌڻو پوندو هئس ته، "هل! چڙهه ڪم تي." گانڌيءَ سپاهيءَ کي تنبيهه ڪئي ته هو ساڻس عزت سان ڳالهائي، نه ته ٻيءَ صورت ۾ هو ڪم نه ڪندو. سندس اِن ڳالهه سپاهيءَ کي چيڙايو ۽ هو وڌيڪ سختي ڪرڻ لڳو. پر پوءِ به هو همت ڪري، پنهنجي حصي جو ڪم پورو ڪندو هو.

گانڌي جڏهن "هز مئجيسٽي هوٽل" يارت ۾ رهيو ته هن جو سڄو خرچ هندستان سرڪار ڀريو هو. جيڪا ڳالهه هن کي ڏاڍي خراب لڳي. هڪ ڀيري جيل ۾، هن جيل سپريڊنٽ کي چيو ته هن جي ڪوٺيءَ ۾ واڌو ٽانوَ ڪٽون ۽ رڌ پچاءَ جو سامان ڪيڊرايو وڃي. هن پنهنجي استعمال لاءِ رُڳو هڪ لوهي کٽ ۽ هڪ ديڳڙي ۽ هڪ پيو ٽانوَ رکيو. گانڌي اِها حقيقت ڪڏهن به وساري نه سگهيو ته حڪومت جي هر ڪارندي ۽ اداري تي جيڪو خرچ اچي ٿو اهو هندستان جي لکين ابوجهه ماڻهن جي ٽيڪس مان اچي ٿو. گانڌيءَ کي آخري ڀيرو آغا خان محل ۾ قيد ڪيو ويو هو تنهن تي هن چيو: "مون کي هڪ محل ۾ رکيو ويو آهي، ۽ منهنجي چئني پاسين ڪيترائي محافظ ۽ سپاهي آهن. آءٌ حڪومت کي ڪيڏو نه مهانگو آهيان، عوام جي دولت ڪيئن نه بي واجبي خرچ پئي ٿئي، جڏهن ته عوام بُک سبب مري رهيو آهي. هيءُ سڀ ڪُجهه ڏوهه آهي."

گانڌيءَ جي ڪورٽ ۾ پهرين پيشي وقت به هڪ يادگار واقعو پيش آيو. ڪٽهڙي ۾ پيل ڪرسيءَ تي ويهڻ کان پهرين، انگريز جج ڪنڌ لوڏي گانڌيءَ کي سلام ڪيو. جج ڪيس هلائي، گانڌيءَ جي باغيانه سرگرمين سبب ڪيس ڇهه سال قيد جي سزا ٻڌائي ۽ ساڻس مخاطب ٿي ميٺا طور چيو: "جيڪو به تنهنجي سياسي ويچارن سان اختلاف رکي ٿو سو به توڏانهن اُتساهه لاءِ واجهائي ٿو ۽ تنهنجي ساڌن جهڙي اتم آدرشي جيون کان متاثر ٿيڻ کان سواءِ رهي نه ٿو سگهي." اُن ڪيس دوران گانڌيءَ جج کي چيو هو: "آءٌ ڄاڻان ٿو ته هندستان جي ڪيترن ئي محب وطن ماڻهن کي حب

الوطنيءَ جي ڏوهہ جي سزا ملي آهي، ۽ هو اها حقيقت سمجهن ۾ چاڻن ٿا. ساڳيءَ طرح آءٌ بہ ڄاڻان ٿو تہ آءٌ بہ باهہ سان کيڏي رهيو آهيان. پر پوءِ بہ جيڪو ڪجهہ مون ڪيو آهي، اِهو ڪندو رهندس.“ ايئن چئي گانڌي، جڏهن عدالت جي ڪمري مان نڪرڻ لڳو تہ ڪورٽ ۾ موجود سڀ ماڻهو سندس احترام ۾ اُٿي بيهي رهيا. پوليس، پنهنجن ڳجهن پيغامن ۾ هن کي ”پوليٽيڪل نمبر 50“ چوندي ۽ لکندي هئي. ان سزا ٻڌائڻ کان پوءِ، جيل ۾ داخل ٿيندي ئي هن جو قد ماپيو ويو ۽ سڃاڻپ جون نشانيون لکيون ويون ۽ پوءِ کيس قيد تنهائيءَ ۾ رکيو ويو.

گانڌي جيل جي سختين يا قيد ۽ بند جي ذلتن سبب ڪڏهن بہ رُکو ۽ چيڙاڪ نہ بڻيو. هر ڀيري، جڏهن بہ پاڻ جيل کان ٻاهر آيو وڌيڪ پُربهار ۽ گنڀير شخصيت جو مالڪ بڻيو. جيل وڃڻ چڻ تہ هن لاءِ وئڪيشن ملهائڻ بنجي ويو جتي هن جون عادتون پڪيون ٿيون. جيل ۾ سُٺن دوستن جي جاءِ، سُٺن ڪتابن والاري. جيل ۾ هيءَ ڪنهن پنڇيءَ وانگي چهڪندو رهندو هو. هو مطالعي جو ڪوڏيو هو. پر جڏهن جيل کان ٻاهر هوندو هو تہ هن کي وقت ئي نہ مِلندو هو تہ هو مطالعو ڪري. جيل ۾، مطالعي لاءِ هن هڪ وقت مقرر ڪري ڇڏيو جنهن تي هرحال ۾ عمل ڪندو هو. جيل ۾ هيءَ اردو سکيو ۽ سنسڪرت، تامل، هندي، گُجراتي ۽ انگريزي ٻولين ۾ لکيل ڪتابن جو مطالعو ڪيائين. ٻن سالن جي عرصي ۾ هن مذهب، ادب ۽ سماجي سائنس تي نامور ليکڪن جا ڪتاب پڙهيا. هن گيتا، قرآن مجيد، بائيبل، ٻڌمت، سِک مت ۽ زرتشت پڙهيا. ان کان سواءِ، هن رامائڻ، مهاڀارت، اُپنشد، مَنوُ سِمرِتي ۽ پتنيالي ۽ يوگا درشن جو مطالعو ڪيو. گانڌيءَ 65 سالن جي عمر ۾، جيل جي هڪ ساٿيءَ کي ائسٽروناميءَ سيکارڻ لڳو. تارن ۽ گرهن جو چڱي پِرِ مطالعي ڪرڻ لاءِ، هن جيل انتظاميا کي راضي ڪري ورتو هو تہ کيس هڪ دوربيني ڏني وڃي.

گانڌي، جيل ۾، پابنديءَ سان عبادت ڪندو هو. چئن کان ڇهن ڪلاڪن تائين اٽ هلائيندو هو ۽ تيز پنڌ ڪندو هو. آغا خان محل ۾ قيد

دوران پنهنجي گهر واريءَ کي سبق پڙهائيندو هو ۽ پنهنجي ڌوهٽي کي جاگرافي، جاميٽري، تاريخ، گجراتي ٻوليءَ جو گرامر ۽ ادب پڙهائيندو هو. ان کان اڳ ۾، گانڌيءَ هڪ چيني قيديءَ کي انگريزي ۽ هڪ آئرش جيلر کي گجراتي ٻولي سيکاري هئي. گانڌيءَ جيل ۾ ٻارن لاءِ هڪ درسي ڪتاب لکيو ۽ ستيہ گرهہ جي تاريخ پڻ لکي هئي. هن ڀڄن، اُپنشد ۽ ساڌن ۽ فقيرن جا ڪلام انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيا ۽ اِهو ڳٽڪو "سانگس فرام دِي پرزن" جي نالي سان شايع پڻ ٿيو هو.

گانڌي، جيل مان سياسي ڪارڪنن، آشرمتين، جيل انتظاميا، وائسراءِ هند ۽ برطانيا جي وزيراعظم ڏانهن سوين خط لکيا. هر هفتي گانڌي آشرم ۾ رهندڙ ٻارن لاءِ دل لُڀائيندڙ چٺيون لکندو هو جيئن هن هڪ چٺيءَ ۾ لکيو: "جيڪڏهن اوهان پرن کان سواءِ اڏامڻ سکو تہ اوهان جون سڀ ڏکيايون ختم ٿي وينديون. مون کي بہ ڪي پَرَ ناهن. پر پوءِ بہ هر رات مان خيالن ئي خيالن ۾ اوهان وٽ اُڏامي ايندو آهيان ۽ ڏسندو آهيان تہ هيءَ آهي وِملا ۽ هو آهي هري."

گانڌيءَ جيل ضابطو واري قيد بابت مضمون لکيا ۽ ٻڌايائين تہ هڪ بهتر قيديءَ جي چال چلت جيل ۾ ڪيئن هُجڻ گهرجي. هن ٻڌايو تہ جيل ۾ قيديءَ کي جيڪو ڪم سونپيو وڃي، سو ڪيس هر حال ۾ ڪرڻ گهرجي ۽ هر حڪم مڃڻ گهرجي، پر اهي حڪم مڃڻ لاءِ اخلاقي حدون نہ ٽپڻ گهرجن. ان کان سواءِ، جيل اندر بُک هڙتال، تڏهن ڪرڻ گهرجي، جڏهن جيل اختياري قيدين جي عزت نفس کي مجروح ڪري يا کين کائڻ لاءِ سڙيل ۽ پاروٿو کاڌو فراهم ڪري. گانڌيءَ ۽ هن جي ساٿين جيل ۾ ڪڏهن بہ قطار ناهي، اوڪڙو ويهي، جيلر کي ايئن نہ چيو: "سلام سرڪار."

گانڌي چوندو هو تہ آزاديءَ کان پوءِ بہ جيل هوندا، پر اسين انهن کي تعليم ۽ تربيتي ادارن ۾ تبديل ڪنداسين، جتي راهہ ڀٽڪيل فردن کي دڳ ڏيکاريو ويندو.

هڪ پيري هن جيل انتظاميا کي صلاح ڏني ته اها قيدين کان کهڙا ڪم وٺي سگهي ٿي، جنهن سبب جيل پنهنجن پيرن تي بيهي سگهندو پر انتظاميا هن جا مشورا قبول نه ڪيا. بهرحال، گانڌيءَ ثابت ڪيو ته هڪ مثالي قيدي پنهنجي مثبت سهڪاري رويي سبب ڪيئن نه جيل انتظاميا لاءِ آزمائشون پيدا ڪري ٿو.

گانڌيءَ ڪڏهن به اڻ سهولتن ملڻ تي راضي نه ٿيو. جڏهن جيل ۾ هن کي ڊبل روٽي ڪائڻ جي اجازت ملي ته هن ڇُري ۽ ڪانٽي جي گُهر ڪئي. اهڙيءَ طرح، جڏهن هن جي پسار ڪرڻ واري گُهر مڃي ويئي ته هن وڏيڪ جڳهه جي گُهرَ ڪئي. جيل اندر هيءُ پنهنجن سيني ساٿين جي يادگيري سان ڀرگهور لهندو هو. اهڙن ساٿين جو خاص خيال رکندو هو جن کي دريا ڪا ٻي بيماري هوندي هئي، اُنهن لاءِ فطري علاج يا آيوويدڪ علاج جي گهر ڪندو هو. هن وٽ، بُک هڙتال هڪ اهڙو هٿيار هو جنهن ذريعي اُٽسڌيءَ طرح جيل انتظاميا تي اثرانداز ٿي، پنهنجا مطالبا ميڃرائيندو هو. جڏهن بُک هڙتال سبب سندس صحت ڳٽتيءَ جوڳي ٿيندي هئي ته انتظاميا هن کي آزاد ڪري ڇڏيندي هئي. ڇو ته هنن مهاتما جهڙي جڳ مشهور شهريءَ جي موت جو داغ پاڻ تي لڳائڻ نه پئي گهريو. جڏهن جيل ۾ گانڌيءَ کي اپينڊڪس جو عارضو ٿي پيو ته حڪومت تڪڙ ۾ هن جي آپريشن جو اهتمام ڪيو. مختلف وقتن تي، جيل ۾ رهڻ دوران هو به پيرا بيمار ٿيو هو.

گانڌي کي ڪيترائي پيرا پنهنجن ساٿين سميت گرفتار ڪري، جيل ۾ وڌو ويو. گانڌيءَ سان آغا خان محل ۾ ڪستوربائي ۽ گانڌيءَ جو سيڪريٽري مهاديو ڊيسائي پڻ گڏ هئا. انهن ٻنهين نظربنديءَ دوران ئي پرلوڪ پڌاريو ۽ سندن ڪرياڪرم به جيل اندر ئي ٿيو. گانڌيءَ، انهن ٻنهين لاءِ چيو: ”انهن جي زندگيءَ جو وهنوار ’ڪرڻ يا مرڻ‘ جي اُصول تي ٻيٺل هو. هنن آزاديءَ جي راهه ۾ آيل چڱائي جي اڏيءَ تي، پنهنجا سر شوق مان رکي پاڻ کي اَمرُ ڪري ڇڏيو.“

# جنرل

موهن داس ڪرمچند نالي هڪ عام هندستانيءَ کي چنبڊي چاڙهي گانڌيءَ جي روپ ۾ بُرجستو ۽ پڙ اڳواڻ آفريڪا جي تجربي بڻايو. هيءَ جڏهن پهريون ڀيرو ڊربن پهتو هو تہ هن جي عمر 25 سال هئي. هيءَ اُن وقت هڪ شرميلو نوجوان هو ۽ جيئن ئي ڏکڻ آفريڪا جي ڌرتيءَ تي قدم رکيائين تہ کيس احساس ٿيو تہ هندستانين ۽ ڏيهي ماڻهن سان گورن جو رويو نامناسب ۽ ڌڪار وارو هو. گورا، هندستانين کي ’ڪولي‘ ڪري سڏيندا هئا.

گانڌي، ڊربن ۾ پهچڻ کان پوءِ، ٽئين ڏينهن ڊربن ڪورٽ ۾ ڪيس هلائڻ لاءِ پهتو تہ کيس مئجسٽريٽ جي احترام ۾ پٽڪي لاهڻ لاءِ چيو ويو. هن ائين ڪرڻ ۾ پنهنجي بي عزتي ۽ گهٽتائي محسوس ڪئي ۽ احتجاج ڪندي ڪورٽ کان ٻاهر هليو ويو.

هڪ هفتي کان پوءِ، ڪنهن ڪم سانگي گانڌيءَ کي هڪ شهر کان ٻئي شهر ريل ذريعي وڃڻو پيو. هن فرسٽ ڪلاس ۾ سفر ڪرڻ لاءِ ٽڪيٽ ورتي ۽ فرسٽ ڪلاس ڊبي ۾ چڙهي ويٺو. اڳين اسٽيشن تي ٽڪيٽ چڪاس ڪندڙ عملدار هن کي ٿرڊ ڪلاس ڊبي ۾ ويهڻ لاءِ چيو. جڏهن گانڌيءَ عملدار کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هن کيس ڌڪا ڏئي ريل مان لاٿو ۽ سامان بہ اڇلائي ڏنائنس.

انهيءَ تجربي، هن کي ڌوڏي ڇڏيو. سڄي رات، اسٽيشن جي انتظارگاهہ ۾ اوندهہ انڌوڪار ۾ سوچيندو رهيو تہ نيٺ ڇا ڪجي؟ ڇا آءٌ هيءُ مُلڪ ڇڏيان، جتي هندستانين جي ڪابہ عزت ناهي؟ اسان کي پنهنجن حقن لاءِ جدوجهد ڪرڻ گهرجي؟ هن چاهي ورتو تہ ڪنهن فرد جي نہ، پر پوري هندستان جي عزت داءَ تي لڳل هئي. هن ڏکڻ آفريڪا ۾ رهڻ جوفيصلو ڪيو. اُن رات جي فيصلي هن جي مستقبل جو تعين ڪري ڇڏيو.

گانڌيءَ باقي بچيل مسافري بگيءَ تي ڪئي، پر ڪيس ڪڏهن به بگيءَ اندر جاءِ نہ ڏني ويئي. هن کي ڪوچوان جي پرسان ويهاريو ويو. پر وري لاهي ڪيس بگيءَ جي پوئين حصي ۾ پائدان وٽ ويهڻ لاءِ چيو ويو. جڏهن هن ايئن ڪرڻ کان انڪار ڪيو تہ ڪيس ڏاڍي مار ڏني ويئي. جڏهن هيءُ شهر پهتو تہ ڪيس هوٽل ۾ ڪمري ڏيڻ کان نابري واري ويئي. هن هڪ هندستانيءَ جي دُڪان ۾ رات گذاري، جنهن گانڌيءَ سان ڏاڍي همدردي تہ ڪئي، پر انهيءَ سڄي ماجرا بابت ڪيس ڪا گهٽتي نہ هئي، ڇو تہ انهن لاءِ اهو روز جو معمول هو. هندستانين اهو توهين پريو رويو قبول ڪري ورتو هو. هو ايئن چئي ڳالهہ ٽاري ڇڏيندا هئا: "اسين تہ ڏکڻ آفريڪا ۾ پئسا ڪمائڻ آيا آهيون، ۽ اهي هر صورت ۾ ڪمائڻ گهرجن. پوءِ ڇو نہ اُن عيوض عزت بہ وڃائڻي پوي." گانڌي، ڏکڻ آفريڪا جي هندستانين جي غلام ذهنيت تي گهڻو ڏکارو ٿيو. هن هندستانين سان ٿيندڙ عقوبتن بابت ريلوي اختياريءَ ۽ بگين جي مالڪن بابت وس وارن ۽ اخبارن کي شڪايتي خط لکيا ۽ روبرو شڪايتون پڻ ڪيون، پر وَريو ڪجهہ بہ نہ!

گانڌيءَ ٿورڙي عرصي ۾ ڄاڻي ورتو تہ هندستانين لاءِ نائين وڳي کان پوءِ فوٽ پاٿن تي پنڌ ڪرڻ منع آهي، ۽ ٽرام ۾ اڳين سيٽن تي ويهڻ جو ڪين حق ناهي. هندستاني، رُڳو مخصوص تفريحي ۽ سماجي ميل ميلاپ وارن هنڌن ڏانهن وڃي سگهن ٿا، جن کي گورا 'ڪولي جڳهيون' سڏيندا هئا. گانڌيءَ کي پڻ هڪ پيري، هڪ سنتري 'ڪولي بئريسٽر' چئي لتون ۽ ٺڏا هڻي فوٽ پاٿ تان لاهي ڇڏيو هو. گانڌيءَ جي ڪجهہ گورن دوستن، هن لاءِ ڪُجهہ مراعتن وٺڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هُن اهڙن مخصوص فائدن وٺڻ کان انڪار ڪيو. سانوري رنگ ۽ هندستاني هجڻ سبب مارون کائڻ ۽ بي عزتو ٿيڻ تي هُن ڪڏهن بہ جوابي پُرتشدد رد عمل نہ ڪيو.

گانڌيءَ هڪ هفتي اندر ٿي هندستانين سان ٿيندڙ جبر ۽ ڏاڍ جا مڪمل تفصيل گڏ ڪيا. هن انهيءَ ٿي هفتي شهر ۾ رهندڙ هندستانين جي

هڪ عام گڏجاڻي سڏائي، جنهن جا خاص نقطا هِي هئا تہ هندستاني پنهنجي زندگي گذارڻ جي طور طريقن ۾ سُڌارا آڻين، اڇا اُجرا رهن، ڏيتي ليتيءَ ۾ ايماندار ٿين، ۽ ذات پات جي بُنياد تي پاڻ ۾ فرق نہ ڪن. گانڌيءَ انهيءَ گڏجاڻيءَ ۾ هڪ لفظ بہ گورن جي خلاف نہ ڳالهايو. هن پنهنجن هم وطنن کي اها ڳالهہ سمجهائي تہ "سُڌرڻ ۽ جوابدار سماجي روين کان پوءِ ئي اسين پنهنجن حقن لاءِ جدوجهد ڪرڻ جي اهل ٿي سگهون ٿا." هن جو عوام سان لڳاتار رابطو رهيو ۽ هو وڏي همدرديءَ سان سندن ڏکن جا داستان ٻڌندو هو.

هڪ سال کان پوءِ، گوري سرڪار هڪ بل پاس ڪري هندستانين کي ووٽ جي حق کان محروم ڪرڻ جي رٿا آڻڻ جو ويچاريو. گانڌيءَ صلاح ٻيهاري تہ اسان کي ان جي مخالفت ڪرڻ گهرجي. هن رضاڪار جٿا تيار ڪرڻ شروع ڪيا، جنهن ۾ عيسائي ، مسلمان، پارسي واپاري ۽ هندو ڪلارڪ هڪ گڏيل مقصد حاصل ڪرڻ واسطي گڏجي ڪم ڪرڻ لڳا. گانڌيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ پمفليٽ تيار ڪري، اُن جون هزارين ڪاپيون ورهايون ويون. نتيجي ۾ ڪيترن ئي هندستانين چندو ڏنو. ان کان سواءِ انهن پترن ۽ پمفليٽن سبب گانڌيءَ جو پيغام اُنهن هندستانين تائين بہ پهتو جن جي رهائش ٻين شهرن ۾ هئي. هڪ مهيني اندر ڏهہ هزار صحيحون ورتيون ويون، جيڪي هڪ احتجاجي خط سان گڏ، ناتال (ڏکڻ آفريڪا) جي گورنر، وزيراعظم، وائسراءِ هند ۽ راڻي وڪٽوريا کان سواءِ هندستان ۽ انگلينڊ جي مک اخبارن کي موڪليون ويون. نتيجي ۾ پهريون ڀيرو دنيا ڏکڻ آفريڪا ۾ هندستانين مٿان ٿيندڙ ظلم کان باخبر ٿي. بهرحال، بل تہ گوري سرڪار پاس ڪيو. پر هندستانين کي جدوجهد سبب ڪاهليءَ ۽ ڊپ کان ڇوٽڪارو مليو. گانڌيءَ ان کان پوءِ، جلدي ناتال ڪانگريس جو بُنياد وڌو ۽ انهيءَ جا مول متا، اصول ۽ ضابطا ٺاهيا ۽ پنهنجي سر پاڻ چندو گڏ ڪرڻ شروع ڪيو.

گانڌي، ڏکڻ آفريڪا ۾ 20 سال رهيو ۽ ان دوران هن هندستانين کي منظم ڪري، حڪومت پاران لاڳو ڪيل ڪيترن ئي ڪارن قانونن کي للڪاريو جن ۾ مک هي هئا: هر بالغ هندستانيءَ کان 40 رپيا ساليانو في اوڳاڙڻ، هندستان ۾ ٿيل شادين کي ڏکڻ آفريڪا جي سرڪار پاران نه قبولڻ، هر هندستانيءَ کان ڏهن ئي آڱرين جا نشان وٺڻ وغيره. گانڌيءَ، انهن ڪارن قانونن خلاف، حڪومتي ڪارندن، وس وارن عملدارن ۽ مک ماڻهن ڏانهن سوَين خط لکيا. پر جڏهن انهن ڪو پوئتو نه ڀاريو ته هُن هڪ نئون هٿيار آزمايو - ڏاڍ جو ستيه گرهه ۽ عدم تشدد ذريعي مقابلو.

گانڌيءَ، هندستانين کي راضي ڪيو ته اهي آڱرين جا نشان درج ڪرائڻ واري قانون جو بائيڪاٽ ڪن. هن ڪين چيو: "احتجاج جي نتيجي ۾ جيل ته ڇا پر موت به قبول ڪرڻو پوي ته به تيار ٿيو. آءٌ چاهيان ٿو ته اوهان موت جي ڊپ کان آزاد ٿيو ان جي پرواهه نه ڪيو. کل خوشي ۽ مرضيءَ سان ڏُک ۽ تڪليفون قبول ڪيو ۽اِهو ئي ناانصافيءَ جو انت ۽ علاج آهي." هن جي ساٿين عدم تشدد کي سمجهيو ۽ عمل ڪيو ۽ سندس اڳواڻي قبولي ڪئي. هن جون هدايتون، هندي، گُجراتي، تامل ۽ تيلگو ٻولين ۾ ڇاپي وڏي تعداد ۾ ورهايون ويون.

هن جي رضاڪار فوج ساک ڪنئي ته اهي هرحال ۾ عدم تشدد جي واٽ تان نه هٽندا، پوءِ ڀلي ڪيڏيون به تڪليفون ڇو نه اچن. گانڌيءَ، پنج هزار هٿين خالي، پُرامن ۽ باضابطا رضاڪار فوج جي اڳواڻي ڪئي، ڪين مارچ دوران جتي به رات پوندي هئي، هيءُ پنهنجن ساٿين سان گڏ کلئي آسمان هيٺ سمهندو هو. ساٿين سان گڏ پتڙي دال ۽ ڪچو پڪو رڌل پيٽ کائيندو هو ۽ بيمارن جي خدمت چاڪري ڪندو هو. هو رڌ پچاءَ ۾ ساٿين جي مدد ڪندو هو ۽ ڪين ڪاڏو ڪارائيندو هو. سچ پچ ته هن جي جسماني طاقت، هن جي اوچن خيالن سان ميل کائيندڙ هئي.

آفريڪا جي گوري سرڪار اڍائي هزار ماڻهن کي بامشقت قيد جي سزا ڏني، جن مان پوءِ لڳ ڀڳ هڪ هزار ڄڻن جي صحت، سخت پورهيي سبب جُهري پئي ۽ انهن مان ڪيترا ئي گذاري ويا. پر هن جي اڳواڻي ۾ هندستاني واپاري، جيڪي ڏکڻ آفريڪا ۾ آيا ئي ڏوڪڙ ڪمائڻ هئا، تن به آسائش جي زندگي ڇڏي جدوجهد ۾ شامل ٿيا. جن مان ڪيترن کي سخت سزائون مِليون ۽ جيل ۾ کين پٿر ڪٽڻ ۽ ڀنگين وارا ڪم ڪرڻا پيا. گانڌيءَ جي زال پڻ ستيه گرهه جدوجهد سبب قيد ٿي هئي.

انگلينڊ ۾ گانڌيءَ جي جدوجهد تي همدرداڻو ويچار ٿيڻ لڳو. هندستان ۾ ڪانگريس جي هڪ سيشن ۾ ڏکڻ آفريڪا جي مسئلي تي غور ڪيو ويو. سر ويڊربرن، جيڪو هڪ انگريز هو ۽ ڪانگريس جو صدر بنيو هو تنهن چيو: ”هندو ۽ مسلم ڀائيچارو ڀارت جي سيوا ڪري رهيو آهين، اِها ساهه سڏير خبر ڏکڻ آفريڪا مان آئي آهي. آفريڪا ۾ رهندڙ سڀني هندستانين جا ٿورا، جو انهن مسٽر گانڌيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ پڪو پختو فيصلو ڪري اهو قدم کنيو آهي.“ گانڌيءَ کي ستيه گرهه مارچ جاري رکڻ لاءِ مالي مدد جي گهرج هئي. ستيه گرهه قافلي جو ڏهاڙي خرچ 3200 رپيا هو. هن جڏهن عوام کي اپيل ڪئي ته هر پاسي کان مان مليو. عورتن پنهنجا سونا زيور وڪڻي، ڏکڻ آفريڪا پئسا موڪليا، ۽ واپارين ته هزارين رپيا موڪليا. ايتريقدر جو ٽئگور پاڻ به چندو گڏ ڪيو ۽ پئسا آفريڪا ڏياري موڪليا. نيٺ، ستيه گرهه جي ڊگهي جدوجهد جي پڄاڻي هڪ ٺاهه تي ٿي، جنهن ۾ فائدو ستيه گرهين کي ئي ٿيو.

گانڌي جڏهن ڏکڻ آفريڪا مان هندستان آيو ته هتي ڪيترائي مڃيل اڳواڻ اڳي ئي موجود هئا، پر پوءِ به مظلومن، ڏتڙيلن ۽ ڦريلن سهائتا لاءِ هن ڏانهن نهاريو. سچ پچ ته رڳو گانڌيءَ جي اڳواڻيءَ سبب ئي صديون پُراڻو نير جي پوکيءَ جو ٽِڪو هندستان تان لٿو. هن ماڻهن کي سمجهايو ۽ عملي طرح ڪري ڏيکاريو ته مقامي مسئلا، ڪيئن پاڻ، پنهنجي ٻانهُنِ جي ٻل تي

پاڙي حل ڪري سگهجن ٿا. هن جي عوامي، سنهجي ۽ ماڻهن جي ڏانوَ وٺان ڪيل ڪامياب جدوجهدن سبب عدم تشدد واريِن حڪمت عملين کي سڄي هندستان ۾ مڃتا ملڻ لڳي.

گانڌيءَ جتي بہ عوامي جدوجهد هلائي، هن ساڳيون حڪمت عمليون، گُر ۽ حربا ڪتب آندا. چمپران، کيڙا ۽ باردولي وارين جدوجهدن کان سواءِ، هن چار عوامي تحريڪون هلايون، جيڪي سندس اڳواڻيءَ ۾ 30 سالن تائين هلنديون رهيون. اهي تحريڪون شروع ڪرڻ کان اڳ هن انهن مسئلن بابت انگ اکر گڏ ڪيا ۽ معلومات ورتي، جنهن لاءِ کيس هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ جهاڳڻي پئي.

گانڌي هزارن ماڻهن سان ملاقاتون ڪيون ۽ ڏهاڙي 16 کان 20 ڪلاڪ رڳو مسئلن ۽ انهن ماڻهن بابت تفصيل گڏ ڪندو هو، جيڪي سرڪار خلاف جدوجهد هلائي رهيا هئا. هن لکن جي هجومن کي خطاب ڪيا ۽ کين جدوجهد جا ضابطا سيکاريا. هن پنهنجي عدم تشدد واري طريقي جي وڪالت ڪندي چيو: ”وطن لاءِ مياڻ مان تلوار ڪيڍڻ کان پهرين غلاميءَ مان ڇوٽڪاري لاءِ هڪ ٻيو علاج بہ آهي ۽ اهو آهي عدم تشدد. پر انهيءَ لاءِ اسان کي عوام جو ساٿ گهرجي. آزادي تقريرن سان نہ ملِندي، ان لاءِ جان جي قرباني ڏيڻي پوندي. هونءَ بہ ٻين کي مارڻ يا قتل ڪرڻ بهادري ناهي، پر جيڪڏهن وقت اچي تہ پئي کي مارڻ بدران پاڻ مري وڃڻ کي اوليت ڏجي. چو تہ بهادر سدائين، پنهنجي جان جي پرواهہ ڪرڻ بدران ٻين جي زندگي بچائيندا آهن. هونءَ بہ اوهان کي پنهنجي عزت ۽ آزاديءَ لاءِ موت قبول ڪرڻ گهرجي.“

گانڌيءَ عورتن، ٻارن ۽ سيني عمر جي مردن کي پنهنجي عدم تشدد فوج ۾ شامل ٿيڻ جو سڏ ڏنو. انهيءَ عدم تشدد آرميءَ ۾ ٻارن جي جٿي کي 'ونارسينا' چيو ويندو هو. جڏهن بہ ڪٿي فساد ٿي پوندو هو تہ گانڌي ستيہ گرهہ روڪي، امن قائم ڪرڻ لاءِ اُتي پهچندو هو. گانڌي معاملن کي ڳجهہ ۾

رڪڻ جي خلاف هو. هن عوام کي سمجهايو تہ پنهنجين دلين مان حسد، ساڙ ڪينو ۽ نفرت ڪيڍي ڇڏيو.

گانڌي ڏاڍو چيڙهو اڳواڻ هو. هن پنهنجن ساٿين ۽ عدم تشدد جي پيروڪارن کي سدائين سچ ٻڌايو. هن کين اتساهيو تہ "لاٺي چارج، گولي، جيل ۽ ڦاسيءَ لاءِ تيار رهو. جيڪڏهن اهڙو وقت اچي تہ خوشيءَ سان قبول ڪريو." هن جي عدم تشدد جو مرڪزي نقطو هو: "ڪريو يا مرو ۽ تڪليف سهو. پر اهو سڀ ڪجهہ رضاڪارانہ هجي." هن چاتو ٿي تہ مظلوم، جيڪو رضاڪاراڻي تڪليف سهي ٿو سو ردعمل ۾ تشدد بہ ڪري سگهي ٿو. پر سندس عدم تشدد جي رضاڪاراڻي چونڊ هڪ ڏينهن ظالم جي من کي ميڻ ضرور ڪندي!

گانڌيءَ جڏهن عدم تعاون جي تحريڪ هلائڻ جو اعلان ڪيو تہ هن ماڻهن کي همٿايو تہ اهي تعميري ڪم شروع ڪن. اسڪول ۽ ڪاليج کولين، آڏاڻا قائم ڪن تہ جيئن ڳوٺ جي اقتصاديات نئين سر پنهنجو سفر شروع ڪري سگهي. هن هڪ سال اندر سوراج جي خاطري ڪرائي، پر ائين نہ ٿي سگهيو پر اهو ضرور ٿيو تہ ماڻهن جي ذهنن تان غلاميءَ جو زنگ لٿو. گانڌيءَ جي ڏانڊي مارچ سڄي هندستان کي پنهنجي سحر ۾ آڻي ڇڏيو. عورتون، ٻار ۽ ٻڍا هڪدم، هڪ ئي وقت گهرن مان نڪري قومي تحريڪ ۾ شامل ٿي ويا. هندستان جي تاريخ ۾ پهريون پيرو عدم تشدد ۽ عدم تعاون جون تحريڪون ملڪگير سطح تي نمودار ٿيون.

گانڌي گهڻو ڪري جنگ جي اصطلاحن ۾ پنهنجي عدم تشدد جي تحريڪ سمجهائيندو هو. هن هڪ ڀيري چيو: "آءٌ هاڻي جنگ جي ميدان ۾ لهي چڪو آهيان. ياد رکو جيئن ويڙهہ ۾ ڪوبہ فوجي رائفل کان سواءِ ڪجهہ بہ ڪري نٿو سگهي، تيئن اوهان اٽت ۽ آڏاڻن کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهندا. سُٽ جا ويڙها اوهان جون گوليون آهن ۽ اٽت ۽ آڏاڻا اوهان جون بندوقون آهن. اوهان 'ڌرسانا سالٽ ورڪس' تي يلغار ڪئي، اُن کي

’ڏرسانا واري ويڙهہ‘ سڏيو ويندو. انهيءَ جنگ ۾ توڙي جو اوهان تشدد وارا حربا ڪتب نہ آندا. پر اوهان ۾ هڪ سپاهيءَ وارا سڀ لڇڻ، جهڙوڪ: بهادري، حب الوطني، جدوجهد ۽ قربانيءَ جا جذبا موجود هئا.“

گانڌي پاڙيائپ تي هنسا کي اوليت ڏيندو هو ۽ جسماني طاقت جي استعمال کان وڌيڪ ڪردار جي طاقت کي اُتم سمجهندو هو. ڪنهن گانڌيءَ کان پڇيو: ”ائٽم بم جي استعمال سبب اوهان جو عدم تشدد مان ويساهہ تہ نہ کڄي ويو آهي؟“ هن ورندي ڏني: ”ائين نہ آهي. ائٽم بم سبب، منهنجو سچ ۽ عدم تشدد ۾ ويساهہ اڃا بہ وڌيو آهي، ۽ اهو ئي دنيا ۾ سڀ کان طاقتور هٿيار آهي.“ هن انهيءَ ڳالهہ تي زور ڏنو تہ عدم تشدد ذريعي هندستان جي ماڻيل آزادي، ٻين غلام قومن لاءِ بہ رستا ۽ راهون کوليندي تہ آزادي ماڻڻ لاءِ رُڳو پُرتشدد رستا نہ آهن پر ٻيون بہ واٽون آهن.“

# ليکڪ



گانڌيءَ جا ڪتاب گهڻي ڀاڱي سندس لکيل مضمونن جا مجموعا آهن. اهي مضمون هن مختلف وقتن تي لکيا هئا. انهن مضمونن جا موضوع - سچ، عدم تشدد، سوديشي سوچ ۽ ائٽ بابت عورتن، نوجوانن ۽ عام ماڻهن کي مخاطب ٿيل تقريرون آهن. گانڌيءَ کي هڪ سٺو ليکڪ تسليم ڪيو ويندو هو. هن پنهنجين لکڻين ۾ پڙهندڙن کي خوش ڪرڻ لاءِ ڪڏهن به ناهه نوهه يا صفتن جي اجايي استعمال کان ڪم نه ورتو! وٽس لکڻ جو نرالو انداز ۽ ڏانءُ هو جنهن مان هن جون اُميدون، اعتماد ۽ مايوسيون چٽيون نظر اينديون هيون. هن جي ٻولي بلڪل سادي ۽ رنگينيءَ کان آجي هوندي هئي، جيئن هن جي پنهنجي زندگي هئي. هڪ وائسراءِ هند جو گانڌيءَ جي انگريزي ٻوليءَ لاءِ خيال هو: "هن جي ٻولي سادي، بامقصد ۽ واضح هوندي

آهي." گانڌي جي دعوا هئي ته هن جي زبان ۾ قلم مان ڪڍهن ڪوبه لفظ اهڙو نه نڪتو آهي، جيڪو چوڻ ۾ لکڻ کان اڳ انهيءَ جي اثر تي هن ويچاريو نه هجي. گانڌيءَ جڏهن لنڊن ۾ گول ميز ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو ته هن جي انگريزي بيانن جي ٻولي سڌارڻ لاءِ آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ جي هڪ پروفيسر جون خدمتون ورتيون ويون هيون. جنهن جو چوڻ هو: "مون کي اڄ تائين ڪوبه اهڙو هندستاني نه مليو آهي، جنهن کي انگريزي زبان ۾ 'حرف جر' جي استعمال تي ايڏي مهارت حاصل هُجي. هن جا بيان مون کي ڏاڍي ڏيان سان لکڻا پون ٿا ۽ اِهي بيان جڏهن آءٌ گانڌيءَ جي اڳيان پيش ڪريان ٿو ته هو انهن تي نظر وجهي 'حرف جر' ۾ تبديلي ڪري ٿو. نتيجي ۾ سڄو بيان اِهو ئي پوي ٿو جيڪو هِن سوچيو هو ۽ چيو هو." گانڌيءَ چوند ليکڪن ۽ بائيبل کي پيار ۽ خبرداريءَ سان پڙهڻ سبب ئي انگريزي ٻولي ۾ بهتر ٿيو هو ۽ هن لفظن جو سگهارو استعمال ڪرڻ سکي ورتو هو. هن جو مطالعو وسيع هو ۽ هو هر پڙهيل مضمون ۽ ڪتاب کي چڱي نموني سمجهندو هو.

گانڌيءَ جي هڪ ليکڪ طور پهرين ڪوشش 'لنڊن گائيڊ' هئي، جنهن ۾ هن هندستاني شاگردن لاءِ شهر بابت چڱي معلومات ڏني هئي. ان کان پوءِ هن ٻه پمفليٽ لکيا ـ' اين اپيل ٽو ايوري برٽن' ۽ 'دي انڊين فرينچائيز'. پهريون پمفليٽ ناتال، ڏکڻ آفريڪا جي هندستانين جي جيءَ جهورينڌڙ حالت بابت هو. جڏهن ته ٻيو ناتال ۾ رهندڙ هندستانين – فرينچائيز تاريخ بابت هو. گانڌي 'گرين پمفليٽ' جو ٻيو سُڌاريل ۽ سنواريل ڇاپو هڪ مهيني ۾ شايع ڪيو. انهيءَ گرين پمفليٽ جو تت جڏهن ڏکڻ آفريڪا جي اخبارن ۾ شايع ٿيو ته گوري سرڪار مٿس ڏمرجي پئي. انهيءَ پمفليٽ جي شايع ٿيڻ کان پوءِ، جڏهن هيءُ ڏکڻ آفريڪا واپس آيو ته هن تي هڪ ٽولي حملو پڻ ڪيو. ان بدترين تجربي کان پوءِ، ڪيس احساس ٿيو ته ڪو ٻيو هن جي لکڻين جو اختصار ڪري نه سگهندو. هونءَ ٻه گانڌيءَ کي واضح

پر مختصر لکڻ جو ڏانءُ هو جنهن جو ادراڪ ڪيس بہ هو. هن ڪانگريس جا مختلف آئين ۽ ڪيترائي ٺهراءَ پڻ لکيا هئا.

گانڌيءَ جيڪي کاڌ پيت بابت ذاتي تجربا ڪيا، سي گُجراتي ٻوليءَ ۾ 'انڊين اوپينين' مئگزين ۾ شايع ٿيندا هئا. پوءِ انهن مضمونن جي انگريزي ترجمي کي سهيڙي، 'اي گائيڊ ٽو هيلٿ' جي نالي سان پڻ شايع ڪيو ويو. جڏهن اهو ڪتاب انگريزيءَ ۾ شايع ٿيو تہ ان جا ٻين يورپي ۽ ڏيهي ٻولين ۾ ترجما پڻ شايع ٿيا. هن جي ذهن ۾ ڪوبہ خيال ايندو هو تہ هو انهيءَ کي قلمبند ڪري ڪنهن نہ ڪنهن طرح منظرعام تي آڻيندو هو. اٿين ڪندي هن کي اهو ڊپ نہ ٿيندو هو تہ ماڻهو ڇا چوندا؟ يا سندن رد عمل ڇا هوندو؟ گانڌيءَ ۾ لکڻ لاءِ تڙپ هئي، جيڪا هن کي پليٽ فارمن جي انتظار گاهن دوران، ريل جي ڊبن، پاڻيءَ واري جهاز جي ڊيڪن ۽ ڪهڙي بہ قسم جي مسافريءَ ۾ لکڻ لاءِ اُتساهيندي هئي. هن گرين پمفليٽ، 1896ع ۾، پاڻيءَ جي جهاز تي لکيو. 'هند سوراج'، جنهن ۾ هن جديد تهذيب تي ڇتي تنقيد ڪئي هئي، سو ساموٺڊي مسافريءَ دوران 1909ع ۾ لکيائين، جڏهن هيءَ انگلينڊ کان ڏکڻ آفريڪا پئي ويو. هن ڪتاب لکڻ لاءِ جهاز انتظاميا پاران مسافرن جي ڪئبن ۾ رکيل اسٽيشنري ڪتب آندي هئي. جڏهن ساڄي هٿ سان لکي ٿڪجي پوندو هو تہ کاٻي هٿ سان لکڻ شروع ڪندو هو. هن اهو ڪتاب ڏهن ڏينهن ۾ لکي پورو ڪيو. جڏهن ٽالسٽاءِ اهو ڪتاب پڙهيو تہ چيائين، "عدم تعاون نہ رڳو هندستان لاءِ پر پوري دنيا لاءِ اهم آهي." اهڙيءَ طرح تعميري پروگرام بابت ڪتابڙو هن ريل جي مسافريءَ دوران لکيو هو. هيءَ مسودن ۾ ٿورڙو بہ سُڌارو يا تبديلي نہ ڪندو هو ۽ اهي گهڻو ڪري سڌا پريس ڏانهن موڪليا ويندا هئا. جڏهن ڪانٽس سندس انهيءَ ڏانو بابت پُڇيو ويو تہ هن وراڻيو تہ "اهو سڀ ڪجهہ ضابطي ۽ سچ جي سيوا واري جذبي سبب ممڪن ٿيو آهي." گانڌيءَ کي ٻين ٻولين مان ترجمي ڪرڻ وقت لفظن جي چونڊ جو اعليٰ ادراڪ هو. هن ڪڏهن بہ لفظي ترجمو نہ ڪيو. سندس ترجمي ۾ خيال کي اهميت حاصل هوندي هئي، جيئن 'ڊيٿ ـ ڊانس'

لاءِ هن ’پتنگا – نرتيہ‘ جو اصطلاح جوڙيو. رسڪن جي ڪتاب، ’انٽو دِس لاسٽ‘ گانڌيءَ جي خيالن ۾ بنيادي تبديليون آنديون. اهو ڪتاب گانڌيءَ کي ايترو وڻيو جو اُن جو گجراتيءَ ۾ ترجمو ڪيائين. هن انهيءَ ڪتاب جو نالو ’سرووديا‘ رکيو، جنهن جو مطلب آهي ’چڱائي سڀني لاءِ.‘ گانڌيءَ ڪارلائل ۽ ڪمال پاشا جي حياتين خاڪا گجراتي ۾ ترجمو ڪيا هئا. سندس ڪتاب، ’اسٽوري آف ستيہ گرهيہ‘ اڻين لڳندو آهي ڄڻ هن افلاطون جي جڳ مشهور ڪتاب، ’ڊيفينس اينڊ ڊيٿ آف سوڪرٽيس‘ کي پنهنجن لفظن ۾ لکيو هجي. گانڌيءَ آشرم ڀڄنوالي ۽ ڪجھ عوامي شاعرن جو ڪلام پڻ ترجمو ڪيو هو.

گانڌيءَ جيل ۾ پنهنجي جيون ڪٿا گُجراتيءَ ۾ لکڻ شروع ڪئي، جنهن ۾ هن سادو انداز اپنايو تہ جيئن عام پڙهندڙ بہ پڙهي ۽ سمجهي سگهن. هن جي آتم ڪهاڻي ’دي اسٽوري آف ماءِ ايڪسپريمينٽ وِٿ ٽُرٿ‘ کي انگريزي ادب ۾ هڪ شاهڪار ڪتاب جي حيثيت حاصل آهي. هن جي آتم ڪهاڻي رڳو سندس ذات جو بيان ناهي، پر هن گهڻي سليقي ۽ سڻاءَ سان پنهنجي ماءُ، پيءُ، زال ۽ دوستن احبابن جو ذڪر اهڙي تہ خوبصورت انداز ۾ ڪيو آهي، جو هر ڪردار بابت ڪيل ڳالھ ٻولھ هڪ تخليقي تجسس کي جنم ڏئي ٿي. اُنڪري پڙهندڙن جي دلچسپي برقرار رهي ٿي. انهيءَ ڪتاب جا ترجما انگريزي، فرانسيسي، روسي، جرمن، چيني، جپاني ۽ هندستاني ٻولين ۾ ٿي چڪا آهن.

گانڌيءَ جي هر لکڻيءَ ۾ بہ نقطا ڏاڍا اهم ۽ پڪا آهن ـ هڪ سچ جي ڳولا ۽ ٻيو اعليٰ اخلاقي قدر. پر ساڳيي وقت اهڙن ڳُوڙهن موضوعن تي لکڻ کان پوءِ بہ ان مان ادبي نزاڪت ۽ سونهن ختم نہ ٿينديءَ هئي. هن ٻارن جي اخلاقيات تي بہ ڪتاب، ’ٻال پوٿي‘ ۽ ’نتيڏرما‘ لکيا. گانڌيءَ ٻارن لاءِ اهڙا مضمون ڪڏهن بہ نہ لکيا، جن تي عمل نہ ٿي سگهي. آشرم جي ٻارڙن ڏانهن هن جا لکيل خط، هن وقت بہ ادب جو شاهڪار آهن. انهن خطن ۾ نصيحت، ڪل يوڳ ۽ تجسس پڻ آهي.

هيءَ پابنديءَ سان خط لکندڙ شخص هو. هڪ اندازي پٽاندڙ هيءَ ڏهاڙي سراسري 50 چٺيون ۽ خط لکندو هو. هن جي خطن جي مجموعي ۾ شامل خطن جو تعداد هڪ لک آهي، جنهن ۾ گهٽ تعداد اهڙن خطن جو آهي، جيڪي هن جا مختلف ماڻهن ۽ مختلف موضوعن تي لکيل آهن.

گانڌي، 'ادب براءِ ادب' فڪري ڌارا جي خلاف هو. سندس چوڻ هو تہ ادب جو بنياد سچ تي هجڻ گهرجي ۽ ادب ماڻهن لاءِ ڪارائتو تڏهن آهي، جڏهن اهو سندن زندگين ۾ ڪا مثبت تبديلي آڻي سگهي. هو چوندو هو تہ انگ اگهاڙي ۽ پيٽ بکيي عوام لاءِ سولائيءَ سان سمجهہ ۾ ايندڙ ۽ سٺيون آڪاڻيون گهرجن ۽ شعر اهڙو کپي، جنهن کي هاري ٻنيءَ تي ڪم ڪار ڪندي، جهونگاري سگهن. هڪ ادبي ڪانفرنس ۾، هن ليکڪن کي مخاطب ٿيندي ڪانئن پڇيو تہ "ڇا اوهان ڪڏهن پيٽ بُکين ماڻهن جي خواهشن ۽ خوابن جو تصور ڪيو آهي؟ اسين، هونءَ بہ پلا هيءَ ادب ڪنهن لاءِ سِرجي رهيا آهيون؟ مون کي ٻڌايو تہ جيڪڏهن عام ماڻهوءَ کي مطالعي جو ڏس ڏيان يا ڪجهہ پڙهي ٻُڌايان تہ ڇا ٻُڌايان؟" هن اديبن کي چيو تہ اسان وٽ هڪ مثال آهي ۽ اهو آهي ڊِئن فرار جا ڪتاب، جن مان هن 'لائيف آف ڪرسٽ' جو ذڪر ڪيو. هن اديبن کي ٻُڌايو: "انهيءَ ڪتاب جي ٻولي اهڙي تہ سولي آهي. جو انگلينڊ جو هر ماڻهو انهيءَ ڪتاب کي پڙهي ۽ سمجهي سگهي ٿو."

هن انڊين اوپينين جي گجراتي ڇاپي ۾ ڪيترن مردن ۽ عورتن جا اُتساهيندڙ خاڪا لکيا. جڏهن ڪنهن گانڌيءَ کان پُڇيو تہ اوهان پنهنجي من پسند شاعر رائچند ڀائيءَ جي جيون ڪهاڻي ڇو نٿا لکو. تہ هن وراڻيو "اُن لاءِ مون کي هن جي گهر جو مشاهدو ڪرڻو پوندو. هن جي راند روند جو ميدان ۽ ماڳ ڏسڻا پوندا. ننڍپڻ جي سنگتين ۽ ساٿين سان ملڻو پوندو. هن جي هم ڪلاسين، عزيزن ۽ پَرستارن سان ملڻو پوندو. ان کان پوءِ ئي آءٌ سندس جيون ڪهاڻي لکڻ ۾ انصاف ڪري سگهندس." هن جي انهيءَ بيان مان هيءَ ڳالهہ واضح آهي تہ هن پنهنجي پسند جي شاعر ۽ فلاسافر جي

جيون ڪهاڻي لکڻ لاءِ رڳو تصور جي سگهہ جو سهارو نہ، پر مشاهدو ڪري پوءِ لکڻ پئي گھريو.

گانڌيءَ، لکڻ ۾ پنهنجي نقطي نظر کي وڏيڪ چٽي ڪرڻ لاءِ گھڻو ڪري واقعا، اخلاقي سبق، مذهب ۽ ڏيهي ڪلاسيڪل ادب مان مثال ڏيندو هو. انڪري عوام هن جي لکڻين کي دِل سان قبول ڪيو. گانڌيءَ، پير تي ڏونڪو هڻي، گورن جي ڏاڍ، ڪانگريس جي بہ چاپڙائي ۽ ڇوت ڇات جي رسم خلاف لکيو تہ ماڻهن سندس خيالن ۽ ويچارن کي اوتارن جي گفتن جهڙي پذيرائي ڏني. جڏهن لارڊ ڪرزن هڪ بيان جاري ڪيو تہ سچ جي ڳولا گھڻي حد تائين يورپي تصور آهي تہ گانڌيءَ هن جي انهيءَ خيال کي رد ڪندي اوپر جي مذهبي ادب مان انيڪ مثال ثبوت طور پيش ڪيا ۽ سندس دعوا رد ڪئي.

گانڌيءَ هڪ ڀيري چيو: "شاعر پنهنجن لفظن جي سحر ۽ تخليق ڪيل خيالي دنيا ۾ رهن ٿا، پر آءٌ ڪتڻ، ٻيلپي ۽ هارپ جي اثر ۾ گذاري رهيو آهيان."

My dear Jawaharlal,
You must not be stunned. Rather rejoice that God gives strength and direction to do my duty. I could not do otherwise. As the author of the suspension, a heavy responsibility lies on my shoulders. So give me in writing your impressions of Lucknow & Cawnpore. Let me drink the cup to the full. I am quite at peace with myself.

19 Sep

Yours sincerely
M.K.Gandhi

*Gandhi's writing:* Right hand

# صحافي

گانڌي، جڏهن 19هن ورهين جي ڄمار ۾ انگلينڊ پهتو ته اخبارن جو پابند پاڙهو بڻيو. پر هندستان ۾ اخبارون گهٽ پڙهندو هو. هيءُ ڪچي وهيءَ کان ئي شرميلو هو. ماڻهن جي ميڙ اڳيان ته ڳالهائي نه سگهندو هو.

21هن ورهين جي ڄمار ۾ هن سبزي خوريءَ بابت مضمونن لکڻ جو سلسلو شروع ڪيو جن ۾ هن ياچين ۽ هندستاني ڪاڌن ۽ عوام جي عادتن، مذهبي ڏڻن ۽ طعامن جهڙا موضوع بحث هيٺ آندا. اهي مضمون، هفتيوار انگريزي ميگزين 'دِي ويجيٽيرين' ۾ شايع ٿيندا هئا. هن جي شروعاتي لکڻين مان به هڪ ڳالهه پڌري آهي ته هن جو اندازِ بيان سادو ۽ سِڌو سنئون هو.

گانڌي ٻن سالن جي وٿيءَ کان پوءِ ٻيهر صحافت ڏانهن واپس موٽيو ۽ لڳاتار لکندو رهيو ۽ هن جو قلم تڏهن رڪيو جڏهن قتل ڪيو ويو. هن ڪڏهن به انهيءَ خيال کان نه لکيو ته ماڻهن تي رعب پوي، اهو ئي سبب هو جو هن جي لکڻين ۾ وڏائي نه ملندو. هونءَ به هن جو مقصد سچ جو ساٿ ڏيڻ، اڀوجهه عوام کي خبردار ڪرڻ ۽ علم کي پنهنجي ديس لاءِ ڪارائتو بنائڻ هو.

گانڌي جڏهن آفريڪا پهتو ۽ ٿئين ڏينهن، هڪ اٽارنيءَ جي حيثيت سان ڪورٽ ۾ ڪيس جي پيرويءَ لاءِ ويو ته هن جي تذليل ڪئي ويئي. هن اها سڄي ماجرا قلمبند ڪري مقامي اخبار ۾ شايع ڪرائي ۽ راتو رات مشهور ٿي ويو.

گانڌي 35هن ورهين جي ڄمار ۾، 'انڊين اوپينين[31]' سنڀاليو ۽ ان

---

[31]. گانڌيءَ انڊين اوپينين 1903ع ۾ جاري ڪيو. هن جا هندي، تامل ۽ انگريزي ڇاپا پڻ نڪرندا هُئا. انڊين اوپينين ڪڍڻ جو مقصد ڏکڻ آفريڪا ۾ هندستانين جي تعليم ۽ تربيت ڪرڻ سان گڏوگڏ هندستانين کي ڏکڻ آفريڪا ۾ رهندڙ هند واسين جي حالت زار بابت آگاهه ڪرڻ هو.

ذريعي هن نہ رڳو ڏکڻ آفريڪا ۾ رهندڙ هندستانين کي باشعور ڪيو پر کين منظم پڻ ڪيائين. 'انڊين اوپينين' جو گجراتي اُلٿو پڻ فينيڪس سيٽلمينٽ، ڏکڻ آفريڪا مان ڇپجي نڪرندو هو. انڊين اوپينين جي گجراتي اُلٿي ۾، هن کاڌ خوراڪ ۽ صحت جي عنوان هيٺ هڪ مضمونن جو سلسلو شروع ڪيو هو. ان کان سواءِ ان ۾ هڪبئي سلسلي هيٺ عظيم مردن ۽ عورتن جا جيون خاڪا پڻ لکندو هو. هيءَ مئگزين جو ايڊيٽر تہ هو پر هڪ مئگزين ڇپجڻ جي سيني مرحلن جي ذميواري هن پاڻ تي کنئي هئي، ڇوتہ هن هڪ خاص نقطي نظر سان عوام جي ذهنن جي آبياري ڪرڻ پئي گهري. هن گورن، ڪارن ۽ هندستانين جي وچ ۾ غلط فهميءَ جي بنياد تي پيل ويڇن کي ختم ڪرڻ پئي گهريو. ان کان سواءِ پنهنجن ماڻهن جي خراب عادتن، بُراين ۽ موقعي پرستيءَ جي پڻ نشاندهي ڪرڻ پئي گهريائين. 'انڊين اوپينين' ۾ سڄو مواد حقيقت ۾، هن جي فڪر جي ترجماني ڪندڙ هوندو هو. بس، ايئن سمجهو تہ اهو هن جي سوچ جو عڪس ۽ اظهار هو. هن انهيءَ مئگزين ۾، ڏکڻ آفريڪا ۾ شروع ڪيل ستيہ گرهہ واري جدوجهد جو پورو تفصيل پڻ شايع ڪيو هو. ڀارت ۽ دنيا جون معتبر شخصيتون 'انڊين اوپينين' جون پڙهندڙ هيون، جن ۾ گوکلي، دادا ڀائي نوروجي[32] ۽ ٽالسٽاءِ شامل هئا. هن پنهنجي مئگزين لاءِ ڏهن سالن تائين ڏاڍي محنت ڪئي. انڊين اوپينين جي عيوض ڪيس هر هفتي 200 مئگزين ملندا هئا، جن سيني مئگزينن کي هو چڱي نموني پڙهندو هو نوٽس وٺندو هو ۽ پوءِ ڪارگر خبرون چونڊي ۽ ايڊٽ ڪري انڊين اوپينين ۾ شايع ڪندو هو تہ جيئن ان جا پڙهندڙ بہ فيض پرائي سگهن.

گانڌي صحافت جي سگهہ کي ڄاڻندو هو. هو هڪ ڪامياب صحافي هو پر ڪڏهن بہ صحافت کي روزگار جو وسيلو نہ بڻايائين. هن جو ويساهہ

---

32. دادا ڀائي نوروجي [1828-1917] جي سڃاڻپ، گڏيل هندستان ۾ هڪ معتبر بزرگ واري هئي. هِن کي انڊين نيشنل ڪانگريس جو بنياد وجهڻ جو اعزاز پڻ حاصل هو.

هو تہ صحافت جو مقصد خدمت آهي. هڪ پيري، هن چيو: ”صحافت ڪڏهن بہ خود غرض مقصد لاءِ ڪتب آڻڻ نہ گهرجي، ۽ نہ ئي روزگار جو ذريعو هجڻ گهرجي. ايڊيٽر يا جرنل جو ڇا بہ ٿئي، پر هر حال ۾ عوام کي سچ پُڌائڻ گهرجي. جيڪڏهن اهي عوام جي دلين تائين رسائي ماڻڻ گهرن ٿا تہ پوءِ انهن کي اهڙيون پاليسيون ناهڻيون پونديون.“

گانڌيءَ پنهنجي هر لکڻيءَ ۾ حقيقتون بيان ڪندو هو. هو رنگين ٻولي، لفاظي، اڻ تصديق ٿيل بيانن ۽ غير ضروري صفتن کي ڪتب آڻڻ کان پاسو ڪندو هو. ايتريقدر جو ترجمي ۾ بہ سڌي ۽ سادي ٻولي ڪتب آڻيندو هو.

هيءَ بي نام لکيل خطن کي پسند نہ ڪندو هو پر پوءِ بہ اهي سڀ (خط) هن کي رُڳو اُنڪري شايع ڪرڻا پوندا هئا، ڇو تہ انهن ۾ مئگزين تي تي ڇتي تنقيد ٿيل هوندي هُئي.

گانڌيءَ 'انڊين اوپينين' جي چارج ورتي تہ ان جون رُڳو 400 ڪاپيون ڇپبيون هيون. هن مئگزين مان ڪمائڻ نہ پئي گهريو ۽ نہ ئي هڪ اهڙي مئگزين جو حصو ٿيڻ پئي گهريو جيڪو پاڻيرو نہ هجي. منڍ ۾ ڪيس، هر مهيني 1200 رپيا گهران ڀري، ڪوٽ پوري ڪرڻي پوندي هئي. اهڙيءَ طرح انڊين اوپينين کي هلائڻ لاءِ هن کي جملي 26 هزار رپيا نقصان ڀوڳڻو پيو پر پوءِ بہ هن اشتهار ڇاپڻ بند ڪيا تہ جيئن انهن صفحن معرفت بہ پنهنجو نقطي نظر عوام تائين پهچائي سگهي. هن ڄاتو ٿي تہ سچ ۽ اشتهار گڏ نہ هلي سگهندا. هونءَ بہ هيءَ ڄاڻي ڇڪو هو تہ ڪنهن مئگزين جو رڳو اشتهارن تي ڀاڙڻ، هڪ ڳڻتيءَ جوڳي صورتحال آهي ـ اها بہ ڇاپڙائيپ آهي تہ ايڊيٽوريل تہ نشي خلاف هجي پر ساڳين ئي صفحن ۾ شراب ۽ ٻين نشي وارن اسمن جا اشتهار بہ هجن، جن جي ٻولي اڻ سڌريل ۽ اوگهڙ جو کليو اظهار هجي. اهڙي صورتحال عوام ۽ ملڪ لاءِ گهڻي هاڃيڪار آهي. گانڌيءَ ڪڏهن بہ نامناسب يا غيراخلاقي اٽڪلن ۽ چالاڪين ذريعي پنهنجي مئگزين جي سرڪيوليشن وڌائڻ جي ڪوشش نہ ڪئي، ۽ نہ ئي ٻين اخبارن ۽ مئگزينن سان ڇڻاپيڻيءَ جي ڊوڙ ۾ شامل ٿيو.

هن پنهنجي مئگزين ۾ پڙهندڙن کي لالچائڻ لاءِ ڪڏهن به معما سلجهائڻ وارا سلسلا ۽ انعام نہ رکيا. هن تہ ايتريقدر چيو: "پين رسالن کان گوءِ کٽڻ لاءِ، آءٌ پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ جون قسطون 'ينگ انڊيا'[33] يا 'نو جيون' ۾ شايع ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهيان."

اهڙيءَ طرح هندستان ۾ 30هن ورهين تائين اشتهارن کان سواءِ هفتيوار مئگزين ڪيندو رهيو. گانڌيءَ اشتهارن بابت مشورو ڏنو تہ هر صوبي ۾ اشتهارن لاءِ رڳو هڪ مرڪزي ادارو هُجي ۽ اهو ئي عوام جي تعليم ۽ تربيت واري اصول کي سامهون رکي سمورين مئگزينن ۽ اخبارن کي اشتهار جاري ڪري.

گانڌيءَ جڏهن 'ينگ انڊيا' جو ايڊيٽر ٿيو تہ هن گُجراتي ٻوليءَ ۾ مئگزين ڪيڻ جو ارادو ڏيکاريو. هن جو خيال هو تہ قومي (مادري) ٻولين معرفت ئي عوام تائين حقيقي رسائي ٿي سگهي ٿي. گانڌيءَ 'نو جيون[34]' جاري ڪئي تہ 'ينگ انڊيا' جا هندي ۽ گُجراتي ڇاپا پڻ ڪيڍيائين، انهن ۾ هو لڳاتار ليک لکندو هو. جڏهن 'ينگ انڊيا' جا پڙهندڙ 12هن هزارن کان مٿي هئا تہ 'نو جيون' جا خريدار بہ لڳ ڀڳ 12 هزار هئا. تہ هن 'نو جيون' جي ساليانی ميمبر شپ اٺن رپين مان گهٽائي چار رپيا ڪئي، ۽ انهيءَ جا صفحا گهٽائي ڇڏيا، ۽ اهڙي معذرت هن پڙهندڙن سان نہ ڪئي. بلڪل ساڳي نموني هن 'نو جيون'جي منافعي مان 50 هزار رپيا ڪاڏيءَ واري ڪم لاءِ ڏنا، پر پڙهندڙن جو راضپو معلوم نہ ڪيائين.

گانڌي چوندو هو تہ "منهنجي خواهش آهي تہ منهنجا خيال عوام تائين پهچن. منهنجي ٻولي بنهہ چٽي ۽ سادي آهي – 'نو جيون' تہ هاڪر،

---

33. گانڌيءَ هفتيوار ينگ انڊيا مخزن 1919ع ۾ جاري ڪيو. هن مخزن جو مقصد عوام جي تعليم ۽ تربيت ڪرڻ هو. هي مخزن 1932ع تائين جاري رهيو.

34. گانڌيءَ 1919ع ۾ نوجيون هڪ هفتي وار گُجراتي اخبار شروع ڪئي. اڳتي هلي هن نوجيون ٽرسٽ پبلشنگ هائوس بہ قائم ڪيو.

پورھيت ۽ ڊرائيور بہ پڙھي سگھن ٿا. پر آءٌ چاھيان ٿو تہ ھيءَ مئگزين، ھارين ۽ ڪمين ڪاسبين جي گھرن تائين بہ پھچي. آءٌ چاھيان ٿو تہ نوجيون، جو فڪر، سندن سوچ ۽ عمل مان پڌرو ٿئي، چو تہ اصل ھندستان تہ اِھي ئي ماٺھو آھن."

انگريزيءَ ۾ ايڊٽ ڪرڻ ھن لاءِ بي ڊِليو ڪم ھو چو تہ اِن معرفت رُڳو محدود ۽ خاص طبقي تائين پھچي سگھجي پيو.

گانڌي چاھيندو ھو تہ ھن سان گڏ پڙھندڙ بہ جرنلن جا مالڪ ھجن. ھن پڙھندڙن کي اِھو اختيار ڏنو تہ جيڪڏھن نوجيون يا ڪنھن رسالي ۾ ڪا وڏي غلطي نظر اچين تہ ھو منظم ٿي، نوجيون بائيڪاٽ ايسوسيئيشن ٺاھين.

گانڌي انھيءَ ڳالھ کي چاتو پئي تہ ڪنھن بہ مئگزين يا اخبار جي سڄي جوابداري ايڊيٽر جي آھي، پوءِ چو نہ غلطي اسسٽنٽ ايڊيٽر جي ھجي، پروف ريڊر جي ڪوتاھي ھجي، مشين مئن جي سُستي ھجي يا پوسٽ دير سان ٿئي. انھن سڀني غلطين جو جوابدار ايڊيٽر آھي. ھن جي ايڊيٽر ھجڻ جي اياماڪاريءَ ۾ ڪڏھن بہ مئگزين دير سان ڇپجڻ جو سبب اھا ڳالھ نہ بڻي تہ ڪو ھن مواد دير سان ڏنو ھجي! ھو ھر حال ۾ مواد وقت تي پھچائيندو ھو پوءِ چو نہ برما جي دوري تي ھجي، سري لنڪا ۾ ھجي يا انگلينڊ ۾ ھجي.

گانڌيءَ جھڙي عوامي ۽ مصروف ماٺھوءَ لاءِ ڪنھن جرنل جو مواد ايڊٽ ڪرڻ ڪو سھنجو ڪم نہ ھو. پر پوءِ بہ ھريجن جي مواد کي سنوارڻ ۽ سڌارڻ لاءِ رات جو ڏيڍ وڳي اُٿندو ھو. سياسي ۽ سماجي مصروفيتن ھوندي بہ بنھ گھڻو لکندو ھو. ريل ۾ ھجي يا جيل ۾ پر لکڻ ۾ وٿي نہ وجھندو ھو. ھن سُٺا ڪتاب گھڻو ڪري ريل ۾ مسافريءَ دوران لکيا، ۽ انھن جي مسودن تي 'ريل جي سفر دوران لکيل' ھوندو ھو. جڏھن ساڄي ھٿ سان لکي ٿڪجي پوندو ھو تہ کابيءَ ھٿ سان لکڻ شروع ڪندو ھو.

هن جي ڪاپي هٿ واري لکت وڏيڪ سولائيءَ سان پڙهي سگهبي هئي. جيڪڏهن بيمار به ٿيندو هو ته طبيعت ۾ سڌاري اچڻ شرط ئي لکڻ شروع ڪندو هو ۽ ڪمزوريءَ دوران به سراسري طور هفتي ۾ ٽي ڪان چار مضمون لکندو هو.

گانڌيءَ جيڪا به مئگزين ڪڍي اها ڪڏهن به نقصان ۾ نه ويئي. هن جي انگريزي ۽ هندستاني ٻولين ۾ جاري ڪيل مئگزينن جي سرڪيوليشن 40 هن هزارن تائين پهتل هئي. جڏهن گانڌي کي قيد ڪيو ويو ته انهن جي سرڪيوليشن گهٽجي ٽن هزارن تائين وڃي پهتي. گانڌي جڏهن جيل مان نڪتو ته هن هڪ نئون سلسلو شروع ڪيو. هن پنهنجي مئگزين ۾ پنهنجي آتم ڪهاڻي قسطوار ڇاپڻ شروع ڪئي. انهيءَ سلسلي جي پڙهندڙن ڪُليءَ دل سان آجيان ڪئي. ان کان سواءِ هن هندستان جي سيني اخبارن کي اجازت ڏني ته پلي هو مئگزين تان آتم ڪهاڻيءَ وارو مواد کڻي پيهر شايع ڪن. جڏهن هن هريجن جاري ڪيو ته هن هڪ اصولي فيصلو ڪيو ته ان ۾ ڪوبه سياسي مضمون شايع نه ٿيندو ۽ ڪيترن ئي سالن تائين واقعي ان ۾ ڪوبه سياسي مضمون شايع نه ٿيو. هڪ دوست، گانڌيءَ کي صلاح ڏني ته هريجن جو انگريزيءَ ۾ ڇاپو به آندو وڃي ته هن کيس خبردار ڪندي لکيو ته "آءٌ اوهان کي خبردار ٿو ڪريان ته متان انگريزيءَ ۾ ڇاپو ڪڍيو اٿَو جيستائين انهيءَ جي مڪمل تياري ناهي، اُن ۾ شايع ٿيندڙ مواد جي چڱي نموني چونڊ نه ٿي ڪئي وڃي، ڏيهي مواد جو دُرست ترجمو نٿو ڪيو وڃي، تيستائين منهنجو خيال آهي ته اسين هندي ڇاپي کي اجا بهتر بنايون ۽ پاڻيرو ڪريون، ڇو ته ڪوبه مئگزين، جيڪو پاڻيرو ناهي، اهو مون لاءِ هلائڻ ڏکيو آهي." هن صلاح ڏني ته هريجن جون منڍ ۾ ٽن مهينن تائين 10 هزار ڪاپيون تجرباتي طور ڪڍو.

اهڙيءَ ريت هريجن، ٽن مهينن بدران ٻن مهينن ۾ ئي مالي خيال کان پاڻيرو ٿي ويو ۽ اڳتي هلي، اهو هڪ عوامي مئگزين ٿي پيو. ماڻهو انهيءَ کي

وندر لاءِ نہ پر هاڻي هدايتن ۽ پيغام خاطر پڙهڻ لڳا هئا. هريجن پورو انگريزي، هندي، اردو، تامل، تيلگو مرائي، گُجراتي، بنگالي ۽ ٻين ڏيهي ٻولين ۾ شايع ٿيڻ لڳو. گانڌي پاڻ ان ۾ هندي، گُجراتي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ مضمون لکندو هو.

گانڌيءَ جي ادارت ۾ نڪرندڙ ڪنهن بہ مئگزين ۾ سنسي خيز ۽ چَٽ پٽو مواد شايع نہ ٿيندو هو. مئگزين ۾ شايع ٿيندڙ مواد جا گهڻي ڀاڱي موضوع: تعميري ڪم، ستيہ گرهہ، عدم تشدد. کاڌ خوراڪ، قدرتي علاج، هندو مسلم اتحاد، اڇوت ۽ اڇوتن جا معاملا، اٽت، آڏاٽا، کاڌي، سوديشي سوچ، ڳوٺاڻي صنعت ۽ نشي کان پرهيز هوندا هئا. مئگزين ۾ شايع ٿيندڙ مواد جو تت، تعليم جي نئين وصف ٻڌائڻ ۽ سمجهائڻ، سُٺيون عادتون اپنائڻ ۽ قومي ڪمزورين جي نشاندهي ۽ اُنهن تي تنقيد هوندو هو.

گانڌي ڪم ۾ ڪوتاهي ۽ سستي ڪڏهن بہ برداشت نہ ڪندو هو. هيءُ ان معاملي ۾ ڏاڍو پڪو هو. مهاديو ڊيسائي، هن جو سيڪريٽري هو هو سدائين ساڻس گڏ هوندو هو. جڏهن ٻئي ريل ۾ سفر ڪندا هئا تہ هو پنهنجو ڪم وقت تي پوري ڪرڻ خاطر سيٽ تان اُٿي، گاڏيءَ جي ڪاڪوس خاني ۾ ويهي ڪم اُڪلائيندو هو ڇو تہ گانڌيءَ وٽ سدائين ماڻهن جي پيهہ رهندي هئي.

گانڌي جڏهن سفر ۾ هوندو هو تہ هن جي سيني ساٿين کي خبر هوندي هئي تہ ڪهڙي ريلوي اسٽيشن تي ڪهڙي ريل ڪهڙي وقت پهچندي؟ ڪيترو وقت بيهندي؟ ۽ ٽپال نيڪال ڪرڻ جو وقت ڇا آهي؟ اِهو هو انڪري ڄاڻندا هئا تہ جيئن گانڌيءَ جو ريل ۾ لکيل مواد مئگزينن ڏانهن ڇپائيءَ لاءِ موڪلي سگهن. هڪ ڀيري، گانڌي جنهن ريل ۾ سوار هو اِها ڪنهن سبب ليٽ ٿي ويئي. هاڻي سوال اِهو پيدا ٿيو تہ احمدآباد مواد ڪيئن پهچائجي تہ جيئن مئگزين وقت تي نڪري. ان مسئلي جو حل اهو ڪييو ويو تہ مواد ممبئيءَ پهچائجي ۽ مئگزين بہ احمدآباد بدران بمبئيءَ مان شايع ڪجي، ۽

اٿين ٿي ڪيو ويو. مئگزين ممبئيءَ مان وقت تي شايع ٿي.

گانڌي، پهريون ڀيرو ينگ انڊيا ۾ سخت ٻولي استعمال ڪرڻ سبب قيد ڪيو ويو. هن حڪومت پاران جاري ڪيل ڪي حڪم قبول نہ ڪيا هئا. جڏهن ڪيس پنهنجن خيالن کي ڇاپڻ جي اجازت نہ ملي تہ هن مضمون هٿ سان لکڻ شروع ڪيا ۽ عوام کي بہ صلاح ڏنائين تہ اهي پاڻ پڙهي اُتاريو ٻين تائين پهچايو ۽ ٻين کي بہ اهڙي ترغيب ڏيو. هن کي خبر هئي تہ ڪامورا مئگزين تہ بند ڪري سگهن ٿا، پر هن جا خيال نہ ٿا روڪي سگهن، ۽ اهو عمل ايستائين جاري رهندو جيستائين هو جيئرو آهي.

هن لکيو تہ هٿ سان لکيل مضمون، هن دور جي هڪ شاندار روايت تصور ڪيا ويندا. هن سرڪاري حڪمن جي ڀڃڪڙي ڪندي، 1919ع ۾ 'ستيہ گرهہ' اخبار رجسٽريشن کان سواءِ شايع ڪرائي هئي، جيڪا هڪ صفحي تي ٻڌل هوندي هئي ۽ ان جي قيمت هڪ پئسو هئي.

گانڌي هڪ اورچ صحافي هو. انڪري هو صحافت بابت وڏي اعتماد سان ڳالهائيندو هو. هن هڪ ڀيري چيو: "هاڻي صحافي ڪنهن وچڙندڙ بيماريءَ وانگي، هر هنڌ موجود ٿي پيا آهن. هاڻي اخبارون عوام لاءِ ايئن آهن جڻ تہ اهي سنڌن ڌرمي ڪتاب هجن. هاڻي حالت اها اچي ٿي آهي تہ جيڪڏهن هڪ اخبار ڪا امڪاني خبر شايع ڪري ٿي تہ دهليءَ ۾ فساد ٿيڻ وارا آهن تہ ٻئي ڏينهن دهليءَ ۾ لٺيون، چاقون ۽ ٻيا اوزار هڪ ڏڪ ۾ وڪرو ٿي ٿا وڃن." هن وڌيڪ چيو:"صحافت جو ڪم ماڻهن کي ڏيڄارڻ، نہ پر بهادري سيکارڻ آهي."

# پرنٽر ۽ پبلشر

گانڌي، انڊين اوپينين، ينگ انڊيا، نو جيون ۽ هريجن جو ايڊيٽر هو. اهي سڀ رسالا، هن جي پنهنجي پريس مان ڇپبا هئا، ڇو تہ هن کي خبر هئي تہ ڪوبہ پريس جو مالڪ هن جي ويچارن کي جيئن جو تيئن، اصلي شڪل ۾ ڇاپڻ لاءِ تيار نہ ٿيندو. جڏهن هن انڊين اوپينين جي واڳ سنڀالي تہ اهو گهر واسي رسالو نہ هو. هن جي مرضي هئي تہ پريس شهر مان پٽي فينيڪس سيٽلمينٽ ۾ هٽجي. پر سندس دوستن جو خيال هو تہ اهو تجربو ناڪام ٿيندو. بهرحال، پريس شهر مان ڪٽي، فينيڪس سيٽلمينٽ ۾ ٿهيل ڇاپري ۾ هنئي وئي، ۽ ان کي هلائڻ لاءِ هڪ ڊيزل انجڻ ڪٽب آندي وئي. گانڌيءَ پريس جي پرسان هڪ ٻئي ڪمري ۾ پنهنجي آفيس قائم ڪئي. هن پنهنجي ڪم لاءِ ڪوبہ نوڪر يا مددگار ڪونہ رکيو. انڊين اوپينين ڇنڇر تي مارڪيٽ ۾ موڪليو ويندو هو. اُنڪري جمعي جي منجهند تائين، هرحال ۾، سڀ مضمون ڪمپوز ٿيندا هئا. فينيڪس ۾ رهندڙ مرد، عورتون، ٻار ۽ ٻڍا ڪمپوز ڪرڻ، پليٽون ٺاهڻ، ڪاغذ جون شيٽون ڪٽڻ، فولڊ ڪرڻ، ايڊريسن واريون چُٽڪيون لڳائڻ ۽ ريلوي اسٽيشن تي وقت سر پهچائڻ ۾ هٿ ونڊائيندا هئا. عام طرح اِهو ڪم جمعي واري ڏينهن اڌ رات تائين هلندو هو. جڏهن ڪم جو دٻاءُ گهڻو هوندو هو تہ گانڌي سڄي رات جاڳي ڪم پورو ڪندو هو. انهيءَ ڪم ۾ ڪستوربائي ۽ ٻيون عورتون پڻ مددگار ٿينديون هيون. گانڌي جڏهن انگلينڊ ۾ هو تہ اتان لکيائين،"مون کي اُميد آهي تہ عورتون انڊين اوپينين ڪڍڻ ۾ خاص ڪري ڇنڇر جي رات ضرور مددگار ٿينديون هونديون!"

هڪ ڀيري، جنهن رات انڊين اوپينين کي ڇپجڻو هو اُن رات مشين خراب ٿي پئي تہ گانڌيءَ ۽ سندس ساٿين سڄي رات هٿ سان مشين هلائي انڊين اوپينين وقت سر ڇاپي مارڪيٽ ۾ آندو. گانڌيءَ کي ان تجربي

پريس ۾ ڇپائيءَ جون باريڪ بينيون، مسئلا ۽ پيچيدگيون سمجهايون. هيءَ مضمون لکندو هو، ڪمپوز ڪندو هو ۽ پروف ڏسندو هو. فينيڪس ۾ رهندڙ ڪيترن ئي نوجوانن هن جي هٿ هيٺ هڪ سيڪڙات طور پريس جو ڪم سکيو. هڪ پيري تہ انڊين اوپينين جو مڪمل ڇاپو انهن سيڪڙاتن ڪڍيو هو. انڊين اوپينين جا شروعات ۾ انگريزي، هندي، گُجراتي ۽ تامل ٻولين ۾ ڇاپا نڪرندا هئا، پر پوءِ سُنا ايڊيٽر نہ ملڻ ڪري رڳو انگريزي ۽ گُجراتيءَ ۾ ڪڍيو ويندو هو.

جڏهن گانڌي، ڏکڻ آفريڪا مان هندستان آيو ۽ اڏيار ۾ قائم ٿيوسافيڪل سوسائٽيءَ جو مرڪز ڏسڻ ويو تہ ايني بسنت هڪ هنڌ لکيو: ”هن ، ڇپائيءَ جي سچي عمل کي هڪ ماهر جي اک سان ڏٺو.“

گانڌيءَ پاران قائم ڪيل فينيڪس ۾ نو جيون پريس ۾ انهن هفتيوار اخبارن کان سواءِ، ڪيترين ئي ٻولين ۾ ڪتاب ڇپجندا هئا. پر هن ڪڏهن بہ حڪومت وٽ، اُن وقت جي قانون پٽاندر رقم جمع نہ ڪرائي. هن کي پنهنجين لکڻين مان جيڪو بہ منافعو ٿيندو هو اهو ڪاڏيءَ جي ڪم ۾ لڳائيندو هو. هن نوجيون پريس لاءِ هڪ لک رپيا ماليت جو ٽرسٽ قائم ڪيو هو. ڪيس چڱيءَ پر پروڙ هئي، تہ سني جُلد وارا ۽ ٻسٽ ڪور سان ڇپايل ڪتاب مهانگا ٿين ٿا، اُنڪري عوام جي هٿن تائين نہ پهچي سگهندا.

گانڌيءَ لاءِ خراب يا غلط ڇپائي جڻ تہ هڪ پُرتشدد عمل هو. هن جي حياتيءَ ۾ نوجيون پريس مان ڪيترائي سستا ۽ سُٺا ڪتاب ڇپجي پڌرا ٿيا. هن جي پنهنجي آتم ڪهاڻي گُجراتيءَ ۾ ڇپي هئي، جنهن جي قيمت 12 آنا مقرر ڪئي ويئي هئي. ان کان پوءِ اِن جو سئو ڇاپو ديو ناگريءَ ۾ بہ ڪڍيو ويو هو. گانڌيءَ پريس جي واڌاري ۽ پڙهندڙ جي سهولت لاءِ مشورو ڏنو هو تہ سڀ ٻوليون هڪ لپيءَ ۾ لکيون وڃن تہ جيئن پريس وارن ۽ پڙهندڙ جو وقت بچي سگهي. گانڌي، انڊين اوپينين جي صفحن ۾ جيڪڏهن راماڻ

وغيرھ مان ڪو مواد ڏيندو هو تہ اِهو هنديءَ ۾ ڏيندو هو. گانڌي اکرن جي خوبصورتيءَ تي ڏاڍو ڌيان ڏيندو هو. اُنڪري هن هريجن جي اکرن جي ٽائيپ پاڻ خريد ڪئي هئي، مشين تي پڻ هڪ ماهر وانگي نظر رکندو هو. هڪ ڀيري، هن هڪ ساٿيءَ کي پريس خريد ڪرڻ لاءِ موڪليو ۽ سمجهاياائينس: "مشين خريد ڪرڻ وقت اکيون کليل رکجانءِ. مشين ڊبل راڱل هجڻ گهرجي ۽ انهيءَ جون ٻئي شافٽون مضبوط هجڻ گهرجن. ان کان سواءِ ڏسجانءِ تہ ٽائيپ جا اکر ڪاڏل ۽ ڪوٽا نہ هُجن. اهي پورا پريل ۽ اُپريل هجن تہ جيئن ڇپائي سُٺي ٿي سگهي."

پاڻ شروع ۾ ڪاپي رائيٽ قانون جي خلاف هو ۽ چوندو هو: "هن جون لکڻيون عوام جي ملڪيت آهن." پر پوءِ جڏهن ڪن ماڻهن هن جي لکڻين ۾ پنهنجي مطلب خاطر ڦيرڦار ڪئي تہ ڪاپي رائيٽ قانون جي حق ۾ ٿيو.

گانڌيءَ جو ٻارن جي ڪتابن لاءِ خيال هو تہ اهي ڇٽن ۽ ٿُلهن اکرن سان، ۽ چترن سان گڏ، سُٺي ڪاغذ تي ڇپجڻ گهرجن. گانڌي ٻارن لاءِ چوندو تہ ڪتابڙا ننڍڙا هُجن. ڇو تہ وڏن وزني ڪتابن مان ٻار تنگ ٿي پون ٿا. هڪ ڀيري، آشرم ۾ رهندڙ ساٿيءَ، جيڪو قومي ايڊيوڪيشن پروگرام جو انچارج بہ هو تنهن گانڌيءَ کي چيو: "باپو اسان ٻارن لاءِ هڪ پرائمر ڪڍيو آهي، جنهن جو سڄو خيال، منهنجو پنهنجو آهي." گانڌيءَ وراڻيو "واقعي ڪتابڙو تہ ڏاڍو سهڻو آهي پر تو اهو شايع ڪنهن لاءِ ڪيو آهي؟ ڇا ڪو ٻار پنج آنا ڏئي اهو خريد ڪندو؟ تون اُن مُلڪ جي تعليم جو نگهبان آهين، جنهن ۾ لکين ماڻهو پيٽ بُکيا ۽ انگ اُگهاڙا آهن. جيڪڏهن ٻيا ادارا في ڪاپي هڪ آني ۾ وڪڻن تہ تون ٻن پئسن ۾ وڪڻ." گانڌيءَ پاڻ بہ ايئن ڪري ڏيکاريو هو. پاڻ جڏهن هڪ مئگزين جو ايڊيٽر ٿيو تہ اُن جي قيمت بہ آنا هئي. هن اُن جي سرڪيوليشن وڌائي ۽ قيمت گهٽائي هڪ آنو ٻيهاري هئي.

گانڌي، پڙهندڙ کي گهٽ معيار جو ڪِتاب ڏئي، ڪڏهن بہ پئسي بچائڻ جو نہ سوچيو هو. هڪ ڀيري، نوجيون پريس، گوکلي جي لکڻين ۽ تقريرن جو هڪ ماهر تعليمدان کان گُجراتيءَ ۾ ترجمو ڪرايو. جڏهن گانڌيءَ کي ڪتاب جو مهاڳ لکڻ لاءِ چيو ويو تہ هن پريس انچارج کي چَوَائي موڪليو تہ ڪتاب جو ترجمو ۽ ٻولي دُرست ناهي، اُن کي ضايع ڪري ڇڏيو." جڏهن کيس ٻڌايو ويو تہ ڪتاب تي هن وقت تائين 700 رپيا خرچ اچي چڪا آهن، تہ گانڌيءَ ورندي ڏني: "ڇا اوهان ايئن سوچيو ٿا تہ ڇپائي ۽ بائيڊنگ تي اڃا بہ پئسا خرچ ڪريون ۽ عوام کي هڪ بيڪار ڪتاب ڏئي، سندن پڙهڻ جو لطف بي مزي ڪريون." هن وڏيڪ چيو"انهيءَ ڪتاب کي ساڙي ڇڏيو." هن ان ڪتاب کي رديءَ ۾ بہ وڪڻڻ نہ ڏنو تہ متان ڪاپي ڪنهن جي هٿ نہ چڙهي وڃي.

گانڌي پريس جي آزاديءَ ۾ ويساهہ رکندڙ هو. جڏهن سرڪار جا حڪم نہ مڃڻ سبب هن جي پريس تي ڇاپو هنيو ويو ۽ هن جا فائيل ۽ ڪاغذ ڦاڙي اُڇلايا ويا ۽ سندس ساٿين کي جيل ۾ وڌو ويو تہ دِل شڪستو ٿيڻ بدران هن چيو: "جيڪڏهن سرڪار اجازت نٿي ڏئي تہ اڇو تہ ڇپائيءَ جي مشين ۽ ٽائيپ کان آزاد ٿيون ۽ پنهنجي مقصد لاءِ قلم ۽ هٿن کان ڪم وٺون ۽ هر مضمون جا لکن جي تعداد ۾ اُتارا ناهي، جدوجهد جاري رکون. اسان مان هر هڪ چرندڙ پُرندڙ اخبار ۽ مئگزين ٿي پوي ۽ خبرون ۽ اطلاع هڪ هنڌ کان ٻي هنڌ تائين زباني پهچائي. اسان جي اِن عمل کي ڪابہ حڪومت روڪي نہ سگهندي"

# نت نوان فئشن متعارف ڪرائيندڙ



گانڌي، ڏکڻ آفريڪا ۾ پاجامي تي سينڊل پائيندو هو. جيتوڻيڪ، اُن دور ۾ اهڙو رواج نہ هو. هيءُ ڪنهن سُٺي بوٽ کان سينڊل کي وڌيڪ ترجيح ڏيندو هو ڇو تہ اهو اونهاري ۾ کليل ۽ هوادار هوندو هو جڏهن تہ سياري ۾ ٿڌ کان بچڻ لاءِ اُن تي جوراب بہ پائي سگهجن ٿا.

گانڌيءَ کي عام ڪم بہ مختلف انداز سان ڪرڻ جو ڏانءُ هو. هن پاران شروع ڪيل ڪُجھ فئشن تمام گهڻو مقبول ٿيا پر ڪي (عوام ۾ پذيرائي نہ ملڻ ڪري) ميجتا ماڻي نہ سگهيا.

گانڌي جڏهن پهريون ڀيرو ڪانگريس جي اجلاس ۾ شريڪ ٿيو تہ

هن اِهو ڏسي گهڻو اچرج ڪاڌو تہ ذات پات جي ڪري نہ پر اجلاس ۾ شريڪ ميمبرن جي الڳ الڳ پسند سبب ڪيترائي ڏار ڏار رڌڻا ٺاهيا ويا هئا. هيءَ ننڍي ننڍي ڳالهہ تي بہ ڌيان ڏيندو هو. هن پرکي ورتو تہ جيستائين هندستاني ايئن ڏار ڏار رهندا ۽ سوچيندا ۽ هڪ نہ ٿيندا، تيستائين آزادي ملڻ پري جي ڳالهہ آهي. هن چاهيو پئي تہ سياسي ڪارڪن پنهنجين ڪائڻ پيئڻ جي عادتن ۽ پسند جي ڪاڌن ڪائڻ جو شوق ڇڏي ڏين تہ راڌن ۽ خدمتگارن جو وقت ۽ محنت بچي پوندي. هن ڪائڻ پيئڻ بابت تجربا ڪيا. آشرم ۾ هڪ گڏيل رڌڻي ۾ مرچ مصالحن کان سواءِ ڀاڄي تيار ڪئي ويندي هئي ۽ مسلمان، هندو، پارسي ۽ عيسائي هڪ ئي هال ۾ گڏجي کائيندا هئا.

گانڌي سلاد، ميون، اُباريل ڀاڄين، هٿ سان ڇڙهيل چانورن ۽ جنڊ تي پيئل اٽي جي افاديت جو وڪيل هو. هن سمجهايو تہ ڳُڙ يا ماکي، ڪارخاني واري کنڊ کان وڌيڪ بهتر آهن. هيءَ ماڻهن کي تاڪيد ڪندو هو تہ ڏيکاءَ ۽ ذائقي تي نہ هرکجو پر کاڌي وارن اسمن جي طاقتور وارن جزن تي سوچيو.

گانڌيءَ هڪ ڀيري فيروز پورا ۾ ڪانگريس جو اجلاس سڏايو. جنهن جو مقصد هو تہ ڪانگريس جي وچئين طبقي جي وفدن کي ڳوٺاڻي زندگيءَ جي جهلڪ ڏيکارجي. انهيءَ اجلاس ۾ پهريون ڀيرو وفد کي هٿ تي ڇڙيل چانورن جو ڀتُ ۽ جنڊ تي پيئل اٽي مان تيار ڪرايل ماني کارائي وئي. انهيءَ اجلاس ۾ وڏي تعداد ۾ هاري ناري ۽ ڳوٺاڻا شريڪ ٿيا هئا. ان کان 50 سال پهرين ڪانگريس جي اجلاس ۾ رُڳو پڙهيا ڳڙهيا شهري ماڻهو شامل ٿيندا هئا، ۽ ڪانگريس جا اجلاس رڳو وڏن شهرن جهڙوڪ ڪالڪتي، ممبئي ۽ مدراس وغيره ۾ ٿيندا هئا. گانڌيءَ ڳوٺاڻي ماحول ۾ اجلاس سڏائي ڪانگريس کي عوامي روپ ڏنو.

هن، فيض پور ۾، تلڪ ننگر جوڙڻ جي رٿا ٺاهي ۽ سڄو ڪم ڳوٺاڻن فنڪارن ۽ مقامي ساز سامان کي ڪتب آڻيندي ڪيو هو. گانڌيءَ جي

تلڪ ننگر واري خواب کي حقيقت جو روپ آرٽسٽ نندلال بوس ڏنو هو ـ ٻيٽيون ۽ ڇٽيون بانس جي پٽرن ۽ لڪڙن مان ٺاهيون ويون هيون. بانس جي ڇٻين کي رنگ روپ ڏئي ابٽيون ٽنگيون ويون، ۽ اهڙيءَ ريت انهن جي سونهن ۾ اجا بہ وڌائي ويئي. تلڪ ننگر، جي مک دروازي تي جھومندڙ قومي جھنڊي جو خيال بہ گانڌيءَ جو پنهنجو هو. اهو جھنڊو گانڌيءَ ڪجھہ سال اڳ تخليق ڪيو هو ۽ پوءِ اُن ۾ سڌارا ۽ واڌارا ڪيا هئائين. اِهو سئفران ڪپڙي جو ٽِہ رنگو جھنڊو هو جنهن ۾ ٽئي رنگ ترتيب سان جڙيل هئا. اڇي رنگ تي گھاٽي نيري رنگ جو ائٽ نهيل هو جيڪو هڪ عام هندستانيءَ جو اهڃاڻ هو.

گانڌيءَ ڊانڊي مارچ کان پوءِ هندستان کي هڪ نئين ويس جو نمونو ڏنو. جڏهن هن آفريڪا ۾ يادگار مارچ ڪيو هو تہ ان ۾ ڪيترائي ڪاٽين جا مزدور، انڊينٽئي مزدور (گھرج سبب سڏايل مزدور) ۽ ڏکڻ هندستان جا مزدور شامل هئا. انهن مان ڪيترائي جيل ۾ وڌا ويا، ڪيترن تي تشدد ڪيو ويو ۽ ڪي مري بہ ويا. گانڌيءَ انهن سان يڪجھتي ۽ همدردي ڪندي ڪُڙتي تي ڌوتي پائڻ، ڪُلهي تي لُنگي رکڻ ۽ پنڌ ڪرڻ واري لڪڻ بدران فقيرن واري انگڙي ڪٽڻ شروع ڪئي. گانڌي پنهنجي مِڊِ مقابل ۽ دشمن جي دل نرم ڪرڻ لاءِ پنهنجي پهرڻ ۾ تبديليون ۽ سڌارا آٽي نهٺائيءَ جو اظهار ڪيو. جڏهن ڏکڻ آفريڪا کي ڇڏي موٽي هندستان آيو تہ هن پنهنجي پوشاڪ بہ تبديل ڪئي ـ ڌوتي، ڪُڙتو ڪوٽ ۽ ڪانياواڙي پٽڪو پائڻ شروع ڪيائين. پر پوءِ سٽت ئي کيس محسوس ٿيو تہ اهو ويس گرم علائقن لاءِ مناسب ناهي. هن کي اهو پڻ احساس ٿيو تہ پٽڪو ڪپڙي جو زيان بہ آهي، اُنڪري هن ڪُڙتي ۽ ڌوتيءَ تي ٽوپي پائڻ شروع ڪئي. عام ماڻهن جڏهن گانڌيءَ کي اِنهيءَ ڊريس ۾ اهم شخصيتن سان ملاقاتون ڪندي ڏٺو تہ اچرج ۾ پئجي ويا. گانڌيءَ جي ٽوپي ايئن هئي جيئن پرت کان سواءِ ڪشميري ٽوپي هجي. گانڌيءَ جو گھڻو زور اڇي ڪپڙي مان ٺهيل ٽوپيءَ تي هو پر ماڻهن اڇي رنگ کان لنوايو پئي، ڇو تہ اهو ٿوريءَ جھٽ ۾ ميرو ٿي ٿي

ويو. گانڌيءَ کين چيو: ”مون کي اچي ٽوپي وٽي ٿي. ڇو ته انهيءَ جي پائڻ سان اوهين صفائي رکي سگهو ٿا. هونءَ به ڌوئڻ ۾ سڪائڻ ۾ دير ڪيتري! ميري ته رنگين ٽوپي به ٿئي ٿي، پر رنگن سبب ميراڻ نظر نه ٿي اچي.“ پوءِ اڳتي هلي، کاڌيءَ جو ڪڙتو پاجامو ۽ گانڌي ٽوپي جڻ ته سياسي ڪارڪن جي قومي ڊريس ٿي پئي.

گانڌيءَ جڏهن هڪ عام ٽوپيءَ کي مشهور ڪيو ته بهارين، مارواڙين ۽ گُجراتين وڏي تعداد ۾ پنهنجا پٽڪا ۽ پڳون ڇڏي سندس متعارف ڪرايل ٽوپيءَ کي پنهنجايو. اها ٽوپي ايتريقدر ته مشهور ٿي، جو مسلمان به گانڌي ٽوپي پائڻ لڳا. جڏهن سوديشي تحريڪ هلي ته گانڌي ٽوپي انگريز سپاهين لاءِ جڻ ته چِڙ ٿي پئي. هو لُوهه ڪري وڃي اُنهن ڪارڪنن کي پڪڙيندا ۽ موچڙا هڻندا هئا، جن کي اها ٽوپي پاتل هوندي هئي. ڪڏهن ته اهڙو وقت به آيو جو پوليس ڪارڪنن جي مٿي تان ٽوپيون زوريءَ لاهيندي هئي. ۽ اهڙو زمانو به آيو جو جنهن کي گانڌي ٽوپي پاتل هوندي هئي پوليس انهيءَ تي ڏهه رپيا ڏنڊ وجهندي هئي يا اُن کي ڏهه ڏينهن قيد ڪاٽڻو پوندو هو. انهيءَ سزا کان اسڪولي شاگرد به بچيل نه هوندا هئا. جيتوڻيڪ، گانڌيءَ اِها ٽوپي تمام ٿوري وقت لاءِ پاتي هئي. هن جي آخري پوشاڪ، کاڌيءَ جي ڪپڙي مان ٺهيل ڌوتي ۽ هڪ عام چپل هئي. هن جو خيال هو ته هڪ اڳواڻ، هر خيال کان پنهنجي عوام جو حقيقي اڳواڻ هُجڻ گهرجي. هيءُ انهيءَ ڌوتيءَ ۾ دنيا جي ڪيترن ئي اڳواڻن سان مليو ۽ جڏهن اهي اڳواڻ هن سان ملڻ آيا ته آشرم ۾ زمين تي ويهندا هئا ۽ آشرم جو سادو کاڌو کائيندا هئا. هڪ ڀيري ته هڪ اهم يورپي مهمان کي ريلوي اسٽيشن کان آشرم تائين ڏاند گاڏيءَ ۾ آندو ويو. هن جو مَڃڻُ هو ته هڪ غريب قوم ۽ ملڪ اجايي ڏيکاءَ جي ڏيڻ ۾ ڦاسي پاڻ کي ڪيئن ٿو خوشحال رکي سگهي! هن کي ڪوڙو شان شوڪت ئُگيءَ جو ٺاهه غربت کي لڪائڻ ۽ پاڻ پڏائڻ وارا رويا گهٽو رنج رسائيندا هئا. هن لاءِ آشرم جو ڳوٺاڻو وايو منڊل ڪالڪتي، شملا، ممبئي ۽ دهليءَ ڏانهن مسافري ۽ وائسراءِ، گورنر ۽ انگريز عملدارن سان اهم

معاملن تي خيالن جي ڏي ـ وٺ ڪرڻ ۾ روڪ ۽ رنڊڪ نہ بڻيو. گانڌي پنهنجن خيالن جي پرچار ۽ عوام جي ويجهي رهڻ لاءِ هڪ کان وڌيڪ ڀيرا سڄي هندستان جا دورا ڪيا. پر ڪڏهن بہ جهاز تي نہ چڙهيو سدائين ريل جي ٿرڊ ڪلاس دٻي ۾ سفر ڪيائين. نتيجي ۾ آزاديءَ کان اڳ ڀيا قومي اڳواڻ بہ ايئن ڪرڻ لڳا. گانڌيءَ حڪومت جو انتظام تبديل ڪرڻ پئي گهريو . هن چيو: ”حقيقي جمهوريت ۾ هڪ هاري اڳواڻ هجي. اهو ئي وزيراعظم ٿئي، جو تہ گهٽ ۾ گهٽ اهو رهڻ لاءِ اسان کان محل تہ نہ گهرندو. هو پنهنجي ڪکائين گهر ۾ رهندو ۽ جڏهن بہ واندو هوندو تہ ويجي زمين تي ڪم ڪار ڪندو.“

گانڌيءَ چاتو ٿي تہ جيڪي پنهنجيون عمريون خاص ٺٺ ٺانگر ۾ گذاري چڪا آهن، اهي نوان خيال قبول نہ ڪندا. اُنڪري هن ٻارن تي ڌيان ڏيڻ شروع ڪيو. هن تعليم جي ميدان ۾ ڪيترائي تجربا ڪيا ۽ اُهي ماهر تعليمدانن اڳيان وڌيڪ ڇنڊڇاڻ لاءِ پيش ڪيا، جن هن جي اصولن ۽ طريقيڪار کي وڌيڪ وضع ڪيو. گانڌي انهيءَ تعليم کي نئين تعليم جو نالو ڏنو. هن جي شروع ڪيل تعليم ۾ لکڻ پڙهڻ کان وڌيڪ هٿ جي هنر ۽ ڏانءَ تي ڌيان ڏنو ويو هو. هن چاهيو ٿي تہ نوجوان هٿ جي هنرن ۾ مهارت حاصل ڪري پنهنجي شخصيت نکارين. هن جي خواهش هئي تہ هو پورهيي سان پيار ۽ سڀني مذهب جو احترام ڪن. هو جلسن ۽ گڏجاڻين ۾ هڪ دعا گهرائيندو هو. جيڪا سڀني مذهبن جي مطالعي جو عڪس هوندي هئي.

گانڌي، ڪنهن بہ ٿڪاوٽ ۽ بيزاريءَ کان سواءِ لڳاتار هڪ ڍُنيان پئي جلسي کي خطاب ڪندو هو. ان کان سواءِ، ڪيترين ئي هفتيوار اخبارن جي ادارت سنڀاليندو هو. هن پنهنجن مئگزينن ۾ ڪڏهن بہ اشتهار نہ ڇاپيا. ان جو مقصد اهو نہ هو تہ کيس پئسي جي اهميت جي خبر نہ هئي. هو تہ ائڊريس وارين چُٽڪين جي ڇپائيءَ وارن پئسن بچائڻ لاءِ لفافن تي هٿ سان سهڻن اکرن ۾ ايڊريسون لکرائيندو هو. هڪ ڀيري، هن جلسن جي

متنظمين کي هدايت ڪئي ته هو پنڊال ۾ جلسي گاهه جي سينگار تي خرچ نه ڪن. کين مشورو ڏنائين ته ڪاغذي جهنڊيون بدران رنگين کاڌيءَ جي ڪپڙن مان بچيل ٽُڪرا ڪٽي جهنڊيون ٺاهيون وڃن.

گانڌيءَ جا گهرن جي سجاوٽ بابت خيال به بينظير هئا. هن کي ڪمرن ۾ پٽ تي وڇايل غلم ۾ غاليچا نه وڻندا هئا. اهڙيءَ طرح هن کي درن ۽ درين تي ٽنگيل پردا به نه وڻندا هئا. هيءَ هڪ ڪرٽنگ ڏکڻ هندستان سيٺ وٽ مهمان ٿيو جنهن جو سجو گهر آرائشي ۽ نمائشي اسمن سان سٽيو پيو هو. اِها صورتحال ڏسي هن چيو "هن فرنيچر ۾ زيبائشي اسمن سان سٽيل گهر ۾ مون کي پوسٽ تي ٽڻي." وڌيڪ چيائين، "جيڪڏهن اوهان ڪنهن چيٽي چنڊ تي مون کي پنهنجو گهر سجائڻ جو نيڪو ڏيو ته آءٌ اوهان کي هيءَ گهر رڳو ڏهين پتيءَ جيتري خرچ مان وڌيڪ سينگاري ڏيندس، ۽ ها گهر ۾ روشنيءَ جو گذر واڌو هوندو. جنهن جو اوهان کان ڪوبه معاوضو نه وٺندس ۽ گهر جي سجاوٽ جو داد ۾ مجتا مُلڪ جا چوٽيءَ جا فنڪار به ڏيندا." گانڌيءَ جي دعوا جي شاهدي نندلال بوس هن ريت ڏني آهي، "جڏهن آءٌ سيواگرام ۾، گانڌيءَ جي ڪمري ۾ ويس ته سجو ڪمرو پٽيون ۾ فرش چيڪي مٽيءَ ۾ ڇيٽي جي ملاوٽ سان سنهي، پر لسي ليپي سان لِنبيل هو. هن جي ڪمري ۾ ڪا تصوير ٽنگيل يا بُتُ رکيل نه هو. هڪ فراسيءَ وانگيان ڪپڙو وڇايل هو جنهن تي هڪ گدو ۽ ٽيڪ لاءِ وهاٽو پيل هو. لکڻ لاءِ ڪاٺ جو ننڍو دخل پيل هو جنهن جي پرسان هڪ پاٽيءَ جو جڳ رکيل هو جنهن تي ڪپڙي جو ڪَوَرُ ڏنل هو جنهن تي وَل جي خاڪي وارو پرت پريل هو. ان مٿان پيپر جي پن جهڙو لوهي ڍڪڻ پيل هو. سجو ڪمرو صفائي، سليقي، شانتي ۽ ساڌارڻ خوبصورتيءَ جو اعليٰ نمونو هو. اِنهيءَ پسمنظر ۾ گانڌي کاڌيءَ جا ڪپڙا پهريو مشڪي رهيو هو ۽ مون کي ايئن لڳو ته هن جي مُرڪ ئي عدم تشدد جو تحفظ آهي."

# جوڳي



گانڌي ٻالڪپڻ ۾ ڏاڍو ڊڄڻو هو. ڪيس نانگن کان ڊپ ٿيندو هو. اونده ۾ ته اڪيلو وڃي نه سگهندو هو. کيس لڳندو هو ته ڪو ڀُوت هٽيو تاڙ ۾ ويٺو آهي، جيڪو مٿس اوچتو حملو ڪندو.

گانڌي 35هن ورهين جي ڄمار ۾ ساڌُن واري زندگي اختيار ڪئي. هن آشرم قائم ڪرڻ لاءِ زمين ورتي، جنهن ۾ هڪ کوه، ڪشادو ميدان، آباديءَ لاءِ زمين ۽ باغ هئا. اهو هنڌ شهر کان پري هڪ شانت ڀري جڳهه تي واقع هو. گانڌيءَ اهڙي جڳهه گهٽ پئسن هجڻ ڪري خريد ڪئي هئي. هن جا قائم ڪيل آشرم، جهڙوڪ فينيڪس سيٽلمينٽ، ٽالسٽاءِ فارم، سابرمتي آشرم، وارڌا آشرم ۽ سيواگرام ويران هنڌن، پوئن ۾ ۽ شهر کان پري واقع هئا.

گهر ۾ ڪمرن ئهڻ کان اڳ سڀ آشرم واسي پڌر ۾ تنبو کوڙي رهندا هئا، جتي هر ويلي نانگ، بلائون ۽ وڇون پيا ڦيرا ڏيندا هئا. صبح جو نانگ ته شام جو وڇون پيا ڏسبا هئا. سامان سڙهي ۾ ٻني ٻاري لاءِ ڪم ايندڙ اوزارن ۾ مطلب ته هر هنڌ پيا وڇون ۽ نانگ ڏسبا هئا. پر سڀ کان وڏو مسئلو هيءُ هو ته انهن کي ماري نه ٿي سگهيا، ڇو ته گانڌي ۽ سندس ساٿي عدم تشدد جا پوئلڳ هئا. گانڌي ته پڪو وشنو به هو. هن، پُٽ ۾ زال جي علاج ۾ انگريزي دوائون اُنڪري ڪتب نه آنديون، ڇو ته انهن جي ئهڻ ۾ ڪنهن نه ڪنهن جيوَ جي زندگي ڪتب آندي ويئي هئي. هن جو چُئونءَ ۾ مينهن جو کير نه پيئڻ جو هڪ سبب هيءُ به هو ته پاڇيا اٿڪل ۾ ئڳيءَ سان، ڦر ڏيکاري کير ڏُهي وٺندا هئا ۽ اوهه ۾ ڦر لاءِ ڦڙو به نه بچندو هو. هاڻي پلا اهڙو ماڻهو نانگ ڪيئن ماري يا اهڙي اجازت ڪيئن ڏئي؟ پر گانڌيءَ کي اِها خبر ضرور هئي ته اهڙيءَ صورتحال ۾، آدرشي عدم تشدد واري صورتحال برقرار نه ٿي رکي سگهجي. نيٺ هڪ ترڪيب ڪئي ويئي ته نانگن کي سِرڪڻ ۾ ڦاسائي پري وڃي اُڇلائي اچجي. پر اهو طريقو به ڪامياب نه ويو ڇو ته هڪ ته، نانگ ڏکيو ڦاسندو هو ۽ ٻيو وري ان کي ڦاسائڻ جو جوکم ڪٽي ڪير؟ گانڌيءَ جي ذهن ۾ هڪ سوال سدائين پيو ڪرُ کڻندو هو ته ڇا پاڇيون ۽ ميوا کائڻ عدم تشدد جي انحرافي نه آهي؟ نيٺ هڪ ڏينهن هن چيو "آءٌ ڪنهن ٻارڙي جي ڪکجڻ سبب مرڻ کان نانگ مارڻ کي اوليت ڏيندس. سچ ته هيءُ آهي ته آءٌ پاڻ به نانگ کان ڊڄان ٿو سو هاڻي ٻين کي ڪيئن چوان ته نانگن کان نه ڊڄو؟ جڏهن نانگن کي پڄائڻ ۽ ڊيڄارڻ جا سڀ حرُبا ۽ اٽڪلون ناڪام ويون ته هن نانگ مارڻ جي اجازت ڏني.

گانڌيءَ جي خواهش هئي ته هو نانگن جي دنيا بابت نه رُڳو ڄاڻي، پر مهارت به حاصل ڪري. هن پنهنجي دوست هرمن ڪيلنباش کان نانگن جي درجابندي سِکي ته ڪهڙا زهريلا آهن ۽ ڪهڙا زهريلا نه آهن، ۽ اهڙي پرک ڪيئن ڪجي؟ هرمن ڪيلنباش نانگن جي ڳوڙهي مطالعي ۽ مشاهدي ڪرڻ لاءِ، هڪ ڪارو نانگ پڪڙي ڪاريءَ ۾ بند ڪيو ۽ انهيءَ کي

ريجهائڻ لاءِ ڪير پياريندو هو ۽ تاتيندو هو. انهيءَ نانگ کي ڏسي آشرم جا ٻار ڏاڍو خوش ٿيندا هئا. هڪ ڀيري هرمن ڪيلنباش گانڌيءَ کي چيو: "اسان نانگ جي عادتن جي مشاهدي ڪرڻ لاءِ ان کي قيد ڪيو آهي ۽ مٿاڇري ۽ ڪوڙي دوستيءَ جو ڏيک ڏيون ٿا. ان جي خبر نانگ کي ناهي ۽ نه مون کي ٿي همٿ آهي ته ٻي ڊپو ٿي ان جي پرسان وڃان. منهنجي ۽ نانگ جي دوستي ڊپ کان خالي ناهي، نانگ سان اسان کي حقيقي پيار به نه آهي، ان کي اسان پنهنجي مطلب ڪارڻ رکيو آهي." بهرحال ٿوري عرصي کان پوءِ، نانگ پڃريءَ مان نڪري جهنگ ۾ گم ٿي ويو.

آشرم ۾ رهندڙ هڪ ٻيو جرمن به نانگن پالڻ جو خفتي ۽ ماهر هو. هو نانگن جا ٻچڙا پڪڙي تاتيندو هو ۽ پوءِ انهن کي هٿ جي ترئيءَ تي رکي گهمندو وتندو هو. گانڌيءَ به چاهيو ته پاڻ به اهڙو ماهر ٿئي، ۽ ايڏي مهارت ٿئيس جو نانگ به هٿ جي ڇهاءَ مان سمجهي وڃي ته اهو هڪ دوست جو هٿ آهي. نيٺ هو ايترو ماهر ضرور ٿيو جو نانگ کي ڪيڏائيندو ته هو پر راماڻ جو ورد به ڇپن تي هوندو هئس. پر اها مشق هيءَ عمر جي آخري حصي ۾ جاري نه رکي سگهيو جنهن جو هن کي افسوس رهيو.

گانڌي سياسي ۽ قومي ڪمن ۾ مصروف هوندي به نانگن جي مطالعي واري شوق ۾ ڪمي نه آندي، هڪ ڀيري، هندستان جا چوٽيءَ جا اڳواڻ وٽس صلاح مشوري لاءِ آيا ته ڇا ڏسن ته گانڌيءَ جي ڳچيءَ ۾ هڪ ڪارو نانگ ويڙهيل آهي ۽ هڪ جوڳيءَ سان نانگ جي ڏنگ ۽ علاج بابت ڳالهه ٻولهه ڪري رهيو آهي. جوڳيءَ کيس چيو ته اهڙي تجربي لاءِ پاڻ کي ڏنگائي ۽ علاج ڪري ڏسي ته ڏنگ سان ڇا ٿو محسوس ٿئي ۽ علاج اِها تڪليف ڪيئن ٿو ختم ڪري؟ گانڌيءَ پاڻ کي ڏنگائڻ لاءِ تيار هو. پر آشرم ۾ رهندڙ ساٿين ۽ سندس گهڻ گهُرن کيس ايئن ڪرڻ نه ڏنو. اهڙيءَ طرح، گانڌي هڪ تجربيڪار جوڳيءَ جو چيلو بڻجي نه سگهيو. گانڌي اِها شاگردي 70 ورهين جي عمر ۾ قبول ڪري رهيو هو!

ڪيترائي سال اڳ، جڏهن گانڌي ڏکڻ آفريڪا ۾ قيد هو ته هن جي مهار سڄي پٺي ۾ سور ڪان بيحال ٿي ٿيو. هن جي زولو جوڙيوال، هن ڪي اُشارن ذريعي پنهنجي تجربي جي بُنياد تي علاج ڏسيندو هو ڇو ته پنهي هڪٻئي جي ٻولي نه پئي سمجهي. ڪجهه وقت کان پوءِ، هن جو اهو ساڳيو جوڙيوال هن وٽ آگر جي سور جون دانهون ڪندو آيو ۽ بار بار اشارا پئي ڪيائين. هن جي اشارن مان گانڌي سمجهي ويو ته هن کي وڇونءَ ڏنگيو آهي، هِن تيز چاڪوءَ لاءِ جيلر کي نوٽ لکيو پر چاڪو نه مليو. پوءِ گانڌيءَ هن جي آڱر مان زهر چوسڻ شروع ڪيو ۽ ٿورڙي ئي وقت اندر زولو قيديءَ کي آرام مليو.

گانڌيءَ کي خبر هئي ته سڀ نانگ زهريلا نه آهن. رُڳو 12 سيڪڙو زهريلا ۽ خطرناڪ آهن. هن عوام کي اِها ڳالهه سمجهائڻ چاهي پئي، جنهن لاءِ هن ڪيترائي مضمون لکيا ۽ نانگن جا خاڪا ٺاهي سمجهايو ته ڪهڙا زهريلا آهن ۽ ڪهڙا زهريلا نه آهن. گانڌي، هڪ ڀيري هريجن رسالي ۾ لکيو: "اسان مان ڪيترا اِها ڳالهه نٿا ڄاڻين ته سڀ نانگ زهريلا نه آهن، اُنڪري ئي اهي سڀني نانگن کي مارين ٿا. اصل ۾ اسين نانگن کان ڊڄون ٿا، هونءَ به چوندا آهن ته: 'سپ نه ماري، سپ جو سراپ ماري.' اسان کي ياد رکڻ گُهرجي ته نانگ به ڇَڪُ تڏهن هڻي ٿو جڏهن اُن کي ڏيڇاريو يا تنگ ڪيو وڃي ٿو. نانگ اسان جي پوکن جا رکوالا آهن، اهي ڪوئا کائي اسان جي فصلن کي بچائين ٿا."

هونئن به نانگا پنجمي ڏينهن تي اسان جو ماٺرون نانگ لاءِ ٿسرين ۾ کير رکنديون آهن. اِهو کير رکڻ نانگ سان دوستيءَ جو اظهار آهي. هڪ ڀيري، اڏ اگهاڙن ڪدڙن فقيرن جو ٽولو آشرم ۾ آيو ۽ گانڌيءَ جي ڪمري ۾ جهاتي پاتائون ته سندن نظرون هڪ وڏي برني ۾ پيل نانگ تي ڄمي ويون. اِهو نانگ آشرم جي رهواسين پڪڙي هڪ ماهر ڏانهن موڪليو هو جنهن ٻڌايو ته اِهو هڪ خطرناڪ زهريلو نانگ آهي ۽ هُن انهيءَ جي مُنڍي ڇِڪي،

واپس آشرم ڏانهن (هڪ برنيءَ ۾ وجهي) موڪليو هو. پر جيئن ته انهيءَ جو ڪرنگهو سلامت هو اُنڪري نانگ ڇُري پُري رهيو هو. پوءِ انهيءَ کي درد مان جان ڇڏائڻ لاءِ ماريو ويو هو. گانڌيءَ وٽ ڪيترين برنيون ۾ ڪارا هئا، جن ۾ ڳوٺاڻن کي سمجهائڻ لاءِ مثل ۾ جيئرا نانگ رکندو هو.

گانڌي هڪ ڀيري، پنهنجي هڪ فلاسافر دوست کان پُڇيو: "جڏهن گيان ۾ ڌيان ۾ ويهجي ۽ اُن وقت نانگ ڳڪي ته ڇا ڪجي؟ هن جي فلاسافر دوست وراڻيو "نانگ کي مارڻ نه گهرجي. جيڪڏهن ڏنگي ٿو ته ڏنگڻ ڏجيس." گانڌيءَ ڪڏهن به ڪنهن نانگ کي نه ماريو ۽ نه ئي ڪڏهن ڪنهن نانگ ڪنهن آشرم واسيءَ کي ڳڪيو. هڪ ڀيري، گانڌي پنهنجي هڪ دوست سان گفتگو ڪري رهيو هو ته هڪ نانگ سِرڪندو سِرڪندو هن کي ويڙهيل چادر تي چڙهڻ لڳو. هن جي دوست، گانڌيءَ کي چيو: "ڇُرجانءِ نه." گانڌيءَ وراڻيو: "گهبراءِ نه. ڪجهه به نه ٿيندو." ايتري ۾ هن جي دوست ڦڙتيءَ سان چادر جي پلَوَ کي جهٽڪو ڏنو ته نانگ وڃي پري ڪريو. ٻئي ڀيري، گانڌي مانجهاندي کان پوءِ آرامي هو ته هڪ نانگ آهستي آهستي سرڪي سرڪي سندس ڇاتيءَ تي اچي ويٺو پر گانڌي چپ رهيو.

هڪ ڀيري گانڌي، اسپتال داخل هئو ته هڪ پڙهيل لکيل شخص، جيڪو شوق ۾ جوڳي بڻيو هو سو گانڌيءَ جي مزاج پُرسيءَ لاءِ اسپتال آيو ۽ هن جي بستري تي زهريلا نانگ ڇڏي ڪرتب ڏيکارڻ لڳو ۽ چيائين: "ڏسو نه ڪيڏا زهريلا نانگ، مون پنهنجي مُٺ ۾ ڪيا آهن." انهن مان ڪيترائي نانگ گانڌيءَ جي بستري تي ڦڻ ڪڍي لَهرِ هڻڻ لڳا. گانڌيءَ اِنهيءَ تجربي بابت چيو: "آءٌ ماٺ ته ضرور هئس پر ڊپ سبب پنهنجي جسم ۾ ڪا ڇُر پُر ئي نه آندم." هڪ ڀيري، گانڌي پنهنجن ساٿين سميت گيان ۾ ڌيان ۾ رڌل هو ته هڪ نانگ خبر نه آهي ڪٿان آيو ۽ سڌو گانڌيءَ ڏانهن وڌيو. گانڌيءَ جا ساٿِي گهڻا پريشان ٿيا، پر گانڌي سيني کي ڇپن تي آڱر رکي، ڇُپ رهڻ

جو اشارو ڪيو. نانگ اڇي گانڊيءَ جي جهوليءَ ۾ ويٺو ۽ گهڙي ڪن ڪان پوءِ هليو ويو. انهيءَ ماجرا بابت جڏهن گانڊيءَ ڪان پڇيو ويو ته جڏهن نانگ تنهنجي جهوليءَ ۾ ويٺو ته تو ڇا پئي محسوس ڪيو؟ ته هن ٻڌايو: ”گهڙي پل لاءِ ڳٽتي تيم پر پوءِ پاڻ ڪي سنڀالي ورتم ۽ فيصلو ڪيم ته جيڪڏهن نانگ مون کي ڏنگي ٿو ته پاڻ کي چوندس ته نانگ کي نه مارڻو تشدد آهي، ان ڪان ڊپ نه ڪرڻ گهرجي، بلڪ ان کي سندس مرضيءَ تي ڇڏي ڏجي ـ پلي جيئن وڻيس تيئن ڪري“

# روحاني پيشوا

گانڌي جڏهن رضاڪاراڻي طور برهمچاريہ ٿيڻ ۽ غربت ۾ گذارڻ جو فيصلو ڪيو تہ واضح ڪيائين: "جيڪي ڀلائيءَ جا ڪم ڪرڻ چاهين ٿا، تن کي جنسي لاڳاپن کان پري رهڻ گهرجي."

گانڌي، انهيءَ نتيجي تي پهچڻ کان اڳ پنهنجن ڪنوارن دوستن کي زور ڀري شاديون ڪرائيندو هو. کين صلاح ڏيندو هو تہ پنهنجن گهر وارين کي ساڻ ڪري آفريڪا اچو ۽ گڏجي رهو.

ان کان سواءِ، هن پنهنجن دوستن پولڪ ۽ ويسٽ جي پڻ شادي ڪرائي هُئي، جيتوڻيڪ، پولڪ، پنهنجي مالي حالت جي ڪري تڪڙي شاديءَ جي حق ۾ نہ هو. هن جو گهڻو وقت اڳ مڱڻو ٿيو هو پر گانڌي ان ڪيفيت کي وڌيڪ ڊيگهہ ڏيڻ جي حق ۾ نہ هو. پولڪ ۽ سندس مڱيندي هڪٻئي کي چاهيندا بہ گهڻو هئا. پولڪ جي مڱيندي جيئن ئي انگلينڊ کان ڏکڻ آفريڪا پهتي تہ ٻئي ڏينهن سندس پولڪ سان پرڻو ٿيو. انهيءَ شاديءَ ۾ عيسائي رسم پٽاندر بيسٽ مئن جو ڪردار گانڌيءَ ادا ڪيو ۽ شادي جو سڄو اهتمام بہ هُن پاڻ ڪيو هو.

آشرم ۾ جيڪي بہ شاديون ٿيون، تن ۾ مُلي، پادري ۽ ٻائي جا فرض گانڌيءَ سرانجام ڏنا. پر هن جي شادين ڪرائڻ جو طريقو گهڻو نرالو هو. حقيقت ۾ هن هندو مت جي شاديءَ واري سرشتي ۾ سُڌارا آڻڻ پئي چاهيا. هن شاديءَ جي معاملي ۾ ڪڏهن بہ ڏاج، دولت، ذات پات ۽ اعليٰ تعليم کي ڪي سَنَدون نہ سمجهيو. هن اڳيان صحت، ڪردار ۽ ڪنهن بہ پورهيي لائق هجڻ ئي شادي لاءِ قبولڻ جوڳا معيار هئا. گانڌيءَ جي آشيرواد هيٺ جيڪي شاديون ٿيون، تن ۾ ڪنوار گهوٽ کاڌيءَ جا وڳا پهرئيندا هئا، ائٽ تي ٺهيل هار هڪٻئي کي پائي، پوتر باهہ جي چوڌاري ڦيرا پائيندا هئا.

گانڌي ڏيتي ليتيءَ جي رسم کي ڌڪاريندڙ هو. هن ڪاليجي شاگردن کي اتساهيو تہ هو عورتن کي ڪي واپاري اسمَ سمجهڻ بجاءِ پنهنجن گهرن ۾ دلين جو راڻيون چونہ ٿا بڻائين. هيءُ ورجائي چوندو هو: "ڇا عورت مرد جو بهترين اڌ نہ آهي؟" گانڌيءَ وڌيڪ چيو تہ "آءُ ڪنهن بہ ڇوڪريءَ جي، ڪنهن بي جان شيءِ وانگي ٽَڪِن عيوض وڪرو ٿيڻ بدران چوندس تہ پلي اها سڄي عمر ڪنواري رهي."

گانڌيءَ کي شادين جي تقريبن تي خرچ ڪرڻ بلڪل پسند نہ هو. هيءُ چوندو هو: "هاڻي جمهوريت جو راڄ آهي ۽ جمهوريت ۾ مذهبي تقريب تي ڏهن رپين کان مٿي خرچ ڪرڻ نہ گهرجي، ۽ شاديءَ جي تقريب بہ هڪ مذهبي تقريب آهي، اُنڪري اُن تي خرچ بہ ڏهہ رپين کان مٿي نہ ٿيڻ گهرجي."

گانڌيءَ جڏهن ڏٺو تہ غريب ماڻهو شادين تي ڪنيل قرضن ۾ هر گذرندڙ ڏينهن ڪارا ٿي رهيا آهن تہ هن هڪ عام جلسي ۾ عوام کي مخاطب ٿيندي چيو: "آءُ ٿو اوهان کي شاديءَ جون ويڏيون پڙهايان. هونءَ بہ شادي جي رسم لاءِ ڪنهن بہ پئسي ڏوڪڙ جي گهرج ناهي." عام ماڻهو پنهنجن پيارن جا، جنهن نموني ڏينهن ملهائيندا هئا ۽ شاردائن جي رسمن جون تقريبون ڪندا هئا. اِهي سڀ نمونا ۾ تونٽا ڦيٽا گانڌيءَ کي نہ وڻندا هئا. هن وٽ شاردا جي معنيٰ پنهنجن مرهيات بزرگن جون چڱايون هنداڻ هو. هن جا پوتر ڌاڳي بابت بہ انقلابي ويچار هئا. هن چيو: "اِهو ڌاڳو آريہ پاڻ کي آڻ آرين کان ڌار ۽ اُتم ڏيکارڻ لاءِ پائيندا هئا."

گانڌي عام ماڻهن جون شاديون ڪرائيندي ڪو معاوضو تہ نہ وٺندو هو پر گهوٽ ڪنوار کان هريجن فنڊ لاءِ چندو ضرور گهرندو هو. هڪ ڀيري، هن اُتم ذات ۽ ڪمتر ذات گهوٽ ۽ ڪنوار جي شادي ڪرائي، ۽ هن کي هريجن واسطي ڪوهہ کوٽائڻ لاءِ پنج هزار عطيو مِليو هو. هن هڪ ڀيري، هڪ برهمڻ جوڙي جي شاديءَ ۾ مذهبي رسمن جي پورائي لاءِ هڪ هريجن ۽ هڪ

عيسائيءَ کي جوابداري ڏني هئي. شاديءَ کان پوءِ، گانڌيءَ مهمانن ۾ تازو ڳڙ ورهايو يعني دعوت تي رڳو ڇهه آنا خرچ آيو. هڪ ڀيري، گانڌيءَ هڪ گهوٽ کي چٺي لکي ته "مون وٽ تون ايندين ته اڪيلو پر پڪ سمجهه ته آءٌ توکي جوڙيءَ جي صورت ۾ واپس موڪليندس." گانڌيءَ ويچاريو ئي نه هو ته گهوٽ سان گڏ ڪي دوست احباب ۽ مٽ مائٽ به ايندا. جڏهن هن ستن ڄڻن جي ٽولي کي ايندو ڏٺو ته چيائين، "واهه! ست درويش اچي ويا." تنهن تي ٽولي هڪ آواز تي جواب ڏنس، "هائو گهوٽ جي ماءُ به آهي."

گانڌيءَ جڏهن پنهنجي ٽئين نمبر پٽ جي شادي ڪرائي ته جوڙي کي هڪ گيتا، آشرم ڀڄن والي منگل مالها ۽ هڪ تَڪلي ڏنائين. هن پنهنجي پٽ کي چيو: "پنهنجي زال جو ننگ رکجانءِ، هن جو مالڪ نه، پر دوست ٿجانءِ" گانڌيءَ، وڏيڪ چيو: "خدا سندن پوتر جيون کي وطن لاءِ لاڀائتو ڪري ۽ هو پنهنجو گُذر جو بندوست محنت ۽ پورهيو ڪري ڪن." جڏهن شاديءَ جي تقريب پوري ٿي ته گهوٽ ۽ ڪنوار گڏجي ڏيان وگيان ڪيو وٿاڻ جي صفائي ڪيائون، وڻڻ کي پاڻي ڏنائون. ان کان سواءِ، انهن ائٽ هلايو ۽ گڏجي گيتا جو مطالعو ڪيائون. گهوٽ ۽ ڪنوار کي ٻن سالن جي عرصي تائين هڪٻئي کان پري رکيو ويو جيستائين ڪنوار ارڙهن سالن جي نه ٿي. ان کان پوءِ ئي گهوٽ ڪنوار کي رات جو گڏ رهڻ جي اجازت ڏني ويئي. گانڌي، جڏهن ٻڌندو هو ته ڪٿي ڪن ننڍن ٻارن جي شادي ٿي آهي ته هو چوندو هو: "جڏهن آءٌ ڪنهن اهڙي شاديءَ جي باري ۾ ٻڌان ٿو جنهن ۾، ڪنهن به هڪ يا ٻنهي گهوٽ ۽ ڪنوار جي عمر 13 سالن کان گهٽ آهي ته مون کي پنهنجي ننڍپڻ واري شادي ياد پوي ٿي ۽ اهو وقت ياد ڪندي، آءٌ هن وقت به پاڻ کي ڏوهه ڏيان ٿو ۽ لويان ٿو. آءٌ سمجهان ٿو ته ڪوبه مذهب ڪنهن ٻارڙيءَ سان شاديءَ جي اجازت نه ٿو ڏئي، جيڪا ايتري پتڪڙي هجي جو هنج ڪٽي گهمائجيس. آءٌ ڪنهن به اهڙي رن زال جو تصور به نٿو ڪري سگهان، جنهن جي عمر 15 سال هجي. آءٌ چوان ٿو ته رنڙ مردن وانگيان، رن زالن کي به ٻي شاديءَ جو حق آهي." هيءُ ڪن حالتن ۾ طلاق

جي بہ حق ۾ هو. هن هڪ هندو عورت کي جيل مان بہ آشيرواد موڪليو هو جنهن پهرئين مڙس کان ڌار ٿي ۽ ان جي جيئري ئي ٻي شادي ڪئي هئي.

گانڌي ٻن ذاتين ۽ ٻن قومن جي وچ ۾ شادي ڪرائڻ جي حق ۾ هوندو هو. هن جو خيال هو تہ ايئن ڪرڻ سان عوام جا هڪٻئي سان لاڳاپا وڌندا ۽ بهتر ٿيندا. هو بنهہ گهڻو خوش هو جڏهن هن جي سڀ کان ننڍي پُٽ ڏکڻ هندستان جي هڪ برهمڻ ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي هئي.

گانڌيءَ جي سياءَ تي سندس پيءُ ماءُ جو گهڻو اثر هو جيڪي پڪا وشنو هئا. گانڌي جڏهن 12 سالن جو ٿيو تہ ڇوٽ ڇاتِ هن لاءِ هڪ گناهہ بنجي ويئي، 17 سالن جي عمر ۾ هو ڪنهن متڀيد کان سواءِ سيني سان هڪ جهڙو ورتاءُ ڪرڻ لڳو ۽ 21 سالن جي عمر ۾ هن گيتا جو مطالعو ڪيو. هو چوندو هو: "اِها ڪيڏي نہ بيوقوفي آهي جو ڪنهن مذهب جو پوئلڳ ايئن چئي تہ سندس مذهب ئي سچو ۽ حق تي آهي." سيني مذهبن جي مطالعي هن کي سهپ ۽ رواداري سيکاري. هن ڄاتو تہ جسماني طاقت ۽ تلوار جي زور تي پاڙيندڙ ئي انسانن کي تنگ ۽ تاراج ڪن ٿا. هو سيني مذهبن، جهڙوڪ: هندومت، سک مت، ٻُڌمت، اسلام ۽ عيسائيت جي بنيادي فلسفي تي وڌي هٿَ ـ رَسَ ۽ اعتماد سان ڳالهائيندو هو. هو چرچ جي مذهبي تقريبن ۾ شرڪت ڪندو هو. هڪ ڀيري، هن هندومت تي گفتگو ڪندي مک مذهبن جي خاصيتن تي روشني وڌي هئي.

گانڌي، يسوع مسيح جي زندگيءَ مان ايترا تہ مثال ٻُڌائيندو هو جو ڪجهہ يورپي لوڪ تہ ايئن ڀانئيندا هئا تہ هيءُ عيسائي راهب آهي. هڪ ڀيري، سامونڊي سفر دوران ڪرسمس آئي تہ جهاز جي مسافرن هن کي وينتي ڪئي تہ هو يسوع مسيح جي تعليمات تي گفتگو ڪري ۽ پوءِ هن ڏاڍي من پرڀائيندڙ گفتگو ڪئي. هو گڏيل عبادت وقت قرآن شريف جون آيتون پڙهندو ۽ گيتا جا حوالا ڏيندو هو جنهن تي مسلمانن ۽ هندن، ٻنهين اعتراض واريو هو. هو هندو مت جي ذات پات واري فرق کي گهڻو ننديندو

هو. هن جي اهڙي انقلابي سوچ تي انتهاپسند هندو چڙي پيا ۽ احتجاج ڪندي، هر هنڌ ڪارا جهنڊا چاڙهيا ويا. ۽ هن ڏانهن جوتن جا هار ٺاهي اُماڻيائون ۽ ڪيس قتل ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون ويون. پر پوءِ بہ هيءَ پنهنجي ڳالهہ تي قائم رهيو ۽ چيائين، ”آءٌ هندو سڏائڻ کان انڪار ڪندس، جيڪڏهن اڇوتن ۽ شودرن سان متڀيد وارو رويو رکيو ويندو. جيڪڏهن هندومت پاڻ کي ايئن ئي رکيو تہ پوءِ هڪ ڏينهن اِهو ختم ٿي ويندو. هونئن بہ هندومت جو ذات پات وارو فرق انسانذات لاءِ بدنما داغ آهي.“ هو انهيءَ ڪنهن بہ مندر ۾ نہ ويندوهو جتي گهٽ ذات وارن کي اچڻ کان منع هئي. هن جي لڳاتار ڪوشش کان پوءِ سيني ذاتين خاص ڪري هريجنن لاءِ ڪيترائي مندر کوليا ويا هئا.

گانڌيءَ وٽ سچ ئي خُدا هو ۽ ڪوبہ مذهب اُن تائين پهچڻ جو رستو هو. هيءُ چوندو هو تہ خدا، پاڻيءَ جي ڦڙي کان وٺي، مٽيءَ جي ذرڙي تائين، هر هنڌ، هرجاءِ موجود آهي. گانڌيءَ وٽ خُدا جو تصور، نانءَ ۽ روپ کان آجو هو پر پوءِ بہ هن بُتن جي پوڄا کي رد نہ ڪيو. هو چوندو هو: ”جيڪي پٿر جو بت بنائي، ان کي خدا سمجهي پوڄين ٿا، سي بہ حقيقت ۾ پٿر کي نہ، پر تصور کي پوڄين ٿا.“ هڪ ڀيري، ٽئگور سان بُت پرستيءَ بابت بحث ڪندي، هن چيو تہ ”هڪ اڇوت ڪنهن پٿر کي رنگ روغن ڏيئي، پنهنجو خُدا بنائي، ڪنهن گهاٽي وڻ هيٺان ويهي، اُن جي پوڄا ڪري ٿو تہ اِهو پٿر هن لاءِ گهڻو اهم آهي، ڇو تہ اِهوئي هن ۽ خدا جي وچ ۾ ڳانڍاپو آهي. هونءَ بہ هڪ منڊي انسان کان اوهان گهوڙيون کيئن ٿا ڪسي سگهو جڏهن اوهان کيس گهوڙين کان سواءِ پنڌ ڪرڻ سيکاريو ئي ناهي.“ ان کان سواءِ هن وٽ وٿن ۽ اوتارن کي پوڄڻ بابت بہ ڪا قباحت نہ هئي. هيءُ چوندو هو تہ ”جڏهن آءٌ ڪنهن کي وڻ جي پوڄا ڪندي ڏسان ٿو تہ اهو منظر مون کي گهڻو فطري ۽ شاعراڻو ٿو لڳي. اهو سڄو ڏيک مون کي ڪُل جيوت جي هڪ هجڻ جو ويساهہ ڏياري ٿو ۽ خدا جي وڏائيءَ جو درس پڻ ڏئي ٿو.“

گانڌي پنهنجي نالي سان ڪُلنڊڙ گانڌيجيءَ جو مندر جي سخت مخالفت ڪئي. هن آشرم ۾ رهندڙ سڀني ماڻهن کي منع ڪئي ته ساڻس ملڻ وقت ڪيس پيرين نه پئون.

گانڌيءَ پُنن اُگهاڙي خلق کي هڪ نئون منتر پڙهايو آهو هو ديس جي خدمت ڪرڻ. ان کان سواءِ، هن وهم وسوڙل لوڪن کي آزاديءَ، برابريءَ ۽ انسانيت جو درس ڏنو ۽ آزاديءَ جو اهڙو عملي روپ ڏيکاريائين، جو اهي سدائينءَ لاءِ ڏپ ۽ ڀيائيءَ کان آزاد ٿي ويا. هن نه رڳو ٻين کي ٻُڌايو ۽ سيکاريو پر پاڻ ڪري به ڏيکاريايو ته ڪَٿَڻَ لاءِ قربانيءَ کان وڏيڪ ڪوبه فن ناهي. هو اِها ڳالهه چوندي نه ٿڪبو هو: "انسانذات کي هڪ ڏينهن عدم تشدد ذريعي، تشدد مان جان ڇڏائڻي آهي. ۽ نفرت کي پيار سان فتح ڪرڻو آهي."

گانڌيءَ ڏاڍي پُرجوش ۽ پُرعزم زندگي گذاري. هيءَ گيتا جي تعليم جو عملي اظهار هو: "جنهن به سڄي ڏينهن ۾ ڪابه چڱائي نه ڪئي آهي، ڪابه تڪليف نه سَٺي آهي ۽ پورهيو نه ڪيو ۽ قرباني نه ڏني آهي، ان تي کاڌو کائڻ واجب ناهي." اهڙو ڪوبه ڏينهن نه هو جو هن جِسماني پورهيو نه ڪيو هجي. هن ڪڏهن به ڪوڙ نه هنيا، نه ئي پنهنجي مطلب لاءِ ڳالهيون گهٽ وڌ يا ناهي نُڪي ٻُڌايون. هو صبح جو سويل اُٿي عبادت ڪندو هو. ان دوران هو ڪڏهن گيتا ته ڪڏهن بائبل ته ڪڏهن قرآن مجيد جو مطالعو ڪندو هو. هو ريل ۾ هجي، جيل ۾ يا جهاز ۾ يا وري پنڌ هجي، پلي ڪنهن جو مهمان چونه هجي، هن ڪڏهن به پنهنجي معمول ۾ وٿي نه وڌي ۽ نه ئي ڦيرقار آندي. هن پنهنجي نيمَ ۾ جيل اندر به ڦيرو نه آندو. هو ڪائڻ پيئڻ ۾ ته 21هن ڏينهن تائين ناغو ڪري سگهندو هو پر پنهنجي بندگيءَ ۾ هڪ ڏينهن جي به وٿي نه ڪيائين. هن لاءِ عبادت، خدا جي وجود ۾ اعتماد جو اظهار هو. هن جي عبادت خدا جي راضپي لاءِ نه، پر پنهنجي ميري مَنَ کي اُجري ڪرڻ لاءِ هئي.

گانڌيءَ پنھنجن ساٿين جي ڪوتن ۽ خامين کي نظرانداز ڪرڻ بدران انھن کي سڌارڻ تي ڌيان ڏيندو ھو. گانڌيءَ ڪيترن ئي مندرن، اسڪولن ۽ اسپتالن جي پيڙھ جا پٿر رکيا. رتناگيري ۾ ماروتي مندر جي پيڙھ جو پٿر رکندي چيائين: "ماروتي روحاني طاقت جو اظھار آھي ۽ اِھو اظھار ئي برھمچاريہ ۽ ويراڳ جو رستو آھي، جيڪو اسان کي رام ڏانھن وٺي ويندو."

گانڌيءَ جو رام ۾ پڪو ويساھ ھو. پوڄا پاٺ واري گڏجاڻيءَ ڏانھن ويندي، جڏھن ھڪ جنوني ھندوءَ ھن کي گولي ھنئي تہ بہ ھن جي وات مان 'ھاءِ رام' جا لفظ نڪتا ھئا.



# گانڌيءَ جي زندگيءَ جا اهم واقعا

- جنم 2 آڪٽوبر 1869ع، پوربندر
- 1881ع ۾ ڪستوربائي سان شادي ڪيائين.
- 1887ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين.
- 1888ع (آڪٽوبر) ۾ اعليٰ تعليم لاءِ لنڊن پهتو.
- 1891ع (جون) ۾ بئريسٽر طور هن جو نالو ڳٽپ ۾ آيو.
- 1891ع (جون) انگلينڊ کان هندستان واپس آيو.
- 1893ع ۾ (اپريل) ڏکڻ آفريڪا ڏانهن اُسهيو.
- 1896ع ۾ 1901ع هندستان جو دورو ڪيائين.
- 1901ع ۾ پهريون ڀيرو انڊين نيشنل ڪانگريس جي اجلاس ۾ شريڪ ٿيو.
- 1903ع ۾ انڊين اوپينين سنڀاليائين.
- 1904ع ۾ فينيڪس سيٽلمينٽ قائم ڪيائين.
- 1899ع ۾ بوئر جنگ وقت انڊين ايمبولينس ڪارپس قائم ڪيائين.
- 1906ع ۾ زولو انقلاب وقت به انڊين ايمبولينس ڪارپس جي پليٽ فارم تان سرگرميون ڪيائين.
- 1906ع ۾ برهمچاري بڻيو.
- 1908ع ۾ پهريون ڀيرو ڏکڻ آفريڪا ۾ جيل ۾ پيو.
- 1906ع ۾ انگلينڊ ويو.
- 1909ع ۾ به انگلينڊ ويو.
- 1910ع ۾ ٽالسٽاءِ فارم قائم ڪيائين.

- 1913ع ۾ ڏکڻ آفريڪا ۾ ستيہ گرھہ شروع ڪيائين.
- 1914ع ۾ آفريڪا کان واپس وريو.
- 1915ع ۾ (جنوري) ۾ هندستان پهتو.
- 1915ع ۾ سا برمتي آشرم قائم ڪيائين.
- 1933ع ۾ وارڌا آشرم قائم ڪيائين.
- 1936ع ۾ سيوگرام قائم ڪيائين.
- 1917ع ۾ چمپران ستيہ گرھہ جي شروعات ڪيائين.
- 1918ع ۾ کيڙا واري نو ٽئڪس مهم شروع ٿي.
- 1919ع ۾ جليان والا باغ وارو قتل عام ٿيو.
- 1919ع ۾ ينگ انڊيا ۽ نوجيون جو ايڊيٽر ٿيو.
- 1921ع ۾ عدم تشدد جي تحريڪ شروع ٿي.
- 1922ع ۾ پهريون ڀيرو هندستان ۾ جيل ۾ ويو.
- 1927ع ۾ کاڌيءَ بابت ٽوئر ڪيائين.
- 1930ع ۾ ڊانڊي مارچ شروع ڪيائين.
- 1931ع ۾ لنڊن ۾ گول ميز ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو.
- 1933ع ۾ هفتيوار هريجن ڪڍيائين.
- 1937ع ۾ نئين تعليم واري خيال کي عمل ۾ آندائين.
- 1942ع ۾ ڪئٽ انڊيا تحريڪ شروع ڪيائين.
- 44-1942ع ۾ آخري ڀيرو آغان خان محل ۾ قيد ڪيو ويو.
- 1948ع (30 جنوري) تي قتل ڪيو ويو.

***

# ڏسٽي


الفرڊ57
انر ٽيمپل5
آغا خان
محل16,23,67,122,123,125
انڊين ايمولينس ڪارپس65,173
الهہ آباد81
انڊين اوپينين
136,138,142,143,144,150,151,
173
اُڙيسا25
اُڪا26
تلڪ سوراج 107
ٽالسٽاءِ فارم37,46,54,71,106,160
ٽئگور
54,75,80,107,108,130,170
پنارٽ 60
پنڊت مالويا 106
پريستان ميوزم 37
پولڪ 48,166
جليان والا باغ 107
جواهر لال 38
جنرل سمٽس 43
جست 53
چرخہ سنگهہ 81
چرچل 88
چئمپران 112,131
دادا عبدالله 9
دادا ڀائي 143
ديش بندو 90,107,116
ڊئفن فرار 138
ڊربن 8,9,29,126
ڊانڊي
91,102,112,113,132,156,174
راجڪوٽ 7,8,26,27,57
رومن لا 5
رامائڻ 26,59,60,68,123,151,162
رائچند ڀائي 138
زولو 65,120,163,173
زولو وار ميڊل 65
سابر متي
29,41,71,78,99,113,160
سالٽ 52
سيوگرام
24;38,61,63,98,159,160,174

سوديشي
16,23,25,71,76,77,78,94,134,148,157

عدم تعاون 81,132,136

فينيڪس سيٽلمينٽ 69

فرانس 88

قيصر هند 65

ڪامن لال 5

ڪستور بائي
18,29,44,45,46,59,66,67,68,82,125,150,107

ڪولي 8,10,13,58,126,127

گرين پمفليٽ 63,135,136

گوڪلي 19,20,48,107,143,153

لارڊ ڪرزن 139

لجپت راءِ 107

لنڊن گائيڊ 135

موهن داس 4,126

ممبئي
7,27,31,34,52,77,148,155,157

مدراس 54

مگن ميوزم 92

موتي لال 81,116

مني لال 24

مهاديو ڊيسائي 51,125,148

موهن لال پانڊيا 122

نوکالي 48,97

نوجيون 16,146,151,153,174

ناتال 10,106,128,135

ولئما 107

ولڀائي پٽيل 36,62

وارڌا 24,41,73,92,160,174

وائسراءِ هند
34,89,98,124,128,134

وڪٽوريا ڪراس 32

هند سوراج 76,90,136

هز مئجسٽي هوٽل 122

هرمن ڪيلينباش 37,68,161,162

هري پورا 28

هريجن 24,33,42,49,
90,108,1046,147,150,152,163,167,174

يون نوگوئچي 66

يروڊا 36,67

ينگ انڊيا 145,149,150,174

گانڌيءَ ڪڏهن بہ طاقت جو استعمال نہ ڪيو. هو سمجهداريءَ جو اعليٰ نمونو هو. جنهن يورپ جي ڏاڍ جو مقابلو هڪ پُروقار سادگيءَ سان ڪيو. ايندڙ نسل شايد ئي اعتبار ڪن تہ هن دنيا ۾ واقع گانڌيءَ جهڙو بہ ڪو شخص هيو.

- البرٽ آئنسٽائن

چين سن يات سن جي اڳواڻي ۾ تلوار سنڀالي ۽ بعد ۾ جپان جي ڪالوني بنيو. پر هندستان گانڌيءَ جي چونڊ ڪئي. هن جي اڳواڻيءَ ۾ عدم تشدد جي واٽ تي هلندي بنا هٿيارن جي جنگ وڙهيا ۽ ڪامياب ٿيا.

سينٽ اسيسي ڪانپوءِ هي ئي شخص آهي، جيڪو دشمنن سان بہ نرم مزاجي، بي نيازي ۽ سادگيءَ سان پيش آيو.

- ول ڊيورانٽ

سچ پچ اچرج ٿو ٿئي. اعتبار ئي نہ ٿو اچي تہ گانڌيءَ ڪيترن ئي ڪمن ۾ هٿ وڌو ۽ وڏي جوابداريءَ سان اِنهن سڀني کي توڙ تائين پهچايائين. اِهي سڀ ڪم هن دليئون، پاڻ آرپڻ واري جذبي سان ڪيا. اهڙا ڪم، جن کي عام طرح ننڍڙا ڪم چيو ويندو آهي، پر گانڌيجيءَ لاءِ اهي نهايت اهم ۽ ڌيان جوڳا هئا.

- جواهر لال نهرو



**Phoenix Books**
C-73, GMB Colony, Qasimabad,
Hyderabad, Sindh, Pakistan.
Ph.00-92-22-2655021
E-mail:trdsindh@yahoo.com

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ يلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سينن کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَڙهَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)